تہ پڪ ڄاڻجو تہ توھان جي بن ويندي ئي منھنجو اوس مرتيو ٿيندو.

ائين چئي سيتا اچي اوچنگارن ۾ چڙڪي ۽ پنھنجون نازڪ ٻانھون پتيءَ جي ڳلي ۾ وجھي ڏک ۾ ٻرجي زار زار روئڻ لڳي. تڏھن شري رام سمجھيو تہ جي ھٺ ڪري سيتا کي ڇڏي ويندس تہ ھيءَ ضرور پراڻ تياڳيندي. اھو سوچي ھو سيتا کي ڇاتيءَ سان لڳائي چوڻ لڳو:- پياري! جي تنھنجو بن ھلڻ جو اھڙو پڪو ارادو آھي تہ مان ناھہ ڪري نٿو سگھان. جيئن بنواسي رشي مني پنھنجن استرين سان گڏ بن ۾ رھندا آھن؛ تيئن مان بہ تو سان گڏ بن ۾ اُنھيءَ ڌرم جو پالن ڪري رھندس. تون ڀلي بن ھلڻ جو سانباھو ڪر.

انريت جڏھن شري رام سيتا کي بن وٺي ھلڻ قبول ڪيو تڏھن سيتا جي چھري ۾ پاڻي وري آيو ۽ مشڪڻ اُجھيس ۽ ھوءَ پرسن ٿي بن وڃڻ جون تياريون ڪرڻ لڳي.



## لڪشمڻ جو بن وڃڻ جو نشچو ۽ رامچندر جو سيني کان موڪلائڻ.



لڪشمڻ رامچندر جي جدائيءَ جو سوچي ڪري ڏاڍو وياڪل ٿيو ۽ نيڻن مان جل آٽي، شري رام جا چرڻ پڪڙي چوڻ لڳو:- آريہ! مان بہ توھان سان گڏ بن ھلندس. مان توھان کانسواءِ سرڳہ وڃڻ، امر ٿيڻ يا ٽنھي لوڪن جو راڄ پائڻ بہ نٿو چاھيان. خوفناڪ جانورن سان ڀريل جھنگل ۾ مان ڌنش ٻاڻ کڻي توھانجي اڳيان ھلندس. توھان لاءِ ڦل ڦول ۽ جل آڻيندس ۽ توھانجي ٽھل سيوا ڪندس.

رامچندر لڪشمڻ کي اُٿاري کڻي ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ چيو:- لڪشمڻ! تون منھنجو پراڻن سمان پيارو، آگياڪاري ڀراتا ۽ متر آھين. ھن وقت پيارا ڀائر ڀرت ۽ شترگھن بہ ھتي ناھن، پتا ٻڍو آھي ۽ منھنجي بن وڃڻ ڪري مھا دکي پڻ آھي، ماتا ڪوشليا ۽ سمترا پڻ شوڪ

آڌار! مونکي هتي رهاري اوهين بن جا ڪشت اڪيلا ڪيئن ڀوڳيندا
ها؟ توهين اڪيلا بن جون اُڃون، بکون ۽ پيرن پيڙائون سهندا ۽
مان محلاتن ۾ ويهي خوشيون ماڻيندي؟ هي ناٿ! مان توهانجي
ڌرم پتني آهيان، اُهو ڌرم جو پالن ڪندي پتورتا آريه ناري آهيان،
توهان جي سک دک ۾ ساٿ ڏيندي توهانجي پريمڻ آهيان، سو مان
توهان جي جدائيءَ ۾ جيئري رهي ڪيئن سگهندي؟ جيئن پراڻن بنا
ديهه ۽ جل بنا ندي ٿيندي آهي، تيئن پرش بنا استري آهي. بن
جا ڏک توهان جي سنگ ۽ پريم ۾ مون لاءِ سک ٿي پوندا. توهان جڏهن
ٿڪجي ڪنهن وڻ هيٺ وهندا ته مان توهانجا پير ڌوئي توهانکي
پنکو لوڏي هوا ڪنديس ۽ زور ڏيئي ٿڪ نورت ڪنديس. توهان
جي سنگ ۾ مونکي ڪو ڀب ڪونهي. ڪو به مون ڏانهن نهارڻ جي
جرئت به نه ڪندو، جيئن شينهن جي استريءَ ڏانهن لومڙ ۽ گدڙ اک
کڻي به نه سگهندا آهن.

سيتا جا اهي پريم ڀريل وچن ٻڌي به رامچندر کيس بن
وٺي وڃڻ لاءِ تيار نه ٿيو ۽ کيس سمجهائڻ لڳو، تڏهن سيتا چوڻ
لڳي:- هي پراڻ ناٿ! جيئن ساوتري ستيوان جي پٺيان هلندي
هئي تيئن مونکي به پنهنجو پاڇو سمجهو. تپسيا ڪرڻي هجيو، بن
وڃڻو هجيو يا سورگ وڃڻو هجيو، سڀ جڳهه مان توهان سان گڏ
هلنديس. بن جا ڀب ۽ ڪنڊا مان ڪپهه ۽ نرم ڪپڙن مثل سمجهنديس،
بن ۾ رهندي پسن ۽ پکين کي مان پنهنجو ڪٽنبي سمجهنديس،
طوفان جي ڌوڙ کي مان چندن ڪري ليکينديس، سخت زمين
تي سمهڻ مون لاءِ ڪومل سيج سمان ٿيندي ۽ ککن ڪانن جي
جهوپڙيءَ کي محلات ڪري سمجهنديس ۽ ماءُ پيءُ ۽ محلاتن کي
ڪڏهن ياد ڪين ڪنديس. توهان سان گڏ رهڻ مون لاءِ سرگ آهي
۽ توهانکانسواءِ ڪا به جڳهه مون لاءِ نرڪ سمان آهن. مان بن جا سڀ
شنٽ سک ڪري سمجهنديس پر مون ۾ ايتري طاقت ناهي جو
وڇوڙو سهي سگهان. جي توهان مونکي ساڻ نه وٺي ويندا

هي ناٿ! بن ۾ توهان سان گڏجي هزارين ورهيه به رهڻا پون ته به ڪڏهن ڪک ڪين ٿيندي. توهان کانسواءِ مونکي سرگ جا سک به ڪين گهرجن. منهنجي پريت توهان ۾ ئي آهي ۽ جي توهانجي جدائي ٿي ته مان ضرور مري وينديس. تنهن ڪري توهان منهنجي پرارٿنا مڃي مونکي ضرور پاڻ سان وٺي هلو. منهنجي هلڻ سان توهان کي ڪو بار نه پوندو.

پر شري رام جي مرضي سيتا کي پاڻ سان وٺي وڃڻ جي ڪين هئي ۽ هو هن کي بنواس جون تڪليفون ٻڌائڻ لڳو:- سيتا! مان توکي جيئن چوان تيئن ڪرڻ تنهنجو فرض آهي. تون ڪومل بدن آهين ۽ بن ۾ هزارين ڏک ڏاڪڙا آهن، ان لاءِ تون بـن ۾ هلڻ جو خيال لاهي ڇڏ. نرجن بن ۾ ماڻهوءَ کي خونخوار پسون چيٽني پاسن کان اچي ورائيندا آهن. چيندڙ ڏارين ۽ ڪنڊن سان ڀريل بن مان لنگهڻ ۽ اُتي پاڻيءَ جو به نه ملڻ ڏاڍو ڪشٽ دائي آهي. ڏينهن جي ٿڪل مسافر کي رات جي اونداهي بن ۾ سمهڻ جو ٺڪاڻو به نه ملندو آهي. وڻن مان ڪريل ميوو کائي سنتوش ڪرڻو پوندو آهي. بن ۾ ڏر ڀريل واچورا، گرم ۽ ٿڌيون هوائون ۽ گهور انڌڪار کـي سهڻو پوندو آهي. ڪئين طرح جا نانگ بلائـون ۽ مست هاٿي هيڏانهن هوڏانهن گهمندا رهندا آهن ۽ پتنگ، وڇون، ڪيڙا ۽ مڇر ته سداءِ ستائيندا رهندا آهن. آدم خور ڀوائتا راڪشس ماڻهوءَ کي اڪيلو ڏسي ٽپي وچي کائيندا آهن. ان ريت بن جي مصيبتن کان ته وڏا ويرجوان به ڏيرج ڇڏي ڏيندا آهن ۽ تون ته محلاتن ۾ پليل راجڪماري آهين، جنهن کي ڪڏهن ڏک جي ليس به نه لڳي آهي! بـن جون ڀيڪ پيڙائون توکان سٺيون نه ٿينديون، ان لاءِ منهنجو چيو مڃي گهر ۾ رهه.

ان ريت رامچندر سيتا کي بن جا ڪشٽ ٻڌائي کيس بن هلڻ کان باز آڻڻ جي گهڻيئي ڪوشش ڪئي پر اهو ٻڌندي هيڪاري سيتا جو ارادو پڪو ٿيندو ويو. هوءَ چوڻ لڳي:- هي منهنجا پراڻ

جڻ لاءِ هوءَ يڪدم ڊوڙي وڃي مليءَ ۽ ڏاڍيءَ سڪ سان ڪائنس
ڇڻ لڳي:- توهانجي مٿي تي راڄائي ڇٽ هڻڻ گهرجي سو ڇو
ڪونهي؟ چارڻ، برهمڻ، نگرواسي، رٿ، هاٿي ۽ پيا راجائي چنهه
رهان سان مان اڄ نٿي ڏسان؟

تڏهن شري رام سيتا کي سموري حقيقت ٻڌائي ۽ چيو:- پتا
ني ٻرڻ کي پاڻي ڏيڻ لاءِ مان اڄ کي ٻن ويندس. ڪون پنهنجي
پتا کي ڏيرج ڏيئي هتي رهه ۽ منهنجي غير حاضريءَ ۾ منهنجي
ٻرڊ پتا جي شيوا ڪندي رهج. ڀرت ۽ شتروگهن مونکي پراڻن کان
به وڌيڪ پيارا آهن، اُنهنکي به هميشه پاڙن ۽ ٻٽن جيان پاليندي
رهج. ڀرت هن وقت اسانجي ملڪ ۽ ونش جو راجا آهي انلاءِ ڪون
هنجي مرضيءَ خلاف ڪو به ڪم نه ڪج ۽ پنهنجي ڌرم ۽ ستيا تي
قائم رهج. تنهنجي ڪنهن به ڪم ڪري ڪنهن جي دل کي اهنج
نه رسي، انهيءَ جو خيال رکج.

پنهنجي پتيءَ کي راڄائي بدلي بنواس مليل ڏسي سيتا جي
دل کي ڌڏڪو نه ضرور رسيو پر هوءَ هڪ سچيءَ آريه ناريءَ سمان
پاڻ کي سنڀالي ويئي ۽ چوڻ لڳي:- آريه! پيءُ ماءُ، ڀاڻر پٽ،
سيئي پنهنجي پنهنجي پرالبڌ موجب سک دک ڀوڳيندا، رڳو استري کي
پنهنجي پتيءَ جي ڀاڳه سان بدل آهي جو هن جو ڪو جدا ڀاڳه يا
پرالبڌ ڪونهي. پتيءَ جي سک دک ۾ استري شريڪ آهي، ان لاءِ مان
سمجهان ٿي نه توهان سان گڏ مونکي به بنواس مليو آهي. استريءَ
جو هن لوڪ يا پرلوڪ ۾ رڳو پتي ئي آسرو آهي. وڏن وڏن محلاتن
۾ عيش آرام سان رهڻ يا ومانن ۾ چڙهي گهمڻ يا پين سيني سکن
کان وڌيڪ چڱو اهو آهي نه استري پنهنجي پتيءَ جي ڀاڇي هيٺ
دک سک ۾ سمان رهي. پتي ۽ پتني مان هڪ سک ۾ ۽ ٻيو دک ۾
هي سو اڌرم آهي. پتيءَ سان گڏ جهنگل به منگل آهي ۽ پتيءَ
اءِ محل ماڙيون به نرڪ سمان آهن، ان لاءِ مان توهان سان ٻن
هلنديس ۽ توهانجي ٽهل ڪندي رهنديس.

اهڙو خوش رکج جو هن کي منهنجي بن وڃڻ جو ڏک نه ٿئي. استري ڪيترا به ورت اُپواس يا پوڄا پاٺ ڪري پر جي هوءَ پتيءَ جي شيوا نٿي ڪري ته پاپ جي ڀاڳڻ ٿئي ٿي ڇو جو پتي شيوا ئي استريءَ جو سچو ڌرم آهي.

ڪوشليا ته پتورتا ۽ سياڻي هئي سو پنهنجو استري ڌرم ويچاري رامچندر کي چوڻ لڳي:- پٽ! هاڻي تون بلاشڪ نشچنت ٿي بن ۾ وڃ ۽ پنهنجي پتا جي وچن کي سچو ڪري ۽ بنواس جو مدو پورو ڪري مون وٽ سيگهه سان موٽي اچج. تون خوشيءَ سان مهاتمائن جي ڌرم جو پالن ٿو ڪرين، اُهو ڌرم ئي تنهنجي رکيا ڪندو. ديوتائن جي ڪيل پوڄا ۽ ماتا پتا جي ڪيل شيوا ئي تنهنجو ڪلياڻ ڪندي.

ائين چئي ماءُ پنهنجي پٽ جي مٿي تي چانور، چندن ۽ تلڪ لڳايو ۽ مٿو چانئيءَ سان لڳائي ڪيس گهڻيئي آسيسون ڪري موڪل ڏني. رامچندر به پنهنجي ماتا کي پيرين پئي سيتا جي محل ڏانهن ويو. سندس ماتا ۽ پراڻا دک ۽ ڪروڌ ۾ وڪوڙجي ويا هئا ته به هن جو هردو چلائمان نه ٿيو هو ۽ نه سندس منهن ۾ ذرو به ڦير گهير ٿي هئي. راڄ جي بدلي بنواس، سنساري سکن جي چونيءَ تان ڪري مهان دک ملڻ تي به شري رام جي شانتي روپ ۾ ڪو رنچڪ ماتر ڦير نه پيو. هو بنواس ملڻ جي خبر سيتا کي ٻڌائڻ هليو.



## شري رام ۽ سيتا جو سنواد ۽ سيتا جي بن وڃڻ جي تياري

سيتا کي اڃا شري رام کي بنواس ملڻ جي ڳالهه جي سڌ نه هئي ۽ هن سمجهيو ٿي ته سندس پتيءَ جو راڄ تلڪ ٿي رهيو آهي ۽ در ۾ اکيون پائي ويٺي نهاريائين ته اِجهو ٿو هو ڌوم ڌام سان گهر موٽي. پر جڏهن هن شري رام کي اڪيلو ۽ سانت ۾ گهر موٽندو ڏٺو ته سيتا جو من اينڌڙ آپدا جي ڇايا ڇاڻي اُداس ٿي ويو. پنهنجي پتيءَ کي

رامچندر لکشمڻ جون اهي جوشيليون ڳالهيون ٻڌي کيس ڳراٽڙي پائي سندس اکين مان ڳوڙها اُگهڻ لڳو ۽ چيائينس:- سلڇڻا! مان پنهنجي پتا راجا دشرٿ ۽ ماتا ڪيڪئي جي وچن کي اورانگهي نٿو سگهان. ماتا پتا جي آگيا ۾ رهڻ ئي ڇتن برشن جي مريادا آهي. ذرا پتاجيءَ جي اوستا جو تہ ڌيان ڪر. هن جي مٿان هڪ مهان ٻيڙا اچي ڪڙڪي آهي. جي هو پنهنجو وچن ڀنگہ ڪندو تہ اپجس ۽ ادرم جو ڀاڳي ٿيندو. هو سمجهي ٿو تہ هن مونسان هڪ وڏو ڪنياءُ ڪيو آهي انڪري سندس دل ڇڄي پيئي آهي. پرمان سمجهانٿو تہ مون سان ڪو بہ انياءُ نہ ٿيو آهي. راجا کي پنهنجو وچن پالڻ گهرجي ۽ مونکي پنهنجي پتا جي آگيا پالڻ گهرجي. اڄ تہ اسان هن دکہ جي ڳالهہ کي آنند جي روپ ۾ ڦيرائي ڇڏيون. تون اهڙي هلت هل جئن لوڪ سمجهن تہ ڪو انياءُ نہ ٿيو آهي ۽ مان بہ ڪل خوشيءَ سان بنواس وڃي رهيو آهيان. اسانجي اهڙي هلت ڏسي راجا جي دل تان بار لهندو ۽ هن جي ٻرندڙ من تي ڇنڊو پوندو.

انريت رامچندر لکشمڻ کي وار وار سمجهائي ٺنڌو ڪيو.

شري رام جون ڳالهيون ٻڌي ڪوشليا جي اکين مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي. هوءَ ڏاڍي سڀاجهري آواز ۾ پنهنجي پياري پٽ کي چوڻ لڳي:- رام! پرالبڌ برابر بلوان آهي جو اڄ تو جهڙي گڻوان ۽ سڀ کي وڻندڙ منش کي بہ بن وڃڻو ٿو پوي، پر پٽ! مان اڳيئي پتيءَ جي ريٽيل تنهنجي آسري تي ٻڌي ٽڪيس سو جي تون وڃين بنواس پوگيندين تہ پوءِ منهنجو ڪهڙو حال ٿيندو. مونکان هنن پهاڇن جي وچہ رهيو نہ ٿيندو ۽ تنهنجي وڇوڙي جي اگنيءَ ۾ مان جلي ويندس. ان لاءِ تون مونکي پاڻ سان وٺي هل.

رامچندر ماتا کي هردي سان لڳائي ڌيرج ڏنو ۽ کيس چوڻ :- ماتاجي! راجا اسان ٻنهي جو سوامي آهي ۽ هن جي جيئري پاڻ کي اناٿ نہ سمجهہ. ڀرت بہ ڌرماتما آهي ۽ هو بہ تنهنجي ... دو. مهاراج ٻڍو آهي ۽ تون سندس خدمت ڪري

منهنجي پراڪرم کي ڏسجو. جيئن سورج اونده کي هٽائي ڇڏيندو آهي تيئن مان به توهانجا ڏک دور ڪندس.

اهو ٻڌي رامچندر لڪشمڻ کي چيو:- لڪشمڻ! مونکي خبر آهي ته تون سدائين هميشه پيغتي رکندو آهين، تنهنجو پراڪرم به مونکان ڳجهو ناهي. پر تون رگهو ڪنتري پٽي جو عقل ۽ هلڪي ٻڌي رکي، منهنجو مطلب نٿو سمجهين. راجا جو ڌرم آهي ته پنهنجي وچن جي پالنا ڪري ۽ پٽ جو پرم ڌرم آهي ته پتا جي آگيا پالي، پوءِ اِها آگيا نياءَ تي ٻڌل هجي يا ڪنياءَ تي؛ اِها آگيا پنهنجي خوشيءَ سان ڏنل هجي يا دٻاءَ ۽ دولاب سان ڏياري ويئي هجي. جيڪڏهن مان هيءُ پرم ڌرم پالڻ ۾ گسندس ته سڄي پرٿويءَ جو راڄ ۽ اٿاهه ڌن دولت به مونکي شانتي نه ڏيندي. جنهن ڪارج ۾ ڌرم نه هجي سو ڪرڻ نه گهرجي ۽ جنهن ۾ ڌرم نبهي اچي سو ضرور ڪرڻ گهرجي. مايا جي موهه ۾ ڦاسڻ ڪا چڱي ڳالهه ناهي. مهاراج اسانجو پتا، گرو ۽ راجا تيڻ ڪانسواءِ ٻرڏ به آهي. سو جي هو ڪروڌ، خوشيءَ يا ڪام وس ٿي ڪري به جي اسانکي ڪا آگيا ڏئي ته اسانکي اُها ڌرم سمجهي پالڻ گهرجي.

پوءِ رامچندر ڌيرج سان پنهنجي ماتا کي سمجهائڻ لڳو:-

ماتاجي! راجا تنهنجي [illegible] گتي ۽ [illegible] ي، سو هنکي ڇڏي، تنهنجو

مونسان بن ۾ هلڻ [illegible] . ا [illegible] ي بن ۾ وڃڻ جي مرڪل

ڏيءُ آسيس [illegible] رم [illegible] تو وٺ مو [illegible] ان. حيالي

گهڻ [illegible] جڏ [illegible] ، [illegible] رم سان س [illegible] ٿويءَ [illegible]

من ۾ ڌيرج [illegible] نه

ڪيئي ڇڏ.

لاءِ پٽ کي چوڻ ۾ ڌرم جي هاڃي پئي ٿي ۽ هيڏانهن پياري پٽ
لي بن ڪيئن وڃڻ ڏي! نيٺ ڌرم جي جئه ٿي ۽ هڪ سچي پتورتا
استريءَ مثل رامچندر ۽ پرت کي سمان سمجهي، هوءَ چوڻ لڳي :-
پترا! پتا جي آگيا مڃڻ تنهنجو ڌرم آهي، پر تنهنجي مئي منهن
ڏسڻ ڪانسواءِ مان دکياري ڪيئن جيئنديس؟ اهڙي مصيبت آيل
ڏسي به مونکي موت نٿو اچي! مون لاءِ يوراج وٽ به جڳهه ڪانهي؟
پٽ! جيئن گئو ڪمزور هوندي به پنهنجي وڇڙي جي پولتان ويندي
آهي، تيئن مان به تنهنجي پنيان بن هلنديس.
اهين چئي ڪوشليا روئڻ ۽ ورلاپ ڪرڻ لڳي. هن کي وياڪل
ڏسي ۽ رام سان ڪنياءُ ٿيندو ڏسي لڪشمڻ ڪروڌ ۾ پرجي چوڻ
لڳو:- ماتاجي! مونکي رامچندر جو بن ۾ وڃڻ نٿو وڻي. راجا
هن وقت ڪام جي وس ٿي ڪيڪئيءَ جي چوڻ تي هيءُ انڌير ڪرڻ
ٿو چاهي. شري رام ۾ اهڙو ڪو به دوش ڪونهي جنهن ڪري ڪيس
ديش نيڪالي ڏيئي بن ۾ ڪڍي ڇڏجي. اهڙو ڪهڙو راجا هوندو
جو ديوتا سمان سرل گڻوان ۽ دشمن تي به دياوان شري رام جهڙي
پٽ کي بنا ڪنهن قصور جي ڪڍي ڇڏي؟ رگهونندن! توهان
منهنجي مدد سان هيءُ راڄ پنهنجي هٿ ڪريو. توهان پراڪرم ۾
يوراج سمان آهيو ۽ جڏهن مان توهانجي اڳيان ٿي بيهندس ته ڪنهن
جي مجال آهي جو اسانجي سامهون ٿئي! جيڪو به پرت جو پاسو
ڪٽندو تنهن جو مان موت آڻيندس. راجا ڪهڙي سبب توهان سان
هيءُ ڪنياءُ ڪري رهيو آهي؟ ڪيڪئيءَ جي چوڻ تي لڳي جي هو
اسان سان دشمن جهڙي هلت ٿو هلي ته اسان کي به موهه ممتا ڇڏي
کيس قيد ڪرڻ يا ماري ڇڏڻ گهرجي. جي گرو ۽ پتا به ايمان ۾
اچي بهڙي رستي هلن ته اُنهن کي به سيکت ڏيڻ گهرجي. ماتاجي!
مان ڌرم، ڏنش، دان ۽ يگيه جو قسم کڻي سچ ٿو چوان ته شري رام
جي چرڻن ۾ منهنجي پڪتي آهي. جي هو برندڙ باهه ۾ يا گهور جهنگل
۾ گهڙندو ته پهريائين مان اُتي گهڙندس. هن وقت توهان ۽ رامچندر

## ڪوشليا جو ڏک ۽ لڪشمڻ جو ڪروڌ.

هوڏانهن رامچندر لڪشمڻ سان گڏ جڏهن ماتا ڪوشليا جي محل ۾ پهتو ته هوءَ وشنو ڀڳوان جي اُپاسنا ۾ لڳل هئي ۽ اگني هوتر ڪرائي رهي هئي. پنهنجي پياري پٽ کي پاڻ وٽ آيل ۽ پرڻام ڪندو ڏسي، ڪوشليا کيس ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ مٿانئس ڪپڙا ۽ گهڻا گهوڙي دان ڪيائين ۽ وهڻ لاءِ کيس سوني جو سنگهاسن ڏنائين.



شري رام ماتا کي چيو:- هي ماتا! هاڻي مونلاءِ اهي راجائي آسڻ ناهن. پتا مونکي بن جو راڄ ڏنو آهي جتي منهنجا سڀ ڪارج سڌ ٿيندا. مان چوڏهن ورهيه بن ۾ رهي پتا جي وچن جي پيروي ڪندس. تون منهنجي پريم وس ٿي ڊڄ نه، پر مونکي پرسن ٿي آسيس ڏي، جو بن جي ياترا سک پوروڪ پوري ڪري موٽي اچي تنهنجو درشن ڪريان.

رگهوناٿ جا اهي مٺا ۽ نمرت ڀريل وچن ماتا جي ڇاتيءَ ۾ ڀالي وانگر وڃي تنبيا ۽ هوءَ ڪهاڙيءَ سان ڪٽيل وڻ جي ٽاريءَ وانگر زمين تي ڪري پيئي. جنهن ڪڏهن عمر ۾ ڏک ڪونه ڏٺو هو، اُنهيءَ ماتا ڪوشليا کي زمين تي ڪريل ڏسي شري رام هٿ ڏيئي کيس اُٿاريو. ڪوشليا ڌيرج ڌري چيو:- پٽر! پتا نه توکي پراڻن کان به وڌيڪ پيار ڪندو هو ۽ راڄگدي ڏيڻ لاءِ به پاڻ ئي تيار ٿيو هو، پوءِ هاڻي ڪهڙي اپراڌ ڪري توکي بنواس ٿو ڏي؟

تڏهن سمنت جي پٽ ڪوشليا کي سموري وارتا ڪري ٻڌائي. ڪوشليا کي ڌرم ۽ پريت منجهائي ڇڏيو. پتا جي آگيا نه مڃڻ

سيبني تنهنجي پريم ۽ مٺي سڀاءَ کي ڄاڻندا آهن. هائي ڪوشليا
تنهنجو ڇا بگاڙيو آهي جنهنڪري سڀنيءَ ايوڌيا تي وڄ ڪيرائي
رهي آهين؟ پنهنجي پتيءَ ڪانسواءِ سيتا هتي نه رهندي ۽ نڪي لڪشمڻ
رامچند رجو ساٿ ڇڏيندو. ڀرت به راڄائي قبول نه ڪندو ۽ راڄا،
رامچند ر ڪانسواءِ جيئرو رهي نه سگهندو ۽ سڀ اُجڙ ٿي ويندو. اِهي
خيالهيون سوچي تون ڪروڌ ۽ هٺ کي ڇڏ. ڀرت کي پڻ راڄگديءِ ڏيڻ
ڀر رامچندر کي بن نه موڪل. اهو انديشو نه ڪر ته رامچندر ڀرت
جي راڄ ۾ وگهن وجهندو، جو هو ڌرماتما آهي ۽ راڄائي وشيه ڀوڳڻ
جي هن کي ڪا چاهنا ناهي. تنهن هوندي به تون بيو ور اهو گهر
ته رامچندر گهر ڇڏي وڃي گروءَ جي آشرم ۾ رهي. جي تون
اسانجو چيو نه مڃيندينءَ تہ پوءِ ڏاڍو پڇتائيندينءَ. انلاءِ اُٿ!
رامچندر کي بن وڃڻ کان روڪ ته ايوڌيا جو شوڪ ۽ ٿوتان گلا
جو گانگهو لهي.

انريت ساهيڙين جي گهڻي سمجهاڻ جو به ڪيڪئيءَ تي ڪو
اثر نہ ٿيو. هن اُنهن کي ڪو جواب ئي نہ ڏنو ۽ ڪروڌ ۾ ڀريل بي مروت
ٿي ويٺي رهي. تڏهن سيئيءِ روڳ کي لاعلاج سمجهي هن کي منڊ
ڏي ۽ اپاگهٽي ڇونديون هليون ويون. نگر جا سڀ لوڪ ورلاپ
ڪرڻ لڳا ۽ رامچندر جي جدائيءَ کي ياد ڪري الين وياڪل ٿيڻ
لڳا جيئن جل جي سڪي وڃڻ تي تلاءُ ۾ رهندڙ جيوُ دکي ۽ وياڪل
ٿيندا آهن ۾ جنهن رامچندر تي اِهو ڪنياءِ ۽ بربادي ءَ جو ڀهاڙ اوچتو اچي
ڪريو هو سو تہ هميشه وانگر آنند ۾ پنهنجي ليج ۾ ويڪي رهيو هو
۽ هنڪي ته رنچڪ ماتر به ڏک نه ٿيو. شل اِن شري رام جي آسيس
اسان سڀني مٿان ٿئي جو سندس سمرڻ ڪري اسان به هن جيوت
جي ڏک ڏاکڙن کي صبر ۽ ڌيرج سان سهاري سگهون.



رامچندرؑ جي دل ۾ ڪو رنج نه ٿيو. هنجي مهانڊي تي مايوسيءَ يا نراشا جو ذرو به آثار ڏسڻ ۾ نه آيو. هن مشڪندي چيو:- ماتاجي! ڇا ڳالهه به ايتري آهي؟ جيڏن تو چيو آهي تيئن ئي ٿيندو. هي ماتا! اُهو پٽ وڏ ڀاڳي آهي جنهنجي ماتا پتا جيءَ آگيا ۾ پريت آهي. ماءُ پيءُ کي راضي ڪرڻ وارو پٽ ساري سنسار ۾ درلڀ آهي.

सुनु जननी सोई सुतु बड़ भागी । जो पितु मातु बचन अनुरागी ।
तनय मातु पितु तोषनहारा । दुर्लभ जननि सकल संसारा ॥

هي ماتا! بن وڃڻ ۾ نه منهنجو هرطرح ڪلياڻ ٿيندو جو رشين منين جو ميلاپ ٿيندو ۽ وري جنهن پتا جي وچن جي پالنا ٿئي ۽ تنهنجو به راضپو ٿئي ۽ وڏي ڳالهه نه پراڻ پياري ڀرت کي راڄائي ملندي. اِهو سڀ ڏسي نه مان سمجهانٿو نه اڄ وڌاتا مون تي سڀ پرڪار سان پرسن ٿيو آهي. ان هوندي به جي مان بن نه وڃان ته مان وڏو مورکه ڇئبس! پر هي ماتا! مونکي دکه رڳو اِهو آهي تہ مهاراج مونسان اڳي وانگر ڳالهائي ڇو نه ٿو؟ معاف ڪجِ جو تنهنجي سامهون اها ڳالهه پڇي رهيو آهيان. مان ضرور بن ڏانهن ويندس. تون راضي رهه. مان نہ تنهنجي چوڻ تي به پنهنجي ڀاءُ ڀرت لاءِ سيتا کي، راڄ کي، سموري دولت کي ۽ پراڻن کي به وڏيءَ خوشيءَ سان ڇڏي سگهانٿو. پوءِ جي مهاراج، منهنجو پتا، آگيا ڏي ۽ سو به توکي خوش رکڻ لاءِ نه اُهو ڪم مان ڪيئن نہ ڪندس؟ تون منهنجي طرفان مهاراج کي دلاسو ڏي. پتا لڇي ٿي زمين ڏانهن نهاري اکين مان ڳوڙها ڇو ڳاڙي رهيو آهي؟ اهڙيءَ خسيس ڳالهه لاءِ پتاجي اهڙو ماندو ڇو ٿي رهيو آهي؟ اڄ ئي مهاراج جي آگيا سان تيز ڊوڙندڙ قاصد ڀرت کي مامي وٽان وٺي اچڻ لاءِ وڃن ٿا ۽ مان به اڄ ئي ڊنڊڪ بن وڃان ٿو.

شري رام جا اِهي پريم ۽ نرم ڀريل وچن ٻڌي ڪيڪئي خوش ٿي ۽ چوڻ لڳي:- هي پيارا! تون نہ سداءِ ماتا پتا ۽ پائرن کي سکه ڏيڻ وارو آهين. مان توتان ٻلهار وڃان. تون جيڪي چوين ٿو

ون ئي سندس ٻڌڻ پڻ کري سگهين ٿو پر هو توسان ڳالهه ڪرڻ کان
ڪنبي ٿو. ٻرجي تون هنجي وچن پالنا جي خاطري ديارين ته هو
پنهنجي ڌرم جي رکيا ڪري سگهندو ۽ هنجو دک دور ٿيندو. توهان پاڻ
سمجهين ٿو ته ستيه ئي ڌرم جو مول آهي. سوجي توهان ٻيءَ جي ستيه
جي رکيا ڪري هنجي ٻڌڻ پالڻ لاءِ راضي هجين ته مان توکي سموري
ڳالهه کولي ٻڌايان.

ڪيڪئي جي ڳالهه ٻڌي رامچندر کي ڏاڍو رنج ٿيو جو سمجهيائين
ته شايد شوئي پتا جي ڏکر جو ڪارڻ ٻڻيو آهي. هن چيو: - ماتاجي!
موکي ڏکار آهي جو مان پوجيه پتا جي ڪشت جو ڪارڻ بڻيو آهيان.
توهانکي مونلاءِ ڪو شڪ شبهه ڪرڻ نه گهرجي. مان پتاجيءَ لاءِ باهه ۾
ٽپو ڏيڻ ۾، وش جو پيالو پيئڻ ۾ ۽ سمنڊ ۾ ٽپو ڏيڻ ۾ به گس گساءِ نه
ڪندس. مهاراج منهنجو پتا، گرو ۽ هتيشي آهي. مان هن جي هڪ
اشاري تي پنهنجا پراڻ تياڳڻ لاءِ به تيار رهندس. مان پرتگيا ٿو
ڪريان ته پتاجيءَ توکي جيڪي وچن ڏنا آهن، تنهنجي مان پورواري
ڪندس ۽ وچن ڀنگ ٿيڻ نه ڏيندس.

شري رام سرل ۽ سچار هو. هن جا وچن ٻڌي ڪلڇٽيءَ
ڪيڪئيءَ هيءَ ڪنور وچن چيا: - رگهونندن! تنهنجي پتا مونکي
جيڪي ٻه ور ڏنا آهن، انهن مان هڪ ور مون هيءُ گهريو آهي ته
ڀرت راڄگديءَ تي وهي ۽ ٻيو ور ته توهان تپسويءَ جي ويس ۾ چوڏهن
ورهيه بنواس ڀوڳين. بس ڳالهه اتائي آهي. انهيءَ ۾ تنهنجو وڇوڙو
ٿيندس، اهو سوچي پڪتيءَ ڪان راجا جو منهن سڪي ويو آهي ۽ توکي
ڏسڻ جي همت به نه ٿي ٿئيس. توهان راجا جي ٻڌڻ جي پورائي
ڪرڻ جي پرتگيا ڪئي آهي، سو هائي تنهنجو ڌرم آهي ته پنهنجي
۽ پتا جي وچن کي ٻائي ڏين. توهان راڄگديءَ تي ويهڻ جو ويچار لاهي
ڇڏ ۽ اڄ ئي بنواس وڃ. تنهنجي راڄتلڪ لاءِ تيار رکيل سامگري
ڀرت لاءِ ڪم ايندي.

ڪيڪئي جا اهي ڪٺور وچن ٻڌي دشرت ڦٿڪڻ لڳو ۽

جڏهن رامچندر ڪيڪئيءَ جي محلات ۾ پهتو ۽ پنهنجي پتا کي زمين تي ليٽيل ۽ ڪومايل منهن ۽ قياس جهڙي حالت ۾ ڏٺو ته منجهي ويو ته الائي ڪهڙي سبب پتاجيءَ کي ايڏو صدمو رسيو آهي. هن چنتا ۽ حيراني ۾ پرجي پهريائين پنهنجي پتا کي نمرتا سان پرڻام ڪيو ۽ پوءِ ڪيڪئيءَ جي پيرن تي متو ٽيڪيائين. راجا دشرٿ جي اکين ۾ ڳاڙهي هنجڻ ڪري نه هو شري رام کي ڏسي سگهيو ۽ نڪي ڪجهه ڪڇي سگهيو. هو شوڪ ۽ دک ڪري ڪمزور ٿي ويو هو ۽ هر گهڙيءَ ڏکيا ساهه کڻي رهيو هو. راجا جي اهڙي وياڪل حالت ڏسي رامچندر کي ڏاڍي ڳڻتي ٿي، ڇو جو هن اڳ ڪڏهن کو ڏک ڪونه ڏٺو هو. هو ڌيرج ڌري هٿ جوڙي ڪيڪئيءَ کان پڇڻ لڳو:-



ماتاجي! مونکان اڻ ڄاڻائيءَ ۾ ڪو قصور ته نه ٿيو آهي جنهن لاءِ پتاجي اڄ مون تي ناراض ٿيا آهن، جو ڳالهائين به ڪين ٿا! هنن جي شڪل ڏاڍي لٿل آهي يا ڀاءُ ڀرت، شترو گهن ۽ ماتائن کي ته ڪا تڪليف ڪين رسي آهي؟ ماتاجي! مونکي سچ سچ ٻڌاءِ ته ڳالهه ڇا آهي ته مان انهيءَ دک جو نوارڻ ڪريان.

رامچندر جا وچن ٻڌي نرلڄ ڪيڪئيءَ چيو:- رام! مهاراج ڪنهن تي ناراض ناهي. هن جي من ۾ ڪا ڳالهه آهي، جا تنهنجي ڀپ کان ڇئي نٿو سگهي. تون هن کي ڏاڍو پيارو آهين، تنهنڪري توکي ڪا اڻ وڻندڙ ڳالهه چوڻ لاءِ هن جي زبان نٿي کلي. مونکي هن به وچن ڏنا هئا جي هاڻي مون گهريا آهن ته هي نٽ نٽاءُ ڪري رهيو آهي. راجا ٿي پنهنجي وچن جو ڀنگ ڪري سا ڳالهه هنکي جڳائي ٿي؟

تي ڏنائين ته سڀئي
لڪ جي سامگري ڪٺائي دربار ۾ آيو ته رستي کي ڏنائين ته سڀئي
يوڌيا جهنڊين ۽ گلن سان سينگاري ويئي آهي، ماڻهن جا انبوهه
خوشيءَ ۾ پرجي هيڏي هوڏي گهوي رهيا آهن ۽ جتي ڪٿي راڳ رنگ
ٿي رهيا آهن. دربار ۾ اچي گرو وسشٽ ڏٺو ته شهرجا مکي، واپاري
۽ سردار سڀ اڳ حاضر آهن. گروءَ کي آيل ڏسي ۽ راڄ تلڪ جي
سڀ تياري مڪمل ڏسي هرڪوسوچڻ لڳو ته ڪهڙو سبب آهي جو
راجا اڃا جاڳيو ناهي! اهو ڏسي منتري سمنت راجا کي ڪوٺڻ لاءِ
محلات ۾ ويو. هن ڪيڪئيءَ جي محل ۾ راجا کي شوڪ جي ساگر
۾ ٻڏل ڏٺو ته ڏاڍيءَ چنتا ۽ عجب ۾ پئجي ويو. سمنت کي ڏسي
راجا چيو:- سمنت! مان رام کي ڏسڻ ٿو چاهيان. تون هن کي
جلدي وٺي اچ.

راجا جي آگيا موجب سمنت يڪدم رام جي محل ڏانهن ويو.
هيءَ محل پنهنجي شان شوڪت ۾ اندر جي راڄ محل کان به
وڌ هو. اُن جي منڍ ۾ سوني جا وڏا پتلا رکيل هئا. ٻاهريون ڦاٽڪ
مٽين ۽ ٻاڙهن داڻن سان سينگاريل هو ۽ محل ۾ به جتي ڪٿي
چمڪندڙ پٿر ۽ سون جڙيل هو. چئني طرفن کان چندن ۽ ڌوپ
جي هبڪار اچي رهي هئي. ڪيترائي عاليشان ۽ سينگاريل دالان
لتاڙي، سمنت محلات جي اندر آيو جتي مها تيجسوي رامچندر
سوني ۾ هيرا ماڻڪ جڙيل پلنگ تي ويٺو هو. جڏهن سمنت کيس
پرڻام ڪري راجا جو نياپو ڏنو، تڏهن رامچندر هن سان گڏجي محل
کان ٻاهر نڪتو. ٻاهر ڪين لڪشمڻ مليو جو اچي رامچندر سان گڏ
رٿ تي چڙهيو ۽ پوئتان چنوَر جهلڻ لڳس ۽ پيا به ڪيترائي هٿيار بند
شرير رکيڪ گهوڙن ۽ هاٿين تي سوار ٿي سندس پوئتان هلڻ لڳا.
رستي تي باجا وڄي رهيا هئا ۽ شادمانا ٿي رهيا هئا. استرين
خوشيءَ ۾ پرجي هار سينگار ڪيا هوا ۽ رامچندر تي گلن جي ورکا ڪرڻ
لڳيون. ايوڌيا ۾ ٻاهران آيل ماڻهو ۽ شهرواسي رامچندر کي راڄمحل
ڏانهن ويندو ڏسي خوشيءَ ۾ پرجي شري رام جي جئه جئڪار مناڻ لڳا.

تون منهنجو انت نہ آڻ. مان تنهنجي پيرن تي سر ٿو نمايان، تون مون تي ديا ڪر!

ان ريت پنهنجي وڏائيءَ ۽ راجائيءَ جو خيال نہ ڪري برڌ راجا دشرٿ پنهنجي استريءَ جي پيرن تي ڪري گهٽيئَي منٿون ڪرڻ لڳو، پر ڪيڪئي هٺ کان هيٺ نہ لٿي ۽ پرڻ جي پورائي گهرڻ لڳي. راجا ڪيس گهٽيئَي آزيون نيزاريون ڪيون پر ڪيڪئيءَ ڪي ڪهل نہ پيئي. راجا بيهوش ٿي زمين تي ڪري پيو ۽ سڄي رات لڇندي گذاريائين. هن هر گهڙيءَ ڏکيا گرم ساهہ پئي کنيا. ان ريت ساري رات لنگهي ويئي ۽ صبوح جو راجا ڪي جاڳائڻ لاءِ جڏهن منا راڳہ ڳائجڻ لڳا تہ هن اُهي بند ڪرائي ڇڏيا.

جنڊ جي بن پرن جي وچ ۾ پيسجڻ مثل، راجا جي من ۾ وڏي پيڙا ٿي رهي هئي. هڪ طرف هوس پنهنجي ڏنل وچن کي پورو ڪري راجائي ڌرم جي رکيا ڪرڻ ۽ ٻئي طرف هوس پنهنجي مربي پٽ جو پريم ۽ ڪل مريادا جي پالنا. انهن ٻنهي ڌرم مريادائن جي ٻڌ ۾ هنڪي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هو ڇا ڪري! هن کي هڪ جهڪي اُميد جاڳي ۽ هو سوچڻ لڳو تہ "رامچندر منهنجي ڏنل وچن سان ٻڌل ناهي. پرجا ۽ منتري منڊل جو هنجي مٿان ڏاڍو آڙو آهي ۽ پاڻ بہ پراڪرمي آهي. هو منهنجي ڏنل وچن کي ريئي پنهنجا حق ڇڪي سگهيٿو. ڪهڙو نہ جيڪر چڱو ٿئي جو هو پنهنجو انڪار هلائي پر هو ائين نہ ڪندو. هن مان اهڙي اميد رکڻ ئي اجائي آهي. هنن ڏکن سورن کان رڳو هڪ موت ئي مونکي بچائيندو." اِهو سوچي ۽ پنهنجي مرڻ جو ويلو ويجهو سمجهي راجا ڏکہ جي سمنڊ ۾ ٻڏي سن ٿي پيو رهيو.



## رامچندر کي تخت بدران بنواس ملڻ.



صبوح ٿيندي مهرشي وسشٽ، پنهنجي ششن کي وٺي، راج

راجا جي ايتري چوڻ تي به جڏهن ڪيڪئيءَ تي ڪو اثر نه ٿيو تڏهن هو ”هاءِ رام! هاءِ رگهوناٿ!“ چئي مٿو پٽي وياڪل ٿي زمين تي ڪري پيو. اهو ڏسي ڪيڪئي وري ڪنور وڃڻ جي چوڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي:- جي توهانکي پس پيش الين ڪرڻو هو ته پوءِ ”گهرگهر“ ڇا جي زور تي چئي رهيا هئا؟ چوايو ته پاڻ کي داني ٿا پر ٿيو ٿا ڪنجوس! يا ته وچن پنگ ڪريو يا ڏيرج ڌريو. باقي هيئن رن زال وانگر منهن مٿو پٽڻ توهانکي شوڀيا نٿو ڏئي. ستيوادي اڳيان ته شريں، استري، پٽ، زر، زمين ڪک پن مثل آهن. توهانکان پٽ جي جدائي سٺي نٿي وڃي!

راجا چيو:- جيڪي لوڪي چوڻو آهي سو چئه! منهنجو هوونهار ڪال کي تنهنجي واتان چوائي رهيو آهي. پرت ڪي ته راجائيءَ جو، خيال به ناهي پر هوونهار جي وس ٿي تنهنجي اهڙي مت ماري آهي. اڙي پاپڻ! مون پاپيءَ گهٽيل ڏينهن تنهنجي پالنا ڪئي ۽ لوڪي گلي لڳايو، پر اڄ تون منهنجي گلي جي ڦاسي ٿي رهي آهين. دنيا جا ماڻهو مون تي لعنت وجهندا ته راجا دشرٿ ڪهڙو نه مورک ۽ ڪامي هو جو زال کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجي گڻوان پٽ کي بنواس ڏيئي ڇڏيائين. رام کي جي مان چوندس ته تون بن وڃ ته هو يڪدم هليو ويندو، بي ڳالهه به منهن مان نه ڪيندو. ڪيترو نه جيڪر چڱو ٿئي جو هو منهنجي اها ڳالهه نه مڃي، پر هو الين نه ڪندو. جي پرت ڪي رام جو بن وڃڻ چڱو لڳي ته هو منهنجي موت جو ڪريا ڪرم به نه ڪري. جنهن هميشه ريشمي ڪپڙا پائي آرام ۾ گذاريو، سو رام گيروءَ جا ڪپڙا پائي بن ۾ ڪيئن رهي سگهندو! ديو ڪمار سمان سندر رام کي ريشمي ڪپڙا ۽ گهڻا پائل ڏسندو آهيان ته اها شوڀيا ڏسي نهال ٿي ويندو آهيان. هن کي ڏسي پالبندو آهيان ته، جڻ وري مان جوان ٿي پيو آهيان. اڙي! جڏهن تون اهڙي بڇڙي ڳالهه منهن مان ٿي ڪيدين ته تنهنجي جي هزار ٽڪر ٿي ڪري چونه ٿي؟ تون پڪ ڄاڻ ته مان پياري رام کانسواءِ جيئرو رهي نه سگهندس.

نہ آڻيندس- رگھو رام کي بنواس نہ ڏيار. توکي ڇاجو پؤ آهي جو اھڙو اجوڳو ور گهري رهي آهين؟ تون جي پنهنجي پتيءَ جي، پٽ جي ۽ ساري سنسار جي ڀلائي چاهين ٿي تہ پنهنجي انهيءَ ويچار کي ڇڏي ڏي، ڇوجو رام ڪانسواءِ ڀرت بہ راڄ وٺڻ سويڪار نہ ڪندو. ڌرم پالڻ ۾ ڀرت تہ رام کان بہ وڌيڪ پڪو آهي. جڏهن ماڻهو اچي پڇندا تہ رام ڪٿي آهي؟ تہ مان اُنهن کي ائين ڪيئن چوندس تہ ڪيڪئي جي دٻاءُ ۾ اچي مون پنهنجي پٽ کي گهر مان ڪڍي ڇڏيو؟ رام کي گهر مان ڪڍي جي مان توسان پرتگيا جي پالنا ڪريان تہ مون جو رام کي راڄ ڏيڻ جو پرڻ ڪيو آهي، اُنہ مان ڪوڙو ٿي پوندس. جي رام بن ويندو تہ ڪوشليا مونکي ڇا چوندي؟ مون رگھو تنهنجي خاطر پنهنجي هت چنتڪ ۽ نرهنياي راڻيءَ ڪوشليا کي بہ وساري ڇڏيو! مان جو توسان هيترو چڱو هليو آهيان سو ياد ڪري هن وقت مونکي رنج ٿي رهيو آهي. ويچاريءَ سيتا کي هڪئي وقت بہ خراب ڳالهيون ٻڌڻيون پونديون- هڪ رام جو بنواس ۽ ٻيو منهنجو موت. جڏهن هوءَ رام لاءِ ورلاپ ڪرڻ لڳندي تڏهن دکہ کان منهنجا پراڻ ضرور نڪرندا. اُنوقت تون وڌوا ٿي پنهنجي پٽ سان ايوڌيا تي راڄ ڪج. تون جيڪي مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪندي هئينءَ سو سڀ ڇل ۽ ڪپٽ هو. جيئن شڪاري هرڻ کي ريجهائي پوءِ ماري ڇڏيندو آهي تيئن تون مونکي پنهنجي پريم جي ڄار ۾ ڦاسائي ماري رهي آهين. پر تون بلاشڪ منهنجو سر وٺ پر مونکي انهيءَ پاپ ڪرم کان بچاءِ!



راجن! توهان جي مونکي ٻه ور ڏيڻ هينئر ڦري وڃڻ ٿا چاهيو ته
وري ڪڏهن پنهنجي ڌرماتما هجڻ جي هام نه هڻجو. جڏهن مهرشي
منهنجن ورن بابت توهان کان پڇن ته ائين ئي چئجون ته جنهن جي
مهرباني ڪري مان هاڻي جيئرو آهيان، جنهن اڳيان مهل منهنجي رکيا
ڪئي، انهيءَ ڪيڪئيءَ کي وردان ڏيڻ ڪري ٻه مون پالنا نه ڪئي!
مهاراج! توهان جي پرتگيا ڪري ٻه اُن تان ڦري ويندؤ ته پنهنجي
ڪل تي ڪارنهن جو داغ لڳائيندءَ. توهانکي پنهنجي پرتگيا ڪرڙي
ڪرڻ نه گهرجي، پر توهانکي ڇا آهي؟ توهان ته ڌرم کي ڪلانجلي
ڏيئي رام کي راڄ تلڪ ڏيئي ڪوشليا سان موجون ماڻڻ ٿا چاهيو.
پر مان توهانکي پڪ ٿي ڏيان ته جي رام بنواس نه ويو ته مان اڄ
رات ئي وهه جو پيالو پي پنهنجو انت آڻيندس. منهنجو موت ٿيندو
۽ توهانجو اپجس. مان پنهنجو ۽ ڀرت جو قسم کڻي ٿي چوان ته
رام کي ٻن موڪلڻ کانسواءِ ٻئي ڪنهن به ور سان مونکي سنتوش
نه ايندو.

اينترو چئي ڪيڪئي اُٿي بيٺي، ڄڻ ته ڪروڌ روپي ندي ٻوڏ
ڪندي ڌوڪيندي ٿي آئي. اُها ندي پاپ روپي پهاڙ مان نڪتي
آهي ۽ ڪروڌ روپي پاڻيءَ سان ڀريل اهڙي ته ڀيانڪ آهي جو ڏٺي
به ڏپ ٿو لڳي. ڪيڪئيءَ جي هٺ جي اُها تيز ڌارا راجا دشرٿ
روپي وڻ کي پاڙون پٽي مصيبت روپي سمنڊ ڏي وهائي رهي آهي.
راجا سمجهي ويو ته استريءَ جي بهاني سندس مرتيو ئي سامهون بيٺي
آهي. ڪيڪئيءَ جو هٺ ڏسي راجا "هاءِ رام!" چئي، ٻڳها ساهه کڻي
ڪٽيل وڻ وانگر زمين تي ڪري پيو. ٿنهن کانپوءِ هوش ۾ اچي ورڪي
نماڻي آواز ۾ ڪيڪئيءَ کي چيائين هي منڙي! مون ڪاوڙ ۾ توکي
جيڪي چيو سو وساري ڇڏ! مونکي معاف ڪر! تنهنجو ۽ منهنجو
پاڻم ڪيڏو نه پريم آهي. قسم اٿيئي انهي پريم جو، تون پنهنجي
ضد تان لهي وڃ. منهنجو هيءُ سڄو راڄ تنهنجي ملڪ آهي؛ توکي
ته رام کي ڏي يا وٺيئي ته ڀرت کي ڏي. مان ڪوبه اعتراض

## راجا دشرٿ جو ڪيڪئيءَ کي سمجهائڻ.

مهاراجا دشرٿ ائين دک ۾ پرجي ورلاپ ڪري رهيو هو ۽ هرگهڙيءَ ڏک جي سمنڊ ۾ غوطا کائي بيهوش ٿي ٿي ويو ۽ هوش ۾ اچڻ تي وري وري ڪيڪئي کي منٿون ڪرڻ لڳو. هو چوڻ لڳو:- اڄ ڏينهن تائين تو کو به اهڙو ڪم نه ڪيو آهي جنهن مان مونکي ڪو دک رسي. تون هڪ اُتم گڻن واري راڄڪماري آهين ۽ ڪڏهن ڪو گٿو لفظ به ڪين ڳالهايو اٿيئي. پوءِ اڄ توکي ٿي ڇا ويو آهي ۽ اهڙا ڪڌا ۽ پاپي ويچار تو ۾ ڪيئن آيا آهن! رام کي تون ڪيترو نه پيار ڪندي آهين! ۽ هو به تنهنجي ڪيتري نه شيوا ڪندو آهي!. ان هوندي تون هنجي بنواس جي گهر ڪيئن ڪري رهي آهين! رام پنهنجي پراڪرم ۽ تيج ڪري ديوراج اِندر جي مٽ آهي. جهڙي آهي منجهس ويرتا، تهڙي آهي منجهس نمرتا. هنجي سريشٽ گڻن ڪري سڄي پرجا هنکي پيار ڪندي آهي. اهڙي گڻوان ۽ پرجا جي پياري پٽ کي مان ڪيئن چوان ته تون بن ڏانهن وڃ؟ انکري سڀ لوڪ مونکي نفرت سان ڏسندا ۽ زال جو غلام چئي مونتي چٿرون ڪندا. پرت ڏرماتما آهي ۽ رام جو ڀڳت ۽ پيارو آهي. هو ته ڪڏهن به راجا ٿيڻ قبول نه ڪندو. پوءِ ڀلا ڇا لاءِ اُنجس جي ڪارنهن ڪٽي رهي آهين؟ تون جنڪ ڪماري سيتا جو ته ڪو ويچار ڪر! رام بنواس ويندو ته ڇا سيتا جيئري رهندي؟ پڪ سان سڄي راجونس جو ناس ٿيندو. ڪيڪئي! مان تنهنجي پيرن تي ڪري توکي وينتي ٿو ڪريان ته هن ضد کي ڇڏي ڏي. مونتي ڪجهه ديا ڪر! ڪجهه ترس کاءُ! مونکي پاپ ڪرم کان بچاءِ!

ائين چئي راجائن جو راجا، وڏي شان مان وارو دشرٿ ڏرتيءَ تي ليٽريون پائي، سڏڪا ڀري، ڪيڪئيءَ جي پيرن کي چنبڙي رحم گهرڻ لڳو. راجا جي اهڙي قياس جوڳي حالت ڏسي به ڪيڪئي جي دل نه پگهري. هوءَ هيڪاري وڌيڪ ڪاوڙ ۾ پرجي چوڻ لڳي:-

ڪوشليا بہ ساڏي آهي، مون سيني کي سچاتو! جيڪا سازش سٽي اٿو، اُن جو ڦل پاڻ پيوگيو.

ڪيڪئيءَ جا ڪنور وچن ٻڌي، راجا ڪجھ ديـر ڪانپوءِ چيو:- پاپڻ! تون ڏاڍي ڪنورءِ وٽش جي ناس ڪرڻ واري آهين. ٻـڌاءِ تہ مون يا رام تنهنجو ڇا بگاڙيو آهي؟ رام تہ توسان پنهنجيءَ سڳيءَ ماءُ جيئان هلندو آهي، پوءِ بہ تون ڇو اُن جي برائي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي آهين؟ مون نٿي سمجهيو تہ تون راجڪماريءَ جي روپ ۾ زهريلي ناڳڻ آهين. سڄي پرجا جنهن رام جي گڻن جي ساراهہ ڪري ٿي، اُنهيءَ پياري پٽ کي مان ڪهڙي گناهہ ڪري گهر مان ڪيئي ڇڏيان؟ سورج ڪانسواءِ هيءَ سنسار، پاڻيءَ ڪانسواءِ کيتي رهي سگهندي پر رام ڪانسواءِ منهنجي سرير ۾ پراڻ [illegible] گهندا. تنهن ڪري تون هٺ نہ ڪر، انهيءَ پا [illegible] وچ، مان توکي پيرين ٿو پوان، تون مو [illegible] ٿي چاهين تہ ڀرت مونکي پيارو آهي پ [illegible] يو آهي تہ ڀرت تخت تي وهي سو [illegible] ر رام کي ڇوڏهن ورهيہ ٻيانڪ ٻن ۾ مو [illegible] ؟ مونکي‌لاخبر آهي تہ ڀرت ڪان بہ وڏ [illegible] ي. رام کان وڌيڪ وڏن جي خدمت [illegible] ؟ محل ۾ سوين استريون، ٻانهيون [illegible] هنجي گـلا يا دانهن نہ ڪئي آهي. [illegible] ڪڙو وچن ڪو نہ ڪٿو آهي. مهرشين [illegible] رام جي تـون منڌائي ڇو ٿي ڪرين. [illegible] سچائي، ڌرم، جيون تي ديا پريل آهي، تنهن [illegible] رم ڪانسواءِ مان ڪيئن رهي سگهندس!

ڪيڪئي! مان پيرو آهيان، موت جي ڪناري وينو آهيان، مان توکي منٿ ٿـو ڪريان، تون مونکي موت جي منهن ۾ ڌڪو نہ ڏي. توکي هن راڄ مان پيو جيڪي ڪجهہ گهرجي سو وٺ، اُهو مان توکي تتڪال ڏيندم، پر پياري رام کي بنواس ڏيئي مونکي پرلوڪ نہ موڪل!

ٺٺي، تڏهن توهان پرسن ٿي مونکي ٻه ور ڏنا هئا. اڄ مونکي توهان
وٽ امانت رکيل اُهي ٻئي ور گهرجن. هاڻي جي اُهي ور ڏيڻ جو ٻکو
پرڻ کيو ته مان چوان!

راجائون نيتيءَ ۾ نپڻ ٿيندا آهن پر استري چرتر اٿاهه سمند ر آهي
جنهنجو پار پائڻ ڏکيو آهي. راجا دشرٿ ته ڪام جي وس ٿي رهيو
هو، سو ذرو به سنجر رکي ڪين سگهيو ۽ ٻاٽيي پنهنجي پير تي
ڪهاڙو هنيائين. هو ڪيڪئيءَ جي ڳالهه ٻڌي مشڪي چوڻ لڳو:-
اَڙي رسٽي! بس! رئي به ان لاءِ آهين؟ تنهنجا اهي ٻه ور برابر مون
وٽ امانت رکيل آهن پر تو اهي ور مونکان ڪڏهن به اڳي نه گهريا
آهن ۽ مونکي به آهي ويسر، سو مونکي به ياد نه رهيا. هاڻي به ويل
ويئي ناهي، تون ڪري ٻن جي بدلي چار ور گهر. اسانجي رگهوُ ڪل
جي اِها ريت آهي ته ٻراڻ ڀلي وڃن پر ٻ-رڻ خالي نه ويندو.

रघुकुल रीति सदा चल आई । प्राण जाहुँ वरू वचन न जाई ॥

توکي سڌ آهي ته رام کان وڌيڪ مونکي پيو ڪو به پيارو ناهي،
مان رام کانسواءِ هڪ پل به جيئرو رهي نٿو سگهان، اُنهيءَ رام جوئي قسم
کڻي مان پرتگيا ڏو ڪريان ته تون جيڪي چوندينءَ سو مان ڪندس.

انريت راجا کي شري رام جي قسم ۾ پڪو ٻڌي ڪيڪئيءَ رام
کي بنواس پيو ڳايو. راجا کي پنهنجي چل جي چار ۾ سوگهو ڦاٿل ڏسي
هوءَ چوڻ لڳي :- مهاراج! توهانجي پرتگيا جا ساکي سڀ ديوتائون
آهن. هاڻي ٻڌو: ٻهريون ور ته ايو ڏيوم ته منهنجو پٽ ڀرت راڄ
گديءَ تي وهي ۽ ٻيو ور هيءُ ته رام تپسوي ٿي درڻ جي ڪل ٻائي
چوڏهن ورهيه ٻن ۾ وڃي رهي. ڀرت کي ٻي جوکي راڄ ملڻ گهرجي.
توهان ڌرماتما ۽ پنهنجي پرتگيا جا پڪا آهيو، سو پنهنجي وچن
جي پالنا ڪريو.

هيءُ ٻڌي دشرٿ جون واڻون ئي ڦري ويون. هو والڙو ڏسي
ويو ... ڄهه ۾ ڪي نٿي آيس ته هي سپنو آهي يا ساپيا! جڏن ڪنهن
.. ڪري هجي، تڏن هو ڪاٺ ٿي ويو. هو وسمئه ۾

هو ڪيڪئيءَ جي پرسان ڌرتيءَ تي وڃي ويٺو ۽ ڪيس پريم ڀريل وچنن ۽ لاڏ ڪوڏ سان پرچائڻ لڳو. هن چيو:- پراڻ پياري! ڪهڙيءَ ڳالهه تان رٺي آهين؟

ائين چئي راجا پنهنجن هٿن سان ڪيڪئيءَ جو بدن ۽ ڪپڙا ڇنڊڻ لڳو. ڪيڪئيءَ جهٽڪو ڏيئي سندس هٿ پري ڪيو ۽ منهن ۾ گهنج وجهي ٻئي رهي. راجا وري به منٿون ڪرڻ لڳس:- هي سندري! هي سلوچني! ماجرا آهي ڪهڙي؟ تون ڇا لاءِ هيئن بيحال ٿي پيئي آهين؟ تو اڄ ڪنهن تي ڪروڌ ڪيو آهي؟ ڪهڙي ڳالهه ڪري هيئن ڏوڙ ۾ ليٽڙيون پائي مونکي دکي ڪري رهي آهين؟ ٻڌاءِ تنهنجو ڪنهن اپمان ڪيو آهي ته اُنکي يم لوڪ موڪليان؟ مان ۽ منهنجو سڄو راڄ، خزانو ۽ سڀ سڀ تنهنجي آڌين آهن. تنهنجي اڇا پوري ڪرڻ لاءِ مان سڀڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، ڇاهي اُن ۾ منهنجا پراڻ ئي هليا وڃن. تنهنجي من ۾ جيڪي هجي سو صاف صاف ٻڌاءِ! هيءَ سڄي پرٿوي منهنجي اڌڪار ۾ آهي. ڌاروار، سنڌ، سوراشٽر، دکڻ جا سڀ ديش، انگ، بنگ، مگڌ، ڪاشي ۽ ڪوشل انهن سڀني ملڪن تي منهنجي حڪومت آهي. اُنهن ۾ پيدا ٿيندڙ سڀني شين مان توکي جيڪي گهرجي سو گهر. منهنجو سروَنس ۽ هيءَ پراڻ به تنهنجي آڌين آهن. توکي جيڪي گهرجي سو گهري وٺ ۽ پنهنجي منوهر انگن تان هيءَ آشپ ڪپڙا لاهي ريشمي وستر ۽ ڳهڻا پائي سينگار ڪر.

راجا جي ائين ليلائڻ تي ڪيڪئيءَ جي دل کي دلاسو مليو ۽ راجا کي ڪوڙي ڳالهه ڪرڻ جي همت ٿيس. هوءَ اُٿي ويٺي ۽ ڏاڍيءَ رکائيءَ سان چوڻ لڳي:- راجن! گهرگهر ته سداءِ پيا چئو پر ڏيو ته ڪجهه ڪين. ٻه ور ته اڳيئي ڏنا اٿو، مونکي ته اُنهن جي ملڻ ۾ به شڪ آهي. مهاراج! اُن جهونيءَ ڳالهه کي ياد ڪريو، جڏهن اسرن سان لڙائي ڪندي توهان سخت گهائل ٿي پيا هئا، تڏهن مون سڀني راڻيون جاڳي، ڪئين جتن ڪري توهانجي جان بچائي

اُن محل جي شوڀيا اَنوکي هُئي. اُن محل جي سندر سينگاريل رنگين کمل جي گلن جي وچ ۾، پکين پڻ سروورن جي نرمل جل ۾، رنگين کمل جي گلن جي وچ ۾، پکين پڻي راند يون کيون ۽ ٻئي طرف مور پنهنجا پر کولي پڻي نچيا. راجا گهڻو کري بين راڻين وٽ نه ويندو هو ۽ کيڪئي وٽ ئي گذاريندو هئو ۽ هن سان ئي مٺي مٺي روح رهاڻ کندو هو. اڄ راجا جو من بلڪل پرسن هو. پر پنهنجي پياري استريءَ کي نه ڏسي، هو چنتا ۾ پرجي ويو. راجا من ۾ سوچڻ لڳو ته هن محل ۾ گهرنديئي من موهيندڙ کيڪئي سدائين مشکندي دروازي وٽ ئي ساهون ايندي هُئي سا اڄ ڏسڻ ۾ چو نٿي اچي. اتلاءِ هن داسيءَ کان راڻيءَ لاءِ پڇيو. ڏکندي ڏکندي هٿ جوڙي عرض کيو:- مهاراج! راڻي کيڪئي ڏاڍي کروڌ ۾ پرجي کوپ ڀون ۾ ويٺي آهي. اهو ٻڌي راجا منجهي پيو ۽ ڊپ ۾ اڳتي قدم ئي نه کڻيس. ڏسو کامديو جو پرڀاءُ جو وير ڀرش پينڪر يڌ ۾ باڻ ۽ تلوارون برداشت کري سگهي ٿو سو کامديو جو گلن جو باڻ سهڻ ۾ اسمرٿ آهي يعني هڪ سندر استريءَ جو رسڻ سهي نٿو سگهي. نيٺ راجا



ڏکندو ڏکندو کوپ ڀون ۾ آيو ۽ ڏٺائين ته کيڪئي زمين تي اينٺي ويٺي آهي ۽ پراڻا ۽ ٿلها کپڙا پيل اٿس. هن پنهنجا زيور اُڇلائي ڇڏيا آهن ۽ سندس سندر وار ٽريا پکڙيا پيا آهن. پنهنجي دل گهريءَ راڻيءَ جي اها حالت ڏسي راجا ڏاڍو حيران ۽ پريشان ٿيو. جو هن کي کيڪئي کي ناراض ٿيڻ جو سبب کونه ڏنو هو.

پٽر ٻڌائي ڇڏيو. هن ڪوپ ڀون ۾ وڃي قيمتي هار ۽ لکن جي ملھہ جا ڳهڻا لاهي هيڏانهن هوڏانهن اُڇليا ۽ زمين تي ليٽڙجي منٿرا کي چيائين:- ڪبجا! هاڻي يا ته ڀرت گاديءَ تي ويھندو يا ته منهنجو موت ٿيندو. جي رام کي بن نه موڪليم ته منهنجو جيئڻ اجايو آهي. منٿرا وري به ڪيڪئي کي سمجهايو ته رامچندر کي ڪيئن به بنواس ڏيڻ گھرجي. هن چيو:- "رام جو پرجا تي ڏاڍو پرڀاءُ آهي، اُهو آهستي آهستي تڏهن لهندو جڏهن هو هتي نه رهندو. ڀرت به بنا ڀؤ ڀولي تڏهن راڄ ڪري سگهندو جڏهن رام کي بنواس ملندو. راجا توکي گهڻوئي پرچائيندو ۽ ڀيون گهڻيئي لالچون آڇي توکي سرچائڻ جي ڪوشش ڪندو پر تون هنجي ڳالهين ۾ ڦٻيلجي نه وڃج. ڀرت کي راڄگدي ۽ رام کي بنواس جي گهرن تي پڪتي رهج.

ڪيڪئي منٿرا کي تسلي ڏني ته هوءَ راجا کان ضرور اِهي ئي ٻه ور وٺندي.

سڄي نگر ۾ ڌوم ڌام ٿي رهي هئي ۽ هن سازش جي ڪنهن کي ڪل ئي ڪانه رهي!



## ڪيڪئيءَ جو ڀرت جي راڄ تلڪ ۽ رام کي بن موڪلڻ لاءِ ور گهرڻ.

راجا دشرٿ شري رام جي راڄ تلڪ جي تيارين ۾ لڳو رهيو ۽ سيني کي ٻئي ڏينهن پوري وقت تي حاضر ٿيڻ لاءِ تاڪيد ڪيائين. هن سوچيو ته رام جي راڄ تلڪ جي ڳالهه اڄ ئي ظاهر ٿي آهي، ان ڪري ڪيڪئيءَ کي اڃا انهيءَ ڳالهه جي سڌ نه هوندي. اهو سوچي اها خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ راجا ڪيڪئي جي محل ۾ ويو. پنهنجي ننڍيءَ راڻيءَ لاءِ راجا اِهو محل خاص طرح مَن موهيندڙ ٺهرايو هئو. سنگمرمر ۽ سوني چانديءَ جي ٿنڀن ۽ ڀتين تي گلڪاريءَ سان

منٿرا چيس :- مٿان اهي اشپ وچن واتان ڪيڏين. ٿون
۽ سهاڳڻ ڀاڳڻ رهندينءَ ۽ جيڪو ٿنهنجو برو چاهيندو سو پنهنجو
ٿو پاڻ لوڙيندو.

منٿرا جي ڳالهه ٻڌي ڪيڪئي دکيا ۽ گرم ساهه کڻي چوڻ لڳي :-
ٻيجا! رام کي بن موڪلائجي ۽ ڀرت کي راڄگديءَ تي به ويهارجي،
اهو ٿيندو ڪيئن؟

منٿرا چيس :- راڻي! ڇا توکي وسري ويو آهي ته جڏهن
مبراسر دئيت سان يڌ ڪندي راجا گهايل ٿي ڪري پيو هو تڏهن
و پنهنجي سر جي سٽ ڏيئي ڪيس يڌ جي ميدان مان ڪڍي
سندس جان بچائي هئي؟ اُن وقت ٿنهنجي ويرتا تي پرسن ٿي راجا
توکي ٻه ور ڏنا هئا جي تو چيو هوس ته جڏهن گهرج پوندءِ تڏهن گهري
وٺنديءَ. راجا وٽ امانت رکيل پنهنجا اُهي ٻه ور هاڻي تون ڪانئس
وٺ ۽ هڪ ۾ ڀرت جي راڄگدي ۽ ٻي ۾ رام جو بنواس گهرينس.
انريت پنهنجي ٻهاج جي رٿيل منصوبي تي پاڻي ڦيري ڇڏ ۽ سندس
سڀ آنند برباد ڪر. هاڻي ميرا ڪپڙا پائي ڪوپ ڀون ۾ وڃي زمين
تي ليٽ ۽ راجا اچي ته ساڻس نه ڳالهائج پر روئڻ شروع ڪج. ٿون
پنهنجي سهاڳ جي زور کي آزماءِ. راجا توکي بيحد پيار ڪندو
آهي ۽ توکي خوش ڪرڻ لاءِ هو سڀ ڪي ڪندو پر توکي پرچائڻ لاءِ
جي هيرا جواهر وغيره ڏيڻ جي ڪوشش ڪري ته به تون نه پرچج،
پر راجا کي رام جو قسم وجهي، پڪو ڪري، پوءِ اُن کان ور گهرج.

اهڙيءَ ريت منٿرا ڪيڪئيءَ کي ڪوتيون مٽيون ڏنيون. سمجهدار
ڪيڪئي منٿرا جي مٽين تي بي سمجهه ٻالڪ وانگر بيواجب ڪم
ڪرڻ لاءِ تيار ٿي. ڪروڌ ڪري هنجي ٻڌيءَ مٿان پردو پئجي
چڪو هو، ٿنهنڪري هن سمجهيو ته سچ پچ ساڻس دولاب ٿي
رهيو آهي. هنکي اِهو پوءِ ويڙهي ويو ته ڪيس راڄماتا ڪوشليا جي
رهڻو پوندو ۽ ڀرت جي حياتي سلامت نه رهندي. اِنهي
۽ پڙ هن— سياءُ کي بدلائي ڇڏيو ۽ هنجي هردي کي

هنجي پٽ رام کي راڄگدي ڏياري، هاڻي ڀاڻ راڄماتا ٿي راڄ
اٿيندي ۽ ٻوڪان بدلو چڪائيندي. رام جي راڄا ٿيڻ ۾ مان ڪا آرهي
هيان پر ايندڙ ڳالهيون ويچاري مونکي ڌپ ٿو ٿئي. ڀرت جي
ير حاضريءَ ۾ ڀرت جو حق کسي رام کي راڄگدي ٿي ڏني وڃي.
ږو ٻوسان ۽ ڀرت سان وڏو ڌوهه ٿي رهيو آهي.
ديوتائن ۽ رشين منين راوڻ جي ناس ٿيڻ لاءِ وينتي ڪئي هئي
انلاءِ رامچندر جو بن وڃڻ ضروري هئو. وڌاتا اهڙو چڪر هلايو
و ڪيڪئي جو پوتر ۽ پريمي هردو منٿرا جي ڪوڙين صلاحن
ڪري اپوتر ۽ بدگمان ٿي پيو. هوءَ منٿرا کي پنهنجو خيرخواهه
مجهي سندس ڳالهين تي غور ڪرڻ لڳي. اُنوقت منٿرا به ڪيس
هنجي پيچ ۾ قاتل ڏسي ڀاڄن جي دشمنيءَ جون هنڪي گهٽيئي
لهيون ٻڌايون. هوءَ چوڻ لڳس:- اڙي گهيلي! تون پنهنجي برائيءَ
ي ڀلائي سمجهي پنهنجي ڀاڄ جي سک ۾ اِنعام ٿي وراهين! راڄا ٻوڪي
نئين ٿو سو ڪوشليا کان سنو نٿو وڃي، انلاءِ هن اهڙو پرپنچ رچيو
هي جو تنهنجي جڙ ٿي ڪٽجي. ياد رک ته رام ڀاڻ کي بي جوکي
ڪرڻ لاءِ ڀرت کي ديس نيڪالي ڏيندو ۽ ڀوءِ ڀرت کي آباٽن وانگر
ٻڌي هوڏي پٽڪندي جيوت گذارڻي پوندي. رام ۽ لڪشمڻ جو
ڪ ٻئي لاءِ پريم ته جڳ پرسڌ آهي، سو لڪشمڻ ته منتري ٿيندو صرف
رت کي ئي نقصان رسندو. انلاءِ آهڙي ڪا تجويز سوچ جو رام بن
جي ۽ ڀرت کي راڄ ملي، جنهن ۾ تنهنجو ۽ تنهنجن متن مائٽن جو
ان متي ٿئي ۽ ڀلو ٿئي.
ڪيڪئي اهي ڳالهيون ٻڌي ڪنبڻ لڳي ۽ سڄي ڀڳهرجي ويئي.
وءَ چوڻ لڳي:- منٿرا! مون ۾ ته ڇل ڪپٽ آهي ئي ڪين ۽ وس
جندي ته مون ڪنهنجي برائي نه ڪئي آهي پوءِ الائي ڪهڙن پاپن
و قل ٿو هينئر آڏو اچيم. نهيو، مان پيڪي وڃي باقي جيوت جا
ينهن ڪاٽيندس پر ڀاڄ جي داسي ٿي ڪين رهنديس. بيعزتي
ان ته موت ڀلو آهي.

أن وچن جي ٿات بہ ڪا نہ ڪئي هئي. اِن ڪري دشرٿ سمجهيو
هو تہ راڄ ڪل جي مريادا موجب رام کي راڄتلڪ ڏيڻ ۾ ڪا رنڊڪ
نہ ٿيندي. ڪيڪئي جي من تي بہ ڪو غبار ڪونہ هو جو هوءَ بہ
شري رام کي پنهنجو پيٽ ڄڻيو پٽ ڪري سمجهندي هئي. ڪيڪئي
هڪ سريشٽ ڪل جي راڄڪماري هئي، انڪري ڪبريءَ منٿرا جا
ٻيچ ۽ سوارٿي ويچار هن تي جلدي غالب نہ پيا. هن چيو:- ڪبجا!
مونکي ڀرت جهڙو پيارو آهي، رام اُنکان بہ وڌيڪ پيارو آهي ۽ هو بہ
ڪوشليا کان وڌيڪ منهنجي سيوا ڪندو آهي. رام کي راڄ مليو تہ
ڄڻ ڀرت کي مليو جو رام پنهنجن ڀائرن کي پاڻ جهڙوئي ڪري
سمجهندو آهي. هو ڌرماتما، ڳڻوان، پراڪرمي ۽ مهاراجا جو وڏو پٽ
آهي، ان لاءِ راڄگديءَ تي هنجوئي حق آهي. هو ڀل وڏي حياتي
ماڻي ۽ سڀني جي پيءُ وانگر پالنا ڪري. تون هنجي راڄگديءَ جي
ڳالهہ ٻڌي ڇو ٿي جلين؟ چيل آهي تہ ڪاڻي، لنگڙي ۽ ڪبي کي ڪوتو
۽ ڪٽل سمجهجي ۽ جي اِهي دوش اِستريءَ ۾ هجن تہ اُن جهڙي ڪوٽي
ڪانہ سمجهڻ گهرجي. تون اسانجي ڪل ۾ ڏٺيرو وجهي رهي آهين!
منٿرا چيو:- تنهنجي جيڪو خوشامد ڪري سوئي توکي وڻي
ٿو ۽ منهنجي سچي ڳالهہ بہ توکي ڪوڙي ٿي لڳي! هڪ تہ وڌاتا
مونکي ڪيو ڪروپ، پر منهنجو ڇا؟ ڪير بہ وڃي راجا ٿئي، مان
ڪو داسيءَ مان راڻي ڪونہ ٿينديس. مونکي تہ ڏک اِهو آهي جو
تون راڻيءَ مان ٿي داسي ٿين، مون کان ڀرت جي ۽ تنهنجي برائي
سٺي نٿي وڃي. توکي پنهنجي سهاڳ جو ڪوڙو اڀمان آهي ۽ راجا
جي مٺين مٺين ڳالهين تي ڀنيلجي سمجهين ٿي تہ راجا تنهنجي
وس آهي! هوڏانهن ڪوشليا آهي چالاڪ ۽ گنڀير، هن جي ٿاهہ پائڻ
مشڪل آهي. هوءَ ڏسي ٿي تہ ٻيون ڀاڄيون تہ سندس آڳيا موجب
هلن ٿيون ۽ رڳو تون ئي پتي پريم جي گهمنڊ ۾ پرجي هنجي ڪا
نٿي ڪرين ۽ راجا جو رڳو توکي ئي پيار ڪري ٿو، سو هن کان
انلاءِ هن راجا کي صلاح ڏيئي ڀرت کي ناناڻي موڪليو ۽

۽ ڏک ۾ پرجي چوڻ لڳي:- اڙي ڀورڙي! ايڏي وڏي خطري جي ويجهي اچڻ تي به تون شوڪ جي بدلي آنند تي رهيو آهي! ڀاڄ جو پٽ ته سدائين دشمن آهي، اُنجي ڀلائي ڏسي ڪا سياڻي زال خوشي منائيندي؟ هن راڄ تي رام ڪان وڌيڪ ڀرت جو حق آهي. اِهو سمجهي رام پاڻ بي فڪر ٿي نشڪنٽڪ راڄ ڪرڻ لاءِ ڀرت کي سداءِ لاءِ گم ڪندو. رام جي راجا ٿيڻ تي ڀرت جي جان جو وڏو خطرو آهي. وڏ ڀاڳڻ ته آهي ڪوشليا، جو پٽس راجا ٿئي ٿو ۽ هوءَ راڄ ڀاڳ ماڻيندي ۽ تون به اسان وانگر سندس داسي ٿي هنجي اڳيان هٿ جوڙي بيهندينءَ ۽ تنهنجي پٽ ڀرت کي به رام جي شيوا ڪرڻي پوندي.

ڪن ڀين راماڻن ۾ لکيل آهي ته راجا دشرٿ کي جڏهن ڪوشليا يا ٻين راڻين مان ڪا پٽ سنتان پيدا ڪانه ٿي ته هن ڪيڪئي جي سند رتا تي موهت ٿي ۽ پٽ سنتان جي منشا سان هن سان شادي ڪرڻ چاهي. ڪيڪئي هڪ وڏي راڄ ونش جي راجڪماري هئي ۽ هنجي پتا، دشرٿ کان اِهو وچن ورتي پنهنجي ڌيءَ ڏني هئي ته ڪيڪئيءَ جو پيٽ جاول پٽ ئي دشرٿ ڪانپوءِ راڄگديءَ تي ويهندو. اُن وقت دشرٿ کي ٻين راڻين سان وواهه ڪئي گهڻو وقت ٿي چڪو هو پر ته به ڪيس ڪا سنتان ڪانه ٿي هئي، ۽ هو نراس ٿي چڪو هو. اِنڪري راجا دشرٿ بنا ڪنهن هٻڪ جي ڪيڪئي جي پيءُ کي اِهو وچن ڏيئي ڪيڪئي سان وواهه ڪيو هو.

پر ڪئين ورهيه گذري ويا ته راجا دشرٿ کي ڪيڪئيءَ مان به ڪا سنتان ڪانه ٿي. اُن ڪانپوءِ پترپشٽي يگيه ڪيو ويو هو ۽ اُن ڪري ٽنهي راڻين کي پٽ ڄاوا هئا ۽ اُنهن ۾ پٽ راڻي ڪوشليا جو پٽ ئي سڀني کان وڏو هو. شري رام راجائي گڻن ۽ پراڪرم جي ڪاڻ هو ۽ پرجا ۽ منتري منڊل به هنکي راجائي جي لائق ٿي سمجهو. اهڙيءَ حالت ۾ پنهنجي وڏي پٽ رام کي ڇڏي راجا ڀرت کي ڪيئن يوُراج بڻائي ها! هوڏانهن ڪيڪئي کي به رواجيءَ ريت پٽ نه ڄائو هو ۽ اُن وچن جي ڳالهه کي به گهٽيئي ورهيه ٿي چڪا هئا ته ڪنهن

ھئي ڪبي ۽ نالو ھوس منٿرا. تنھن جڏھن شري رام جي راڄتلڪ لاءِ ايوڌيا ۾ اُتسو منگل ٿيندا ڏٺا ۽ ڏٺائين تہ ڪوشليا پنھنجن سيني داسين کي نوان ڪپڙا ۽ مٺيا انعام ڏيئي رھي آھي، تڏھن ھوءَ جلي خاڪ ٿي ويئي. ھنڪي اِن ۾ ڪيڪئيءَ لاءِ خرابي سمجھ ۾ آئي ۽ ھوءَ اھو ڪم بگاڙڻ جا پھہ پچائيندي ڪيڪئيءَ وٽ آئي. ڪيڪئيءَ ڪيس اُداس ڏسي سبب پڇيو پر ھن ڪوَ جواب ڪو نہ ڏنس ۽ ڏکيا ساھہ ڪڍي لڙڪ وھائڻ لڳي. پوءِ جڏھن رائيءَ گھڻو پڇيس تڏھن چوڻ لڳي :- ھي ديوي! مھاراجا دشرٿ سياڻي رامچندر کي راڄگديءَ تي ويھاريندو، جو ٻڌي مان تہ دپ ۽ ڳڻتيءَ ۾ پرجي ويئي آھيان. تنھنجي دکہ سکہ ۾ئي منھنجو دکہ سکہ آھي. تنھنجو پتي توسان ٻاھرون تہ مٺيون مٺيون ڳالھيون ٿو ڪري پر آھي اندر جو ڪارو جو پرت کي نانائي موڪلي رام کي تخت تي ٿو وھاري!



منٿرا جي ڳالھہ ٻڌي ڪيڪئي خوشيءَ ۾ پرجي پنھنجو ھار لاھي منٿرا کي ڏنو ۽ چيائينس :- منٿرا! مان تہ ڀرت ۽ رام ۾ ڪو فرق نٿي سمجھان سو رام جي راڄتلڪ جو ٻڌي مان ڏاڍو خوش ٿي آھيان. اِن خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ ھيءَ قيمتي ھار وٺ ۽ پيو بہ جيڪي توکي گھرجي سو گھر. شري رام نہ مونکي پراڻن کان بہ وڌيڪ پيارو آھي. ھن جي راڄتلڪ جو ٻڌي توکي ڇو ٿو دکہ ٿئي؟

اِھو ٻڌي، منٿرا اُھو ھار وٺي زور سان ٻري ڦٽو ڪيو ۽ ڪروڌ

راجا دشرٿ پنهنجن چئن پٽن کي پريم ڪندو هو، پر اُنهن ۾ جو شري رام سڀني کان وڏيڪ گڻوان، پراڪرمي ۽ نمرتا وارو هو، سو راجا جو رامچندر ۾ تہ ساهہ هوندو هو. اهڙي تيجسوي ۽ سلڇڻي پٽ ڪري ڪوشليا جو بہ مان مٿي هو. رامچندر اهڙو تہ سوروير ۽ هشيار هلائڻ ۾ نپڻ هو جو دنيا پر ۾ هن جي برابري ڪرڻ وارو ڪونہ هو، پر تہ بہ هٺ يا وڏائي تہ رتي ماتر بہ ڪونہ هوس. هو سداءِ وڏن جي ادب ۾ رهندو هو ۽ سڀ سان مٺو ڳالهائيندو هو. هو اندر ۽ ٻاهر سداءِ پوتر رهندو هو، ڪڏهن ڪنهن تي ڪروڌ نہ ڪندو هو، پر دشمن کي ڏنڊ ڏيڻ، هيڻن جي همراهي ڪرڻ ۽ ودوانن ۽ تپسوين جي عزت ڪرڻ بہ هو خوب ڄاڻندو هو. انهن گڻن ڪري پرجا جو رام ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو ۽ رام بہ سدائين پرجا جي ڀلائيءَ ۾ لڳو رهندو هو. مطلب تہ وڏاڻا سڀني گڻن جو ڀنڊار آٿي شري رام ۾ ڪٺو ڪيو هو.

هڪ ڏينهن راجا دشرٿ جي پياريءَ راڻيءَ ڪيڪئيءَ جو پاءُ يڌاجيت راجا وٽ آيو ۽ اچي چيائينس تہ ڪرمڪ نالي راڪشس سندس پتا جي راڄ ۾ تباهي مچائي ڏني آهي، انڪري ڪيس مدد گهرجي. راجا دشرٿ پنهنجن پٽن ڀرت ۽ شترو گهن کي لشڪر ڏيئي مامي سان موڪليو. انهن وڃي راڪشسن کي جيتيو ۽ ناني جي ڪيڪئہ ديش ۾ شانتي قائم ڪرڻ لاءِ ڪجهہ وقت رهي پيا.

جڏهن سيتا ارڙهن ورهين جي ۽ رامچندر ستاويهن ورهين جو ٿيو، تڏهن هڪ ڏينهن راجا دشرٿ آرسيءَ ۾ ڏٺو تہ ڪن جي ڀرسان سندس وار اڇا ٿي ويا آهن ۽ ڄڻ تہ اِهو اُپديش ڏئي رهيا اٿس تہ ”هي راجا! هاڻي اچي پيرو ٿيو آهين، ان لاءِ راڄگدي رامچندر کي ڏيئي تون وڃي پنهنجو پرلوڪ سڌار.“ ان وقت رامچندر جي پراڪرم ۽ گڻن جي واڪاڻ سڀني جي وات هئي، ان لاءِ راجا دشرٿ پنهنجي جيئري ئي شري رام کي تخت تي وهارڻ جو ارادو ڪيو. هن پنهنجي گرو وسشٽ ۽ ٻين منترين سان بہ ان

# شري تلسي رامائڻ



## ايوڌيا ڪانڊ

رامچندرجي راڄتلڪ جون تياريون

प्रसन्नतां या न गताभिषेकतस्तथा न मम्ले बनवासदुःखतः।
मुखाम्बुज श्री रघुनन्दनस्य मे सदास्तु सा मञ्जुलमङ्गल प्रदा॥

شري رامچندرجي مک جي شوڀيا، جا راڄتلڪ جي ڳالهه ٻڌي نه پرسن ٿي ۽ نه بنواس جي ڏک سان رنج ٿي، سا شوڀيا منهنجي لاءِ سدائِ سندر چڱائي ۽ ڀلائي ڪرڻ واري ٿئي.

नीलाम्बुजश्यामलकोमलाङ्गं सीतासमारोपितवामभागम्।
पाणौ महासायकचारुचापं नमामि रामं रघुवंशनाथम्॥

نيل ڪمل سمان جنهنجا سانورا ۽ ڪومل انگ آهن، جنهنجي کٻي سي سيتا براجمان آهي ۽ جنهنجي هٿن ۾ سندر ڌنش ۽ امولهه ٻاڻ آهي، جي ناٿ شري رام کي مان نمسڪار ڪريان ٿو.

لا ٿائون. چارئي نهر ٻہ پنهنجن سسن کي پيرين پيئون ۽ پوءِ پنهنجن پٽنين سان ٻہ ڏاڍي آنند سان مليون.

انهي موقعي تي راجا دشرٿ ڄاڄين کي. ۽ پين ايوڌيا واسين کي گهوڙا، رٿ، ڪپڙا ۽ ڳهڻا ڏنا ۽ جنهن جيڪي گهريو تنهن کي سو ڏنو ويو. انريت چئني راجڪمارن جا وواهہ آنند منگل پوروڪ نروگهن سماپت ٿيا. چارئي راجڪمار پنهنجي پتا جي آگيا موجب راڄ جي سنڀال ڪرڻ لڳا ۽ سدائين اهڙا ڪم ڪندا هئا جنهن ۾ پرجا جي ڀلائي ٿئي. انڪري سڀ پرجا راجڪمارن مان ڏاڍو خوش رهندي هئي ۽ ڪين ڀائيندي هئي! راجڪمارن ۽ سندن استرين جو ٻہ پاڻ ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو ۽ خاص ڪري سيتا جي من ۾ تہ سدائي رام پيو وسندو هو ۽ شري رام جو من ٻہ سيتا ۾ سمايل هوندو هو. انريت انهن ٻنهي هڪ ٻئي جي پريم ۽ آنند ۾ گهڻيئي مندون گذاريون.

—:—

ٻال ڪانڊ سماپت.

—:—





شري رامچندر ڀرت جي ويس ۾.

شبي مهورت ۾ وواهن جا منگل ڪارج ٿيڻ لڳا ۽ خوب نارا، شرنايون ۽ باجا وڄڻ لڳا. راجا دشرٿ چئني ڪمارن کي ورتن لائق ويس ڪرائي جيئن وٺي وواهه منڊپ ۾ آيو، جتي وسشٽ ۽ وشوامتر ۽ ٻين برهمڻن ويد منتر اُچاريندي وواهه جو ڪارج شروع ڪرايو. اُنوقت راجا جنڪ، ديو ڪنيائن سمان پنهنجن ٻنهي ڌيئن ۽ ڀائٽين کي گهڻا ٻارائي وواهه منڊپ ۾ وٺي آيو جتي ڪل جون ريتيون رسمون پوريون ڪري، ويدن جي وڌيءَ موجب سيتا جو رام سان، اُرملا جو لڪشمڻ سان، مانڊويءَ جو ڀرت سان ۽ شرت ڪيرتيءَ جو شتروگهن سان وواهه ٿيو. اُنوقت چوطرف خوشيون ٿيڻ لڳيون:

ٻئي ڏينهن صبوح جو مني وشوامتر، راجا جنڪ ۽ دشرٿ کان موڪلائي تپسيا ڪرڻ لاءِ هليو ويو ۽ راجا دشرٿ ٻه ايوڌيا ورڻ جي تياري ڪئي. انوقت راجا جنڪ پنهنجن ڌيئن جي ڏيج ۾ ڪئين لک ڳئون، انيڪ اوني ڪمبل ۽ ڪروڙين ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙا، سينگاريل هاٿي، گهوڙا، وغيره ڏنا ۽ هٿ جوڙي راجا دشرٿ کي وينتي ڪئي:- مهاراج! توهان جيتريءَ جا لائق آهيو، اُها خاطري مونکان ڪجهه پئي ناهي ۽ جيڪي ڏنو اٿم سو پتر پُشپ سمجهجو ۽ هيءَ سڄو راڄ پنهنجو ڪري سمجهجو ۽ اسانکي پنهنجو شيوڪ ۽ ڪنيائن کي داسيون سمجهي پالنا ڪجو.

راجا دشرٿ ٻه جنڪ کي جوڳي ورائي ڏني ۽ ڪائونس موڪلائي پنهنجن نونهن کي پالڪين ۾ چاڙهي جيئن سميت ڌاڏيءَ ڌوم ڌام سان ايوڌيا واپس وريو. ايوڌيا ۾ پهچڻ مهل اُتي جا رهواسي آجيان ڪرڻ لاءِ آيا ۽ خوب ڌوم ڌام سان راجا ۽ جيئن کي شهر ۾ وٺي آيا. اُن موقعي تي ايوڌيا کي جهنڊين وغيره سان خوب سينگاريو ويو هو ۽ چوطرف ڍهل دماما ۽ نغارا وڄي رهيا هئا.

جڏهن راجا دشرٿ پنهنجن راجڪمارن ۽ نونهن سميت محلاتن ... تڏهن ڪوشليا، سمترا ۽ ڪيڪئي آدي راڻيون ڏاڍيون ... ۽ چانئٺ وٽ اچي پنهنجن نونهن کي پالڪين مان هيٺ

رامچندر سان پرڻائيندو تہ راجا دشرٿ ۽ سڀ درٻاري ڏاڍو پرسن ٿيا. جڏهن اهو شڀ سماچار راجا راڻين کي وڃي ٻڌايو ۽ ايوڌيا واسين ٻہ ٻڌو تڏهن گهر گهر ۾ آنند منگل ٿيڻ لڳا. راجا دشرٿ ٻئي ڏينهن ئي پنهنجي گرو وسشٽ، پروهتن، منترين، سردارن ۽ نگرواسين جي هڪ وڏي ڄڃ ڏاڍي ڌوم ڌام سان وٺي مٿلاپوريءَ لاءِ روانو ٿيو.

راجا جنڪ ان ڄڃ لاءِ رستي تي ڳوٺ ڳوٺ ۾ سڀ قسم جا سهنج ڪرائي رکيا هوا، جنهن ڪري ڄڃ کي واٽ تي ڪابہ تڪليف نہ ٿي. جڏهن اها ڄڃ مٿلاپوريءَ جي ٻاهران اچي پهتي تہ راجا جنڪ پنهنجن مٽن مائٽن سميت اڳواڻيءَ لاءِ آيو ۽ سندن آجيان ڪري آٽي سينگاريل محلاتن ۾ رهايائين، جتي هر قسم جو سک ۽ آرام ڏسي گهوٽيتا پنهنجا گهر بہ ڀلجي ويا. اُن وقت وشوامتر مني شري رام ۽ لڪشمڻ کي وٺي راجا دشرٿ وٽ آيو، جنهن ڏنڊوت پرڻام ڪري منيءَ جي چرڻن جي ڌوڙ پنهنجي سر تي رکي. منيءَ بہ آشيرواد ڏيئي سکہ ڪلياڻ پڇيس ۽ ٻنهي راجڪمارن کي صحيح سلامت واپس ڏنائين. راجا دشرٿ شري رام ۽ لڪشمڻ کي پريم سان هردي سان لڳايو ۽ وڇوڙي جو دکہ مٽايو. ٻئي راجڪمار گرو وسشٽ آدي برهمڻن کي پيرين پيا ۽ پنهنجن پائرن ۽ ڀين ڀاڄين سان بہ پتا يوڳيہ مليا. اُن وقت راجا دشرٿ جي اڳيان ويٺل چارئي پٽ اهڙي شوڀيا ڏيئي رهيا هوا، جو ڄڻ تہ ڌرم، اَرٿ، ڪام ۽ موکش چارئي ساڪيات منش روپ ڌاري آيا آهن.

ٻئي ڏينهن راجا جنڪ جي اهڙي مرضي ڏسي مني وشوامتر ۽ گرو وسشٽ راجا جنڪ جي ننڍيءَ ڌيءَ اُرملا جو مڱڻو لڪشمڻ سان ۽ جنڪ جي ڀاءُ ڪشڌوج جي ڌيءَ مانڊويءَ جو ڀرت سان ۽ ٻيءَ ڌيءَ شرت ڪيرتيءَ جو شتروگهن سان مڱڻو ڪرايو. انريت جڏهن چئني راجڪمارن جو مڱڻو ٿي ويو تڏهن راجا دشرٿ خوشيءَ ۾ پرجي هرهڪ پٽ جي ڪلياڻ لاءِ هڪ هڪ لکہ ڳئون ۽ ٻيو بہ گهڻوئي ڌن ۽ ڪپڙا لٽا برهمڻن کي دان ڪيا.

ان ريت پرشرام رامچندر جي جَمَ جَڪار مڃائيندو مهيندر پربت ڏانهن هليو ويو ۽ اهو ڏسي دشرٿ راجائون پڻ دهشت جهلي نہ سگهيا ۽ آهستي آهستي کسڪي پڇتي ويا. چئني طرفن خوشيون مڃائجڻ لڳيون ۽ دهل شرنايون ۽ نغارا وڄڻ لڳا ۽ گهر گهر ۾ استريون منگل گيت ڳائڻ لڳيون.



دشرٿ جو مٿلا اچڻ ۽ چئني راجڪمارن جا وواهہ.



راجا جنڪ هٿ جوڙي وشوامتر کي چيو:- هي ڀڳون! مون رامچندر جو پراڪرم چڱيءَ ريت ڏٺو ۽ هاڻي منهنجي سيتا سندس ڏرءِ پتني ٿيندي تہ شنجي ڪل جي ڪيرتي وڌائيندي. هاڻي توهان آگيا ڪريو تہ مهاراجا دشرٿ کي مٿلاپوريءَ گهرائجي ۽ وواهہ جي تياري ڪجي.

وشوامتر چيو:- هي راجن! ائين تہ ڌنش جي ڀڃڻ تي وواهہ ٿي چڪو، پر تنهن هوندي بہ ڪل مريادا موجب برهمڻن کي گهرائي ويد وڌيءَ انوسار وواهہ ڪرڻ گهرجي، ان لاءِ مهاراجا دشرٿ کي ايوڌيا مان گهرائي وٺو تہ اچي پنهنجي پٽ جي وواهہ جو سيوڪري.

راجا جنڪ پنهنجي منترين کي سمجهائي ايوڌيا روانو ڪيو ۽ پاڻ وواهہ جون تياريون ڪرڻ لڳو. وواهہ لاءِ هڪ مها سندر منڊپ ٺاهيو ويو ۽ راجا جي محلن ۽ سڄيءَ مٿلاپوريءَ کي ايترو تہ سينگاريو ويو جو شوڀا ڪيات اندرپوريءَ سمان ڀاسڻ لڳي. راجا جنڪ پنهنجي ڀاءُ ڪش ڌوج کي بہ سانڪشا نگريءَ مان گهرائي ورتو.

هيڏانهن راجا جنڪ جي منترين جڏهن راجا دشرٿ جي دربار ۾ اچي سموري حقيقت ٻڌائي تہ ڪٿي رامچندر اهڙو پراڪرم ڏيکاري مهاديو جو ڌنش ڀڳو آهي جيڪو وڏا وڏا هاڪارا سورويرَ ... ان لاءِ راجا جنڪ پنهنجي ڪنيا سيتا

ڪٽيءَ ايئن چونديءَ اگنيءَ ۾ پرويش ڪيو تہ:- جيڪڏهن منهنجو هردو سداءِ رگهوناٿ ۾ لڳل آهي تہ سڀ جو ساکي اگني ديوتا منهنجي رکيا ڪري! جي مون من، وچن ۽ ڪرم سان پنهنجي پتيءَ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهنجو ڌيان نہ ڪيو آهي تہ اگني ديوتا منهنجي رکيا ڪري! جي مان پترتا ۽ نشڪلنڪ آهيان تہ اگني ديوتا منهنجي رکيا ڪري!



ايئن چئي اگني ديوتا کي هٿ جوڙي، جڏهن سيتا اُن اگنيءَ جي پنيت ۾ گهڙي ويئي تہ اُتي بيٺل وانرن ۽ راکشسن ۾ هاهاڪار مچي ويو. پر سينيءَ جي اچرج جي حد نہ رهي جڏهن اُن اگنيءَ مان ساکيات پاڻ اگني ديوتا سيتا کي صحيح سلامت وٺي ٻاهر نڪتو ۽ چوڻ لڳو:- هي رگهوير! جانڪي بلڪل نردوش ۽ نشڪلنڪ آهي. راوڻ هن کي انيڪ لالچون ۽ ڌمڪيون ڏنيون، پر هن ستيءَ جو من ڪڏهن بہ وچلت نہ ٿيو ۽ هوءَ سداءِ توهانجي پريم ۽ ڀڳتيءَ ۾ درڍ رهي. هيءَ نشپاپ آهي؛ هن کي سويڪار ڪريو.

اگني ديوتا جا وچن ٻڌي چوڌاري خوشي ڇانئجي ويئي ۽ شري رام بہ پرسن ٿيو. هو چوڻ لڳو:- اگني ديوتا! مونکي چڱيءَ ڏ آهي تہ جانڪيءَ جو من سداءِ مونہ لڳل آهي، پر راوڻ جي ڪري.. لوڪن جي درشٽيءَ ۾ سندس پريکيا ٿيڻ ضروري

ڪندس ته عام پرجا لاءِ اِهو خراب مثال ٿيندو. انلاءِ هن سيتا کي چيو:- ڪلياڻي! سنگرام ۾ شترو ۽ کي جيتي مون توکي هن جي چنبي مان ڇڏايو ۽ پنهنجي اَپمان جو بدلو چڪايو. مون جو هيڏو ڪشالو ڪري هنن مترن جي پراڪرم ڪري يڌ ۾ سوڀ پاتي، سو رڳو توکي موٽائي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪين ڪيم، پر سداچار ۽ نيتيءَ جي رکيا لاءِ، اتياچاريءَ کي ڏنڊ ڏيڻ لاءِ ۽ پنهنجي اوچ ڪل جو منهن مٿي ڪرڻ لاءِ ڪيم. تون پرائي مرد وٽ رهي آهين ۽ تنهنجو هن سان سپرش ٿيو هوندو. انلاءِ هاڻي توکي جتي وڻي تتي وڃي رهه ۽ منهنجو توسان ڪو به پريوجن ڪونهي.

ايترن ماٺهن جي اڳيان پتيءَ جي مکه مان اهڙا ڪٺور وچن ٻڌي سيتا جي اکين مان جل جي ڌارا وهڻ لڳي. جنهن سيتا پتيءَ جي پريم ڪري ڪيترا سنڪٽ سٺا هوا ۽ اَچل ايڪنشٺا ڌاري پتيءَ جي تپسيا ڪئي هئي، تنهنکي اُهو پتي اڄ چيندڙ وچن چئي رهيو هو! انوقت هن سوريءَ جو تيج ظاهر ٿيو ۽ هوءَ چوڻ لڳي:- هي پراڻناٿ! توهان منهنجي سيل، ستت ۽ پريم کي ڄاڻندي به اهڙا ڪٺور ۽ اَڻ سهائيندڙ وچن چئي رهيا آهيو! راوڻ مونکي زوريءَ کڻي ويو، انوقت جو هن جي سرير سان منهنجي سرير جو سپرش ٿيو، تنهن ۾ منهنجو ته ڪو وس ڪو نه هئو. منهنجو وس ته پنهنجي من تي آهي جو سدائين توهانجي ڌيان ۾ لڳل آهي. ان هوندي به جو توهان منهنجي سداچار ۾ سنديهه ڪريو ٿا ته منهنجي جيئڻ مان ڪهڙو سود! هي لڪشمڻ! تون منهنجي لاءِ چکيا تيار ڪر ته مان اگنيءَ ۾ پرويش ڪري هن شرير کي ڀسم ڪري ڇڏيان.

لڪشمڻ سيتا جو اَپمان سهي نٿي سگهيو، پر اُنوقت رامچندر جو تيج ساکيات يمراج سمان هو جو هن کي ڪجهه چوڻ جي ڪنهنکي به همت نه ٿي. سيتا جا وچن ٻڌي لڪشمڻ رامچندر ڏانهن نهاريو ۽ اشاري مان سندس مطلب سمجهي هن وڏي چکيا تيار ڪري اُن ۾ اگني لڳائي. سيتا هٿ جوڙي رامچندر جي پرڪرما






نايو. رامچندر ڪجهه وقت مؤن ڏاري ويچار ۾ وينو رهيو ۽ پوءِ
و ساهه کڻي. وڀيشڻ ۽ انگد کي آگيا ڪيائين ته سيتا کي سنان
ڪرائي ۽ راجائي ڪپڙا ۽ گهه پارائي وٺي اچو. جيتوڻيڪ جانڪيءَ جي
رضي هئي ته هوءَ سنان ڪانسواءِ ميرن ڪپڙن ۾ ئي پتيءَ وٽ وڃي،
تہ به هن پتيءَ جي آگيا موجب سنان ڪيو ۽ راجائي وستر پهريا
، هنجي ڪومايل سرير ۽ اُداسيل منهن ۾ پاڻي آيو. پوءِ هنکي هڪ
سينگاريل پالڪيءَ تي چاڙهيائون، جنهنجي چوگرد سوني جون
لٺيون کڻي دربان هلڻ لڳا. جڏهن اُها پالڪي وانر سئنا مان لنگهي،
تہ جنهن سيتا لاءِ هيڏو سنگرام لڳو هو تنهن جو درشن ڪرڻ لاءِ، وانرن
جا حشام اچي مڙيا ۽ هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيڻ لڳا. تڏهن سگريو ۽
وڀيشڻ سپني کي چيڀيڻ ۽ پالڪيءَ کان پري ڪرڻ لڳا. اهو ڏسي
رامچندر چيو:- هنن وانرن کي ڇو ٿا پري ڪريو؟ هي سڀ منهنجا
مائٽ ۽ پيارا آهن. جانڪيءَ کي چئو تہ پالڪيءَ مان لهي پٽدل اچي
تہ جيئن سپيئي کيس ڏسي سگهن.

رامچندر جا اهي گنڀير وچن ٻڌي لڪشمڻ، وڀيشڻ ۽ سگريو کي
ڏاڍو ڏک ٿيو پر هو ڪجهه ڪهي ڪين سگهيا. سيتا لڄ ۾ ٻڏجي
پٽدل وانرن جي سئنا مان لنگهي پنهنجي پراڻنات وٽ آئي. هنجي
من ۾ پتيءَ سان ملڻ جي جا اُڪير هئي تنهن جو تہ ورڻن ڪري
نٿو سگهجي. هن وسمي، آنند ۽ پريم پرڀل نيڻن سان رامچندر جو
منوهر منهن ڏٺو تہ هن جي گهڻي وقت جي من جي پيڙا دور ٿي. ۱
انوقت جانڪيءَ جو مکہ پرسن ٿي نرمل چندرمان سمان ڀڪڻ لڳو.

پنهنجي اڳيان جانڪيءَ کي نمرتا سان بيٺل ڏسي رامچندر
کيس ڪجهه وقت تہ نهاريندو رهيو. ڪارن گهنگهرال وارن واريءَ
سندر ڪمل نيڻيءَ پياريءَ پتنيءَ کي گهڻي عرصي ڪانپوءِ ڏسي هنجي
هرديءَ ۾ پريم ٻرجي آيو، پر لوڪ مريادا جي رکيا لاءِ هن پنهنجي
پريم کي بہ دٻي ڇڏيو. هن سوچيو تہ پرائي مرد جي گهر رهيل استري
.. ، سڌ ڪرڻ ڪانسواءِ، جي مان پريم جي وس ٿي سويڪار

## سيتا جي اگني پريکيا.

شري رامچندر هنومان کي چيو ته هو، وڀيشڻ کان آگيا وٺي سيتا کي وڃي سموري حقيقت ٻڌائي ۽ سندس نياپو وٺي اچي. هن پيري هنومان لنڪا ۾ ويو ته راڪشسن سندس آدرستڪار ڪيو ۽ هو لنڪا نريش وڀيشڻ کان موڪل وٺي اشوڪ واٽڪا ۾ آيو. اُتي اچي هنومان ماتا سيتا کي پرڻام ڪيو ۽ راوڻ جي موت ۽ رامچندر جي ڪشل منگل جو پريه سماچار سڻايو. اِهو ٻڌي سيتا کي گھڻيءَ خوشيءَ ڪري ڪجهه اُجهيوئي ڪو نه ٿي، پر جڏهن سامت ۾ آئي، تڏهن چيائين:- هي مهاوير! مونکي تو جيڪو سماچار سڻايو آهي تنهن جي بدلي توکي ڏيڻ لائق مونکي ڪا به وستو ڏسڻ ۾ نٿي اچي! ٽنهي لوڪن جو راڄ به اِنجي بدلي تڇ آهي.

هنومان چيو:- هي ديوي! اوهانجي الوڪڪ پتورت ڌرم ڪريئي رامچندر جي جيت ٿي آهي. توهان جهڙي سٺيءَ جوءِ پريو رامچندر جو درشن مونلاءِ سڄي پرٿويءَ جي راڄ کان به وڌيڪ آهي. هاڻي توهان مونکي آگيا ڏيو ته مان هنن نرديي پهريدار راڪشياڻين کي ماري ڇڏيان جو هيءَ توهانکي ڏمڪائينديون ۽ ستائينديون هيون.

اِهو ٻڌي سيتل سڀاوَ واريءَ سيتا ورندي ڏني:- نه، نه، هرگز نه! هنن ويچارين جو ڪو به ڏوهه ڪونهي. هيءَ ته ويچاريون فقط حڪم جون ٻانديون هيون ۽ راوڻ جي حڪم موجب هلنديون هيون. مونکي جيڪو دک پراپت ٿيو سو منهنجي پرالبڌ ۾ لکيل هو. دک ڏيندڙ ته هڪ وسيلو آهي، انلاءِ اُن تي ڪروڌ ڪرڻ نه گهرجي. پيو ته اپراڌ سڀ کان ٿيا پيا ٿين، تنهن ڪري اپراڌيءَ سان به برائيءَ عيوض ڀلائي ڪرڻ گهرجي. هاڻي تون جلد منهنجي سواميءَ وٽ موٽي وڃ جو مان سندس درشن جي پياسي آهيان.

هنومان سيتا کان موڪلائي شري رام کي اچي سندس نياپو

راوڻ جي موت تي اهانجو ويرياءَ ۾ پوروتي چڪو. هاڻي جيئن هو تنهنجو ڀاءُ آهي، تيئن مونکي ۾ پيارو آهي. هو سنگرام ۾ شوروير ۽ پراڪرمي هو ۽ يڌ ۾ مري هن ڪترين جي اُلم گتيءَ کي پراپت ڪيو آهي. انلاءِ ڌرم انوسار توکي هن جو اگني سنسڪار ڪرڻ گهرجي، جنهنم توکي جس ملندو.

شري رام جا اهي وچن ٻڌي، وڀيشڻ وڏيءَ انوسار راوڻ جو اگني سنسڪار ڪيو، تڏهن مندودري آدي راڻيون ٻــ راوڻ کي ڄلانجلي ڏيئي محلات ڏانهن موٽي ويون. پوءِ وڀيشڻ رامچندر جي اڳيان هٿ جوڙي اچي بيٺو. تڏهن رامچندر لڪشمڻ کــي آگيا ڪئي:- هي پيارا! توڻ وانرن جي راجا سگريو، رڇراج جامونت، انگد ۽ هنومان آدي ويرن کي لنڪا ۾ وڃي وڀيشڻ کـــي راجگديءَ تي ويهار.

رامچندر جي آگيا موجب سڀيئي لنڪا ۾ ويا ۽ وڀيشڻ کــي راجتلڪ ڏنائون. سڀني هٿ جوڙي وڀيشڻ اڳيان سـر نوايو ۽ پوءِ وڀيشڻ سڀني منترين کي وٺي رامچندر وٽ آيو ۽ اچـــي ڪيس پيرين پيو. رامچندر ڪيس اُٿاري ڪٺي ڇاتي سان لاتو ۽ پوءِ سڀني وانرن کي پاڻوٽ گهرائي چوڻ لڳو:- هي وانر ويرو! توهانجي پراڪرم ڪري ئي پربل شترو مارجي ويو ۽ وڀيشڻ کي لنڪا جو راڄ مليو. توهان مونتي جيتري ڀلائي ڪئي آهي ســا مان ورڻن ڪري نٿو سگهان. توهان مونکي پنهنجن ڀائرن سمان پيارا آهيو ۽ مان توهانجي اُپڪار جو بدلو ڏيئي نٿو سگهان.

رامچندر جا مڌر وچن ٻڌي وانرن جي اکين مان پريم پريل لڙڪ وهڻ لڳا ۽ هو شري رام جي پيرن تي ڪري چوڻ لڳا:- هي ناٿ! اسانجي ڪهڙي سمرٿي آهي جو خسيس وانرن کـــان مهاڀينڪر ن ماريا وڃن! اِهو سڀ توهانجوئي پرتاپ آهي. اسان وانرن (نماڻو) ڇاڻي توهان اسانکي ڪرتارٿ ڪيو آهي.

لڳيون. راوڻ جون راڻيون، جن کي ڏسڻ بہ درلڀ هو، سي اڄ وار ڇوڙي، ڇاتي پٽي، اوڇنگارون ڏيئي روئڻ ڪري رهيون هيون. مندودري چوڻ لڳي:- هي سوامي! ورڻ ڪبير ۽ اِندر آدي ديوتائن کي بہ توهان جيتيو هو، پر توهانکي هڪ بنواسي منش ڪيئن ماري سگهيو؟ نشچيہ سان شري رام وشڻو ڀڳوان آهي ۽



ستي سيتا لڪشمي آهي. اُنهنجو اپمان ڪري؛ توهان هيءَ ڦل پاتو ۽ مونکي وڌوا ٿيڻو پيو. ميہ دانوُ منهنجو پتا، راوڻ منهنجو پتي ۽ اِندرجيت منهنجو پٽ، اُنهن تي مونکي ڪيترو نہ گيرب هو! پر هاءِ؛ زمانو ساڳيو نٿو رهي. مان اڀاڳڻ توهان لاءِ رڙان پٽيان ۽ توهانجوُن پيون پياريون راڻيون بہ اناٿ ٿي ورلاپ ڪري رهيون آهن. هي ناٿ! هنن کي نہ اُٿي ڌيرج ڏيو. توهان سوني جي پلنگن تي سمهڻ وارا اڄ ڌوڙ ۾ ڪيئن پيا آهيو!

پنهنجي گهر جي استرين کي روئندو ڏسي، وڀيشڻ جي من ۾ بہ ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ هو بہ روئڻ لڳو. تڏهن رامچندر جي آگيا موجب لڪشمڻ وڀيشڻ کي گهڻي قدر سمجهائي ڌيرج ڏنو. راڻين جا ورلاپ ٻڌي وڀيشڻ کي ڏک تہ ٿيو پر تہ بہ هن اتياچاري پاءُ جو اگني سنسڪار ڪرڻ واجب نٿي سمجهيو. انوقت رامچندر کيس چيو:- هي وڀيشڻ! دشمني جيئندي جيئَ تائين ٽڪندي آهي ۽

لڳو ۽ اُن کي ڏاري ڇڏيائين . اُهو ٻاڻ راوڻ جا ٻراڻ ڪڍي واري



اهي رامچندر جي ترڪش ۾ پيو.

راوڻ جي مرڻ تي چوطرف رامچندر جي جئہ جئڪار ٿيڻ لڳي ۽ ديوتائون پشپن جي ورکا ڪرڻ لڳا . شترو ۽ کي ماري ۽ پنهنجي پرتگيا پوري ڪري شري رام ٻہ ڏاڍو ٻرسن ٿي مشڪڻ لڳو. ان وقت هنجي وچتر ڇبي ٻہ ڏاڍي منوهر هئي . جٽائون مٿي لٽي ، هٿن ۾ ڌنش ٻاڻ، شيام سندر بدن تي رت جون بوندون ۽ سندس پرسن مک ڇبيءَ مان وير رس ٽپڪي رهيو هو. انوقت وانرن جي سٽنا ۾ هوُ الين شروع رهيو هو، جيئن ديوتائن جي وچہ اندر.

راوڻ جو اڳين سنسڪار ۽ وڀيشڻ جو راجتلڪ .

راوڻ جي مرڻ جو ٻڌي ساڻس راڻيون ملدودري وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پئي . ساڻس ٻيون راڻيون ڪيس آٿاري ۽ ورلاپ ڪندي ن پڌ پوميءَ ۾ رلي آيون . اهي راڻيون پنهنجي پرتاپ شالي ... ڪلئيل ديہ تي لوڙ ۾ ڪڏون ۽ ڪجهن جي وچہ ... جل وهائي ۽ ورلاپ ڪرڻ لڳيون . هو راوڻ ... هلس ۽ ٻل جو ورڻن ڪري اوسارڻ




ڪيو جو راوڻ جي هٿن مان ڌنش ڀاڻ ڪري پيو ۽ هو ٻانوا ٻول ٿي رٿ ۾ ڪري پيو. اهو ڏسي راوڻ جو سارٿي ڊپ ۾ ڀرجي راوڻ جو رٿ يڌ ڀومي کان ٻاهر هڪلي ويو. راوڻ جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن ڀاڻ کي يڌ ڀومي کان ٻاهر ڏسي پنهنجي سارٿيءَ تي ڏاڍو ڏمريو. راوڻ جي مٿان تہ ڪال سوار هو ۽ سندس ووِيڪ شڪتي ناس ٿي ويئي هئي. هو سارٿيءَ کي چوڻ لڳو:- اڙي مورکہ! تو مونکي ڳيدي سمجهي يڌ ڀوميءَ مان هيڏي آڻي منهنجي عمر ڀر جو جس ۽ ڪيرتي ٻوڙي ڇڏي. هينئر سيگهہ مانِ واپس ور، جو ائين نہ ٿئي تہ متان منهنجو شترو ڀڄي وڃي.

سارٿيءَ وراڻيو:- مهاراج! مان توهانجو هت-چنتڪ آهيان ۽ شتروءَ جو وڌيل پراڪرم ۽ تيج ڏسي توهانکي بچائڻ لاءِ هيڏي ڀري وٺي آيو آهيان. هاڻي توهانجي آگيا موجب يڌ ڀوميءَ تي وري هلائنو

انريت جوش ۾ ڀرجي راوڻ جڏهن ٻيهر يڌ ڀوميءَ تي آيو تہ ڀينڪر استرن شسترن جي ورکا ڪرڻ لڳو. رامچندر اُنهن هٿيارن کي ڪٽڻ لاءِ ٻيا استر هلائڻ لڳو ۽ اُهي استر شستر پاڻ ۾ ٽڪرجي اهڙو ڀينڪر آواز ڪرڻ لڳا ڄڻ تہ بارود سان ڪو پهاڙ ڏري رهيو هجي. راوڻ ڀانت ڀانت جا هٿيار، گدا، چڪر، ڀالا، ترشول آدي هلائيندو رهيو جي رامچندر ڪاٽي پنهنجن تکن تيرن سان راوڻ جا سر ٻانهون ۽ ٻيا انگ ڪاٽڻ لڳو. راوڻ جا اهي سر يا انگ ڪٽجي وري بہ نوان ٿي ٿي پيا، جو ڏسي رامچندر چنتا ۾ پئجي ويو تہ هيءَ شترو تہ مرڻ سان بہ نٿو مري. انوقت ماتليءَ کيس صلاح ڏني تہ برهم استر جو پريوگہ ڪريو.

ماتليءَ جي ياد ڏيارڻ تي رامچندر اگست منيءَ جو برهم استر ڪڍيو. اُهو اموگهہ استر سڀني تتون جي سار تيج مان ٺاهيو ويو هو ۽ پرليہ ڪال جي اگنيءَ سمان تيجسوي ۽ ڀسم ڪندڙ هو. شري رام انهيءَ استر کي وڏيءَ ٻوروڪ ڌنش تي چاڙهي راوڻ کي هنيو. اُهو ٻاڻ وڄ سمان ڀينڪر ڪڙڪاٽ ڪندو راوڻ جي ڇاتيءَ تي وڃي



اهو ڏسي وڀيشڻ ڳدا کڻي وڃي راوڻ سان يڌ ڪرڻ لڳو. جنهن وڀيشڻ کي راوڻ اڳيان اکيون مٿي کڻڻ جي جرئت ڪين ٿيندي هئي، سوئي وڀيشڻ اڄ رامچندر جي پرتاپ ڪري راوڻ سان دوبدو ڳدا يڌ ڪرڻ لڳو. وڀيشڻ راوڻ جي ڇاتيءَ ۾ اهڙي زور سان ڳدا هنيئين ته راوڻ جي ڏهن ئي مکن مان رت جون اُلٽيون ٿيڻ لڳيون. راوڻ اُنجي ڪجهه پرواهه نه ڪري وڀيشڻ سان ڏاڍي ڪروڌ ۾ ڀرجي وڙهڻ لڳو جو وڀيشڻ جلدئي ساڻو ٿي پيو. تڏهن هنومان وڃي راوڻ جي سامهون ٿيو ۽ ٻيا وانر به راڪشس سئنا سان لڙڻ لڳا. وري به اڄي مها سنگرام متو. تڏهن راوڻ هڪ مايا رچي ۽ هڪ اهڙو استر هلايو جو چوطرف اُجو ڳهاٽو دونهون ڦهلجي ويو جو سپيئي هڪ ٻئي کي ڏسي نٿي سگهيا. پوءِ جڏهن اُهو دونهون ڏور ٿيو ته چوطرف لکين ڪروڙين راوڻ ڏسڻ ۾ آيا جيڪي وانرن سان وڙهڻ ۽ گرجڻ لڳا. تڏهن وانر ڏاڍو دکي ٿيا ۽ چوڻ لڳا ته هاڻي جيت جي آشا رکڻ اجائي آهي جو هڪ راوڻ کي جيتڻ ئي مشڪل هئو سو انهن بيشمار راوڻن کي ڪيئن ماري سگهبو!

انوقت رامچندر سرجيت ٿيو ۽ پنهنجي سئنا کي وياڪل ڏسي، جي سمجهيءَ مايا جو ناس ڪيائين جو رگهو هڪ راوڻ وڃي بچيو. ... ر راوڻ کي اهڙي زور سان استر شسترن جو پريوگ

رامچندر جا وچن ٻڌي راوڻ ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳو ۽ ٻوءِ ڪروڌ ۾ ڀرجي رامچندر مٿان هڪ ساهيءَ اينترا ته تير هلايائين جو بادلن ۾ سورج وانگر، رامچندر تيرن ۾ ڍڪجي ويو. تڏهن رامچندر هڪ ئي اگني ٻاڻ هلائي سڀني تيرن کي ڪن پل ۾ ناس ڪري ڇڏيو. راوڻ هڪڙو استر اهڙو هلايو جو اُن مان سورج سمان انيڪ تيز چڪر پرگهٽ ٿي رامچندر کي ناس ڪرڻ لاءِ آيا، پر رامچندر وايويه اَستر هلائي اُن اَستر ۽ چڪرن کي ناس ڪري ڇڏيو. رامچندر راوڻ جي گندرو استر جو جواب گندرو استر سان ڏنو ۽ جڏهن راوڻ ناڳه استر جو پريوڳه ڪري اسنڪيه زهريلا ناڳه پيدا ڪيا ته رامچندر گرڙ اَستر هلايو جنهن سان سڀ ناڳه ڪاٽجي ويا. پنهنجن ديوي اَسترن کي بيڪار ٿيندو ڏسي راوڻ پنهنجن تکن تيرن سان رامچندر جي گهوڙن کي زخمي ۽ سارٿيءَ کي مورڇت ڪري ڇڏيو.

رامچندر پنهنجي سارٿيءَ کي سرجيت ڪيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي راوڻ تي اهڙي زور سان تير هنيا جو هن جو رٿ پرزا پرزا ٿي پيو ۽ گهوڙا مري ويا. راوڻ اُمالڪ وڃي ٻئي رٿ تي چڙهيو ۽ هڪ مهاڀاري ترشول رگهوناٿ مٿان اُڇلايائين. رامچندر اِندر جي ڏنل شڪتي سان اُن ترشول کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. رامچندر راوڻ جي ڏهن ئي سرن ۾ ڏهه تير هنيا جنهنڪري راوڻ جي سسين مان رت لاتون ڪري وهڻ لڳو. راوڻ رامچندر تي به اسنڪيه ٻاڻ هلايا پر رامچندر اُنهن ٻاڻن کي ڪاٽيندو، پربت سمان اَچل ۽ اَڏول بيٺو رهيو. سڀيئي وانر ۽ وڀيشڻ آدي راڪشس رام راوڻ جي اِها وچتر يڌ ڏسي اَچرج ۾ ڀرجي ويا. اُنوقت راوڻ هڪ مها ڀينڪر اموگهه شڪتي وڀيشڻ تي هلائي. اُن شڪتيءَ کي مهاڪال جي ڏنڍي سمان وڀيشڻ جا پراڻ وٺڻ لاءِ ايندو ڏسي شرڻاگت وتسل پڀو رامچندر وڀيشڻ کي پٺيان ڪري پاڻ تي اُن شڪتيءَ جو وار ٽيڻ ڏنو. انلاءِ شري رام ٿوريءَ دير لاءِ مورڇت ٿي ڪري پيو.

لي آيو.

ي، ڀڄهن هو هڪ اُلم رٿ تي سوار ٿي ڀهر يڏ پوءِ لي سوار تي ڀهر يڏ پوءِ لي آيو.
ي، پڄهن هو هڪ اُلم رٿ کي سوار ٿي پهر يڏ پوءِ کي آيو.



ي، ڀڄهن هو هڪ اُلم رٿ کي سوار ٿي ڀهر يڏ پوءِ کي آيو، ڀڄهن هو هڪ اُلم رٿ ...

”هاءِ رام! رکيا ڪريو“ پڪاري هيڏي هودي ڀڄڻ لڳا. تڏهن رامچندر اگني استر هلايو جنهنڪري آڪاش ۾ سورج جهڙو پرڪاش ٿي ويو جنهن ۾ اُهي سڀ ماياوي جيو گم ٿي ويا.

اندڪار ناس ٿيو ته وانرن همت ٻڌي راڪشس سئنا تي زور سان حملو ڪيو. ٻنهي پاسن ۾ گهور يڌ مچي ويو. ڪرپاڻ ۽ تلوارون ائين چمڪڻ لڳيون جڻ ڏهن ئي [ڏسائن ۾ وڄ ڪنوي رهي آهي. هاٿين، گهوڙن ۽ سانڍن جي اهڙي چيڪار ٿيڻ لڳي جو جڻ انيڪ بادل گرجي رهيا آهن. رامچندر ۽ ٻين شورويرن جي تکن تيرن سان سر ڌڙن کان ڌار ٿي برف جي ڳڙن وانگر وسڻ لڳا. ٻاڻن، تلوارن ۽ کهاڙن جي لڳڻ ڪري شريرن مان رت ائين وهڻ لڳو جيئن چشمن مان جل وهندو آهي. ڪاتُرن کي ڏڪائڻ واري رت جي ڀينڪر ندي وهڻ لڳي، جنهن ۾ هاٿي، گهوڙا، گڏهه جل جي جيون وانگر وهڻ لڳا. وڏا وڏا جوڌا جنگ ۾ ڪنجي ائين ڪرڻ لڳا، جيئن اُن نديءَ جي ڪناري بيٺل وڏا وڏا وڻ ڍهي پوندا آهن. انهي جي چربي اُن نديءَ ۾ جل جي ڦيڻ وانگر ٿي لڳي. ڀوت پشاچ ۽ بئتال اُن ڀينڪر نديءَ ۾ سنان ڪري ٿهڪ ڏيڻ لڳا. ڪانو ۽ سرڙيون اُن نديءَ ۾ وهندڙ هٿ، ٻانهون وغيره عضوا کڻي اُڏامڻ لڳيون ۽ هڪ ٻئي کان ڇني کائڻ لڳيون. ڀوتڙيون ۽ پشاچڻيون کوپرين ۾ ڀري ڀري رت ۽ چربي پي ڍءُ ڪري، کوپرين جا جهانجهه وڄائي، نچڻ ۽ ٿهڪ ڏيئي ڀينڪر گيت ڳائڻ لڳيون. چوطرف هاءِ هاءِ ۽ مارو ڪاٽو جي گرجنا ۾ راڪشسن ۽ وانرن جي اُها مها ڀينڪر يڌ گهڻو وقت هلندي رهي.

-:-

## راوڻ جو موت.

---

راوڻ جو رٿ، سارٿي ۽ گهوڙا رامچندر هٿان ناس ٿي چڪا هئا ۽ هن ڏٺو ته سندس سڀني سردارن جو انت ٿي چڪو

هڪ خسيس جيءُ آهي.
رامچندر جا اهي ڏرم مئہ وچن ٻڌي، وپيشڻ سندس چرڻن
ي ڪري پيو. انوقت ٻنهي سئنائن ۾ مها سنگرام شروع ٿـي ويو.
ي هاسن جا جوڙا متوالا ٿي هڪ ٻئي کي ڪٽڻ ۽ مارڻ لڳا. راڪشس
پنهي ٻاسن جا جوڙا متوالا ٿي هڪ ٻئي کي ڪٽڻ لڳا ۽ وانر اُنهن کـي
پنهنجن پينڪر هٿيارن سان وانرن کي ڪٽڻ لڳا ۽ وانر اُنهن کـي
پنهنجن ٽڪن ننهن سان پيٽ چيري آنـڊا اوجهريون
هيٺ دسـي پنهنجن سئناپتي وروپاڪيہ جي
گجيءَ ۾ پالي گرجڻ لڳا. سـگريو راوڻ جي سئناپتي وروپاڪيہ جي
هاٿي جي مغز تي ڏاڍي زور سان هڪ پٿر جي چپ هڻين جو اُهو
هاٿي پوئتي پيچي راڪشسن جي سئنا کي ئي لتاڙڻ لڳو. وروپاڪيہ
ٽپ ڏيئي هاٿيءَ تان هيٺ لٿو ۽ سگريو تي ٽلوار جو وار ڪيائين.
سگريو جو رت وهڻ لڳو تہ بہ هن گدا جي هڪ ڀرپور ڌڪ سان
وروپاڪيہ جو مغز ڏاري ڇڏيو ۽ هو مري ويو. وروپاڪيہ کـي مئل
ڏسي مهودر نالي وڏي پيٽ واري مها ٻلوان راڪشس سگريو تي حملو
ڪيو، پر نيٺ سـگريو ٽلوار سان سندس سر ڪپي ڇڏيو. پوءِ مها پارشو
۽ انگد جي پاٽہ گدا يڌ ٿي جنهن ۾ مها پارشو مارجي ويو.
پنهنجن ٽنهي سئناپتين جي مارجڻ تـي راوڻ ڪروڌ ۾ ٻرجي
هڪ تامس نالي اهڙو استر هلايو جو وانر سئنا ۾ چوطرف باهہ جا مچ
ٻرڻ لڳا ۽ وانر اُن ۾ جلڻ ۽ ڪيڪون ڪري هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ
لڳا. انوقت رامچندر ورڻ استر هلايو جنهنڪري اُها اڳني شانت
ٿي وئي ۽ چوطرف ٿڌي هير لڳڻ لڳي. راوڻ رامچندر تي زهريلن
ٻاڻن جي ورکا ڪرڻ لڳو، پر شري رام اُنهن کي وچہ کـي ڪٽيندو
ٿي ويو. ٻنهي طرفن کان ايترا تہ ٻاڻ هليا جو آڪاش ٻاڻن سان ڀرجي
ويو ۽ اوندهہ ٿي وئي. پر جڏهن سورج است ٿيو تڏهن تہ چوطرف
گهاٽو انڌڪار ٿي ويو تہ بہ ٻنهي سينائن جي وچہ لڙائي وڌيڪ پينڪر
ٿي وئي. انوقت راوڻ اهڙي مايا پکيڙي جو بيشمار شينهن،
ٿي. اجگر ۽ واسينگ نانگ اچي پيدا ٿيا. پوءِ تہ چوطرف
۽ وانر ڏاڍا وياڪل ٿي "هاءِ رام! رکيا ڪريو."

”هاءِ رام! رکيا ڪريو“ پڪاري هيڏي هودي ڀڄڻ لڳا. تڏهن رامچندر اگني استر هلايو جنهنڪري آڪاش ۾ سورج جهڙو پرڪاش ٿي ويو جنهن ۾ اُهي سڀ ماياوي جيو گم ٿي ويا.

اندڪار ناس ٿيو تہ وانرن همت ٻڌي راڪشس سئنا تي زور سان حملو ڪيو. ٻنهي پاسن ۾ گهور يڌ مچي ويو. ڪرپاڻ ۽ تلوارون ائين چمڪڻ لڳيون ڄڻ ڏهن ئي ڏسائن ۾ وڄ ڪنوي رهي آهي. هاٿين، گهوڙن ۽ سانڍن جي اهڙي چيتڪار ٿيڻ لڳي جو ڄڻ انيڪ بادل گرجي رهيا آهن. رامچندر ۽ ٻين شوروبيرن جي تکن تيرن سان سر ڌڙن کان ڌار ٿي برف جي ڳڙن وانگر وسڻ لڳا. ٻاڻن، تلوارن ۽ کهاڙن جي لڳڻ ڪري شريرن مان رت ائين وهڻ لڳو جيئن چشمن مان جل وهندو آهي. ڪانئرن کي ڏڪائڻ واري رت جي ڀيانڪر ندي وهڻ لڳي، جنهن ۾ هاٿي، گهوڙا، گڏهہ جل جي جيون وانگر وهڻ لڳا. وڏا وڏا جوڌا جنگ ۾ ڪٽجي ائين ڪرڻ لڳا، جيئن اُن نديءَ جي ڪناري بيٺل وڏا وڏا وڻ ٻڌهي پوندا آهن. انهي جي چربي اُن نديءَ ۾ جل جي قيڻ وانگر ٿي لڳي. ڀوت ۽ ٻتال اُن ڀيانڪر نديءَ ۾ سنان ڪري ٽهڪ ڏيڻ لڳا. ڪانو اُن نديءَ ۾ وهندڙ هٿ، ٻانهون وغيره عضوا ڪٽي اُڏامڻ کان جي ڪاڻ لڳيون. ڀوتڻيون ۽ پشاچڻيون ت ۽ چربي پي يڌ ڪري، کوپرين جا جهانجهہ جي ڀيانڪر گيت ڳائڻ لڳيون. چوطرف راڪشسن ۽ وانرن جي اُها مها ڀيانڪر

راوڻ جو موت.

بو رت، سارٿي ۽ گهوڙا رامچندر هٿان ناس ٿي چڪا ن چڏهن ڏٺو تہ سندس سڀني سردارن جو انت ٿي چڪو

سو ناسوان ۽ بدل سدل ٿيڻ وارو آهي ۽ انلاءِ ڏکر ڪرڻ نہ جڳائي.
سنت تلسيداس ٿو چوي:-

तिन्हहि ग्यान उपदेसा रावन। आपुन मंद कथा सुभ पावन॥
पर उपदेस कुसल बहुतेरे। जे आचरहिं ते नर न घनेरे॥

راوڻ انهن کي گيان اُپديش ڏنو. پاڻ نيچ، پر وچن ڏاڍا شيپ ۽ پوتر. ٻين کي اُپديش ڪرڻ ۾ تہ گهڻيئي هوشيار ٿيندا آهن، پر اُن اُپديش تي هلت ڪرڻ وارا گهٽا نہ ٿيندا آهن.

انريت راوڻ استرين کي سمجهايو پر پنهنجي من ۾ تہ ڏاڍو شوڪ ۽ ڪروڌ پيدا ٿيل هوس. هو سوچڻ لڳو تہ سچي جڳت کي جيتيندڙ منهنجو سورمو پٽ بہ مارجي ويو! هاڻي منهنجي لاءِ هيءَ سنسار سڄو ٿي ٻيو. هاڻي هيءُ راڄ منهنجي ڪهڙي ڪم جو آهي. پراڻ پياري پٽ ڪانسواءِ مان هن جيون کي ڇهتي ڇو پوان؟ هاڻي منهنجي لاءِ بدلي وٺڻ ۽ نراشا ڪانسواءِ ڪجهہ بہ بچيو ناهي. منهنجي پياري پٽ جوڙتو ٿهيل سيتا کي ناس ڪيو هو پر مان هاڻي سچيءَ سيتا کي ناس ڪندس. هوءَ اجا تائين منهنجي پريم ۽ راجائيءَ جو نرادر ڪري بن بن ڀٽڪندڙ رام کي تن من ارپڻ ڪيو ويٺي آهي. انريت جنهن سيتا لاءِ سندس ڀاءُ ڪنڀڪرڻ ۽ پياري پٽ ميگهناد جو موت ٿيو هو، تنهنکي مارڻ جو پڪو ارادو ڪري راوڻ تلوار اُگهاڙي ڪري اشوڪ واٽڪا ڏي ويو. اهو ڏسي سندس منتري پڻيان ويا ۽ ڪيس گهڻوئي روڪيائون پر هن جو جوش نہ گهٽيو. نيٺ سپارشو نالي منتريءَ، جيڪو سندس متر هو ۽ ڏاڍو سياڻو ۽ سيلونت بہ هو تنهن همٿ جهلي وڃي ڪيس جهليو ۽ سمجهايو:- مهاراج! توهان هڙا پراڪرمي ۽ ڌرم جا ڄاڻو ٿي هڪ نرادر ابلا استريءَ کي ماري پنهنجي بيداغ ڪيرتيءَ کي ڪلنڪ نہ لڳايو! توهان ڪبير ۽ برهم رشين جي سنتان آهيو. ويد شاسترن جا ڌرندڙ ودوان مها ڪٺن تپسيا ڪئي اٿو، پوءِ توهان ڌرم جو تياڳ ڪيئن پيو؟ سيتا جي سندرتا کي ڏسي توهان مٿس ديا ڪريو ۽




ٻاڻ لڪشمڻ کي هنيائين. اهو ڏسي لڪشمڻ ٻه ڦڙتيءَ سان ساڳئي قسم جو ڀيئنڪر ٻاڻ هنيو جو اُهي ٻئي ٻاڻ پاڻ ۾ ٽڪريا، جنهن مان بجلي جهڙو ڪڙڪاٽ ۽ باهه جا شعلا پيدا ٿيا. پوءِ ميگهناد اگني استر ڇوڙيو، جنهنکي لڪشمڻ سوريه استر سان شانت ڪري ڇڏيو. لڪشمڻ وارڻ استر جو وار ڪيو، پر ميگهناد رودر استر سان اُنکي ٺڏو ڪري ڇڏيو. انريت گهڻوئي وقت انهن جي وچ ۾ موتمار جنگ ٿيندي رهي پر نيث مهاپراڪرمي لڪشمڻ اِندر استر هڻي ميگهناد جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو.

انريت مها پرتاپشالي اندرجيت، ميگهناد، جنهنجي ٻل ڪري راوڻ ٻه نرڀئه رهندو هو ۽ جنهن پنهنجي پراڪرم سان چوڏهن لوڪن کي جيتي وڏو ناموس پاتو هو، تنهن کي مئل ڏسي رشي مني ۽ ديوتائون ڏاڍو خوش ٿيا ۽ لڪشمڻ مٿان گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا. وانر ۽ رڇ وغيره لڪشمڻ جي چوڏاري اچي نچڻ ۽ سندس جئه جئڪار منائڻ لڳا. انوقت هنومان ميگهناد جو لاش کڻي لنڪا جي ڦاٽڪ ٻاهران رکي آيو.



## راوڻ جو شوڪ ۽ رام راوڻ جي ڀيئنڪر يڌ.



راوڻ جڏهن پنهنجي پياري ۽ پراڪرمي مربي پٽ يوراج ميگهناد جي موت جو ٻڌو ته شوڪ ۾ وياڪل ٿي مورڇت ٿي زمين تي ڪري پيو. مندودري ۽ ميگهناد جي استري سلوچنا پنهنجن ڇاتين تي ڌڪ هڻي اوچنگارون ڏيئي ورلاپ ڪرڻ لڳيون. سڄي لنڪا نگريءَ ۾ ڏڪ ۽ شوڪ ڇانئيل هو ۽ هرهڪ گهر ۾ استريون پنهنجي پنهنجي مڙسن، پٽن ۽ ڀائرن وغيره کي اوساري ورلاپ ڪري رهيون هيون. راوڻ سامت ۾ اچي محلات جي سڀني استرين کي گيان اُپديش ڏيئي چوڻ لڳو ته هن قسم جي روڄ راڙي مان ڪهڙو لاڀ؟ جڳت ۾ جيڪي ڪجهه ٻه ڏسڻ ۾ اچيٿو

ويڀشڻ وراٽيو:- هي ايماني ڇوڪرا! تون ڪـال جي ڪاسو ۽ ڪاتل اها بکواد ڪري رهيو آهين. جيتوڻيڪ مان راڪشس جاتيءَ جو آهيان تہ بہ الياچار ۽ ادرم مونکي نٿو وڻـي. تنهنجو پيءُ نردوش رشين منين کي قتل ڪريٿو، ديوتائن سان وير رکيٿو ۽ سيني جيون کي ستائي ٿو. جيڪو پاپي پرائو ڌن ۽ پرائي استري چورائي ٿو تنهنڪان نانگہ وانگر پري ڀڄڻ گهرجي. انلاءِ مون تنهنجي پيءُ جو تياگ ڪيو ۽ ديش ۽ جاتيءَ سان ڌروهہ نہ ڪيو آهي. هاڻي توں بکواد ڇڏي پراڪرمي لکشمڻ سان يڌ ڪر.

اهو ٻڌي اندرجيت لکشمڻ تي ٻاڻن جي ورکا ڪرڻ لـڳو جي لکشمڻ وڍيو ڪٽيندو. لکشمڻ پنهنجن تکن تيرن سان ميگهناد جي سوني جي زرهہ ڀڃي ڇڏي ۽ هن کـي زخمي ڪري ڇڏيو. اندرجيت بہ لکشمڻ جو ڪوچ ٽوڙي هنجي شرير ۾ گهڻيئي گهاو ڪيا. ٻنهي جي شرير مان رت جون لاٽون وهڻ لڳيون تہ بہ اُنجي ڪجهہ پرواهہ نہ ڪري ٻئي ڀينکريہ ڪندا رهيا. لکشمڻ ميگهناد جي سارٿيءَ کي ماري ڇڏيو تہ ميگهناد پاڻ گهوڙا بہ ٻئي هڪليا کـہ ڏنش مان ٻاڻ بہ ٻئي ڇوڙيا، هن جي اهڙي هوشياري ڏسي سڀ وسمہ ۾ پرجي هن جي واهہ! واهہ! ڪرڻ لگا. پر جلد ئي چار سوروير وانر سلدس چڱئي گهوڙن تي وڃي ڪڙکيا ۽ انهن کي ماري رٿ کي ڀڃي پوري ڇڏيائون.

رٿ جي ڀڄڻ تي اندرجيت بہ لکشمڻ وانگر زمين تي بهي هٿيار هلائڻ لڳو. انوقت هو اوندهہ ۽ لڙائيءَ جي گهمسان جو وجهہ وٺي لنڪا ۾ هليو ويو ۽ هڪ نئين آلم رٿ تي سوار ٿي اچي لکشمڻ جي ساموهون ٿيو. اچڻ سان هن هزارين وانرن کي ماري ڇڏيو ۽ چوطرف هاهاڪار مچائي ڏنو. هن ويڀشڻ کي مارڻ لاءِ هڪ مها ڀينکر شکتي هلائي جا لکشمڻ پنهنجن تيرن سان آڪاس ۾ ئي ڏهہ ٽکر ڪري ٺهنجي ڪدا سان ميگهناد جي رٿ جي گهوڙن کي ماري ڏٺئي رٿ تان هيٺ لٿو ۽ هڪ مها ڪال سمان

ٻاڻ لڪشمڻ کي هنيائين. اهڙ ڏسي لڪشمڻ به ڏڙڪيءَ سان ساڳئي قسم جو پينڪر ٻاڻ هنيو جو اهي ٻئي ٻاڻ پاڻ ۾ ٽڪريا، جنهن مان بجلي جهڙو ڪڙڪاٽ ۽ باهه جا شعلا پيدا ٿيا. پوءِ ميگهناد اگني استر ڇوڙيو، جنهنکي لڪشمڻ سوريه استر سان شانت ڪري ڇڏيو. لڪشمڻ وارڻ استر جو وار ڪيو پر ميگهناد رودر استر سان اُنکي ٽڙو ڪري ڇڏيو. انريت گهڻوئي وقت انهن جي وچ ۾ مونمار جنگ ٿيندي رهي پر نيٺ مهاپراڪرمي لڪشمڻ اِندر استر هڻي ميگهناد جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو.

انريت مها پرتاپشالي اندرجيت، ميگهناد، جنهنجي ٻل ڪري راوڻ به نرڀئه رهندو هو ۽ جنهن پنهنجي پراڪرم سان چوڏهن لوڪن کي جيتي وڏو ناموس پاتو هو، تنهن کي مئل ڏسي رشي مني ۽ ديوتائون ڏاڍو خوش ٿيا ۽ لڪشمڻ مٿان گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا. وانر ۽ رڇ وغيره لڪشمڻ جي چوڌاري اچي نچڻ ۽ سندس جئه جئڪار مناڻ لڳا. انوقت هنومان ميگهناد جو لاش کڻي لنڪا جي ڦاٽڪ ٻاهران رکي آيو.



راوڻ جو شوڪ ۽ رام راوڻ جي پيمڪر يڌ.



راوڻ جڏهن پنهنجي پياري ۽ پراڪرمي مربي پٽ يوراج ميگهناد جي موت جو ٻڌو ته شوڪ ۾ وياڪل ٿي مورڇت ٿي زمين تي ڪري پيو. مندودري ۽ ميگهناد جي استري سلوچنا پنهنجن ڇاتين تي ڌڪ هڻي اوچنگارون ڏيئي ورلاپ ڪرڻ لڳيون. سڄي لنڪا نگريءَ ۾ دپ ۽ شوڪ ڇانيل هو ۽ هرهڪ گهر ۾ استريون پنهنجي پنهنجي مڙسن، پٽن ۽ ڀائرن وغيره کي اوساري ورلاپ ڪري رهيون هيون. راوڻ سامهت ۾ اچي محلات جي سيني استرين کي گيان اُپديش ڏيئي چوڻ لڳو ته هن قسم جي روڄ راڙي مان ڪهڙو لاڀ؟ جڳت ۾ جيڪي ڪجهه به ڏسڻ ۾ اچيٿو

وسِشٽ وراڻيو:- هي ايماني ڇوڪرا! تون ڪال جي ڦاسي ۾ ڦاٿل اِها بڪواد ڪري رهيو آهين. جيتوڻيڪ مان راڪشس جاتيءَ جو آهيان تہ بہ اياچار ۽ ادرم مونکي نٿو وڻي. تنهنجو پيءُ نردوش رشين منين کي قتل ڪرڻ، ديوتائن سان وير رکيٿو ۽ سيني جيون کي ستائي ٿو. جيڪو پاپي پرائو ڌن ۽ پرائي استري چورائي ٿو تنهنکان نانگہ وانگر پري ڀڄڻ گهرجي. انلاءِ مون تنهنجي پيءُ جو تياڳ ڪيو ۽ ديش ۽ جاتيءَ سان دروهہ نہ ڪيو آهي. هاڻي تون بڪواد ڇڏي پراڪرمي لڪشمڻ سان يڌ ڪر.

اهو ٻڌي اندرجيت لڪشمڻ تي ٻاڻن جي ورکا ڪرڻ لڳو جي لڪشمڻ وڍيو ڪٽيندو. لڪشمڻ پنهنجن تکن تيرن سان ميگهناد جي سوني جي زرهہ ڀڃي ڇڏي ۽ هن کي زخمي ڪري ڇڏيو. اندرجيت بہ لڪشمڻ جو ڪوچ ٽوڙي هنجي شرير ۾ گهڻيئي گهاو ڪيا. ٻنهي جي شرير مان رت جون لاٽون وهڻ لڳيون تہ بہ اُنهي ڪجهہ پرواهہ نہ ڪري ٻئي يڌ ڪندا رهيا. لڪشمڻ ميگهناد جي سارٿيءَ کي ماري ڇڏيو تہ ميگهناد پاڻ گهوڙا بہ ٻئي هڪليا تہ ڌنش مان ٻاڻ بہ ٻئي ڇوڙيا؛ هن جي اهڙي هوشياري ڏسي سڀ وسمہ ۾ پرجي هن جي واهہ! واهہ! ڪرڻ لڳا. پر جلد ئي چار سوروير وانر سندس چئني گهوڙن تي وڃي ڪڙڪيا ۽ انهن کي ماري رٿ کي ڀڃي ڀوري ڇڏيائون.

رٿ جي ڀڄڻ تي اندرجيت بہ لڪشمڻ وانگر زمين تي بيهي هٿيار هلائڻ لڳو. انوقت هو اوندهہ ۽ لڙائيءَ جي گهمسان جو وجهہ وٺي لنڪا ۾ هليو ويو ۽ هڪ نئين اُتم رٿ تي سوار ٿي اچي لڪشمڻ جي سامهون ٿيو. اچڻ سان هن هزارين وانرن کي ماري ڇڏيو ۽ چوطرف هاهاڪار مچائي ڏنو. هن وڀيشڻ کي مارڻ لاءِ هڪ مها ڀينڪر شڪتي هلائي جا لڪشمڻ پنهنجن تيرن سان آڪاس ۾ ئي ڍهہ ٽڪر ڪري ڇڏي. وڀيشڻ پنهنجي گدا سان ميگهناد جي رٿ جي گهوڙن کي ماري ڇڏيو تہ ميگهناد ٽپ ڏيئي رٿ تان هيٺ لٿو ۽ هڪ مها ڪال سمان

وڏ ڪر. تڏهن لڪشمڻ، وڀيشڻ، انگد، هنومان آدي ساڻ ڪري اُن جڳهه تي آيو جتي ديويءَ جي مندر چوگرد راڪشسن جي وڏي سئنا مورچي بندي ڪيو بيٺي هئي ۽ اندر مندر ۾ ميگهناد اجيهه يگيه ڪري رهيو هو. هو آهوتيون ڏئي ڀوتن پشاچن ۽ ٻين مها وڪرال شڪتين کي پنهنجي مدد لاءِ ڪوٺي رهيو هو. اُنوقت وانرن جي سئنا ڏاڍي جوش سان وچي راڪشسن جي مورچي تي ڪڙڪي ۽ لڪشمڻ لڪين ٻاڻن جي ورکا ڪري راڪشسن جو قتلام ڪرڻ شروع ڪيو. انلاءِ راڪشسن ۾ اچي ڪاڪوڙو پيو ۽ هو مندر جي رکيا ڇڏي اُٿي ڀڳا. تنهنڪانپوءِ وانرن مندر ۾ وڃي ميگهناد جو يگيه کنڊن ڪيو. اُنهن يگيه جي سامگري اُڇلائي ڇڏي ۽ جيپ ڪندڙ اندرجيت کي وارن کان پڪڙي گهلڻ ۽ لتون هڻڻ لڳا. تڏهن لاچار ميگهناد کي انوشٽان پوري ڪرڻ کانسواءِ اُٿڻو پيو ۽ هو جوش ۾ ڀرجي وڃي پنهنجي رٿ تي ويٺو.

انوقت وڀيشڻ لڪشمڻ کي پرسان هڪ وڏي ٻڙ جي وڻ هيٺ وٺي ويو ۽ ٻڌايائينس:- آريه! اندرجيت جو اِهو راز آهي ته هو هن وڻ جي هيٺان ڀوتن کي ٻلي ڏيئي پوءِ يڌ ڪرڻ ويندو آهي ته سنگرام ۾ انترڌان ٿي سگهندو آهي. توهان کيس هن وڻ جي هيٺ اچڻ نه ڏجو. نه ته پوءِ غائب ٿيل شتروءَ سان يڌ ڪرڻ ۾ توهانکي ڏاڍي مشڪلات ٿيندي.

ايتري ۾ ميگهناد به اچي اُتي پهتو ۽ لڪشمڻ ۽ وڀيشڻ کي اکيه اُتي بيٺل ڏسي، هو وڀيشڻ کي چوڻ لڳو:- هي ديش دروهي راڪشس! توکي لعنت هجي! تو جنهن پوميءَ تي جنم ورتو ۽ پرورش پاتي، تنهنسان ئي دوهه ڪري رهيو آهين! ڌڪار آهي توکي، جو پنهنجي اوچ راڪشس جاتيءَ جو سومان وساري ۽ پنهنجن کي ڇڏي وڃي ڏارين جو داس بڻيو آهين! ڏاريا نيٺ به ڏاريا ٿيندا. جو ڏارين جو پاسو وٺي پنهنجن جو پکيه ڇڏيندو سو پنهنجن جي مارجي وڃڻ تي ڏارين کان ماريو ويندو.

ميگهناد وراڻيو:- اي وانرا توهان سيتيءَ جنهن سيتا لاءِ هتي آيا آهيو، انکي ئي مان ماري ٿو ڇڏيان ته توهانجي يڌ ڪرڻ ئي اجائي ٿي. استرين کي مارڻ ڌرم نه آهي، پر جنهن استري ڪري منهنجا پائر، چاچا، ماما ۽ پيا وڏا وڏا وير مري چڪا آهن ۽ جنهن ڪري ڪئي توهان سيتي کي ڪشٽ پهچي سو ڪم ته هونکي ضرور ڪرڻ گهرجي.

ائين چئي ميگهناد تلوار سان اُن طلسمي سيتا جو سر ڪپي ڇڏيو ۽ تهڪ ڏيندو نڪميلا ديويءَ جي مندر ۾ وڃي اجيه يگيه ڪرڻ لڳو. سيتا جو قتل ڏسي وانر سئنا ۾ دڪم ۽ نراسائي جي لهر ڇانئجي ويئي ۽ هو سمجهڻ لڳا ته هاڻي وڌيڪ لڙائي ڪرڻ اجائي آهي. جنهن سيتا کي ڇڏائڻ لاءِ اسان هيءَ يڌ ڪري رهيا آهيون سائي جيئري نه رهي ته وڌيڪ ويڙهه جو ڪهڙو مطلب؟ اهو سوچي وانر اُداس ٿي ويهي رهيا. هنومان جڏهن شري رام کي سيتا جي موت جي خبر ٻڌائي ته هو شوڪ ۾ وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پيو. ڀاءُ جي اها حالت ڏسي لڪشمڻ کيس ڌيرج ڏيڻ لڳو. اُنوقت وڀيشڻ به اُتي اچي پهتو ۽ سڀ احوال کان واقف ٿي چوڻ لڳو:- هي پرڀوا راوڻ جو سيتا لاءِ جيڪو ڀاءُ آهي، تنهن لاءِ هو ڪڏهن به سيتا کي ڪسجڻ نه ڏيندو. هي رڳو ميگهناد طلسمي سيتا کي ماري، اسان سيني کي شوڪ ۾ ساڻو ۽ نڪمو ڪري، پاڻ نرو گهن ٿي اجيه يگيه ڪري رهيو آهي. جي هو اهو يگيه پورو ڪري اُٿندو ته پوءِ هنکي ٻلهه جيتي نه سگهبو. اللاءِ هاڻي هلي هنجي يگيه ۾ وگهن وجهڻ گهرجي. هي پراڪرمي رگهويرا هيءَ وقت اُدم ۽ پراڪرم جو آهي ۽ شوڪ جو ناهي. اِندرجيت مئو ته راوڻ کي سيني سميت مئل سمجهو.

وڀيشڻ جي ائين سمجهائڻ کي رامچندر ۽ وانر سئنا جو شوڪ دور ٿيو ۽ اُتساهه ۾ پرجي ميگهناد جو يگيه کنڊت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. انوقت رامچندر لڪشمڻ کي آکيا ڪئي ته وڃي اندرجيت جو

آدي بلوان وانرن کي ٽڪا ٽڪا ڪري هٽي وياڪل ڪري ڇڏيو. ٽنهن ڪانپوءِ ميگهناد اهڙي ته مايا پکيڙي جو آسمان مان زهريلن نانگن جو مينهن وسڻ لڳو ۽ وانرن جي سئنا ۾ نانگ ئي نانگ ڦهلجي ويا.

انريت وانرن جي سئنا کي وياڪل ڪري ميگهناد آخر ظاهر ٿي بيٺو ۽ وانرن کي گاريون ڏيڻ لڳو. اُنوقت جاموَنت جوش ۾ پرجي وڃي کيس گردن کان جهليو. ميگهناد جاموَنت تي ترشول هلايو پر جاموَنت اُهو ئي ترشول کسي ميگهناد جي ڇاتيءَ ۾ ٺوڪي هنيو جو هو زمين تي ڪري پيو. پوءِ جاموَنت کيس پيرن کان پڪڙي گهمائي زمين تي ڦهڪايو پر ميگهناد وردان جي پرتاپ ڪري نه مئو. تڏهن جاموَنت هن کي ڪٽي زور سان لنڪا ۾ اندر ڦٽو ڪيو.

هيڏانهن ديوتائن وانرن جي سئنا کي نانگن کان وياڪل ڏسي گرڙ کي موڪليو جنهن سڀني نانگن کي کائي ڇڏيو. شري رام جي پرتاپ سان وانرن جي سئنا ۾ وري اُتساهه وڌڻ لڳو. هوڏانهن لنڪا ۾ جڏهن ميگهناد مورڇا مان سجاڳ ٿيو تڏهن هن پنهنجي پتا کي ڳڻتيءَ ۾ پڌل ڏٺو.

راڪشسن جي طرف جا وڏا وڏا جوڌا مارجي چڪا هئا ۽ جيئن پنهنجي مک سان چوڻ ڪري کيل پيڇن جو ڦل گهٽجي ويندو آهي، تيئن راڪشس سئنا به گهٽجي ويئي هئي. اِنلاءِ رامچندر جي ڪرپا سان وانر سئنا جو زور ڏاڍو وڌي ويو هو. ميگهناد هڪ وڏي تجويز سٽي ۽ پنهنجي رٿ ۾ هڪ ماياوي سيتا ويهاري، هو لنڪا جي قلعي کان ٻاهر نڪتو. اُن استريءَ جا وار چڙيل هئا ۽ بدن تي ميرا ڪپڙا هوس ۽ هوءَ شوڪ ۾ پيڙيل، اُداس ۽ زبان سان "هاءِ رام! هاءِ رام!" پڪاري رهي هئي. ميگهناد هن کي وارن کان جهلي تلوار سان مارڻ لاءِ تيار هو. اِهو ڏسي هنومان چيس:- هي دراتما! تون برهمڻن جي اُتم ڪل ۾ پيدا ٿي هڪ نراپراڌ ابلا کي نرديتا سان ماري رهيو آهين؟ انجو ڦل توکي اوس ڀوڳڻو پوندو.

## لو ۽ ڪش جو آڳمن

هڪ دفعي رامچندر جي مرضي ٿي ته اجسويڌ يگيہ ڪجي ۽ انلاءِ هن لڪشمڻ ۽ ڀرت کان صلاح پڇي. ڀرت چيو: ”مهاراج! سڀني پرٿويءَ جا راجائون توهانکي پتا سمان ڪن ٿا ۽ آڳيا مڃين ٿا. انلاءِ اسانکي اهڙو يگيہ ڪرڻ نہ گهرجي، جنهن ۾ پرٿويءَ جي ٻين راجونسين جي گهٽتائي ٿئي يا اسانجي ناس ٿيڻ جو ڪو سبب بڻجي. تنهنڪري منهنجي رايءِ آهي تہ اشوميڌ يگيہ ڪرڻ گهرجي.

رامچندر ۽ لڪشمڻ کي ڀرت جي ڳالهہ پسند آئي ۽ اشوميڌ يگيہ جون تياريون ٿيڻ لڳيون. سريو نديءَ جي ڪناري يگيہ لاءِ هڪ عاليشان منڊپ ٺاهيو ويو ۽ مهمانن لاءِ ننڍا هنيا ويا. سگريو، وڀيشڻ، راجا جنڪ ۽ ٻين مترراجائن ۽ رشين ۽ مهرشين ۽ ڌرماچارين ڏانهن قاصد موڪليا ويا. جڏهن سڀيئي ڌرم ڌام سان اچي پهتا، تڏهن طرحين طرحين جا ساز، شرنايون دنديون وڄڻ لڳيون. ويد پاٺي براهمڻن جون ٽولين جون ساموید جو گاين ڪرڻ لڳيون.

جڏهن گرو وسشٽ جي هدايتن موجب يگيہ جو آرنڀ ٿيو دستور موجب يگيہ ڪندڙ جي استريءَ جو هجڻ ضروري سمجهہ مريادا پرشوتم رامچندر تہ ايڪ پتني ورت ڌاري هو، انلاءِ وواهہ ڪرڻ نہ قبوليو. تڏهن سيتا جي هڪ سوني جي پرتما ٺهرائي ويئي، جنهنکي وستر آدي پهرائي سيتا جي استان تي

* راجسويہ يگيہ ۾ ٻيا راجائون يگيہ ڪندڙ مهاراجا کي ڏن ڀاڻ ڪي سندس زيردست اقرار ڪندا آهن، پر اشوميڌ يگيہ ۾ جا کي يگيہ ڪندڙ مهاراجا کان وڌيڪ پراڪرمي سمجهي ٿو چاهي سو سندس گهوڙو جهلي يڌ ڪري.




پنهنجي مهندار جو موت ڏسي راڪشسن ۾ اچي اٿاڪوڙو پيو ۽ هو ٻپ ۾ ورلاپ ڪندا لنڪا ڏي ڀڄي ويا. هيڏانهن چوطرف لڪشمڻ جي جئه جئڪار ٿيڻ لڳي.



## لڪشمڻ ۽ ميگهناد جي يڌ ۽ ميگهناد جو موت.



راوڻ جڏهن پنهنجي پراڪرمي پٽن جي موت جو ٻڌو، تڏهن سندس اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا. راوڻ جي محلات ۾ سندس نهر ۽ ٻيون استريون پنهنجي مئلن پٽين لاءِ دل ڏاريندڙ ورلاپ ڪرڻ لڳيون. اهو ڏسي راوڻ ڏاڍو وياڪل ۽ نراس ٿيو. اُنوقت ميگهناد اچي کيس دلداري ڏني ۽ چيو:- هي پتاجي! توهان چنتا نه ڪريو. سڀاڻي مُنهنجو پراڪرم ڏسجو. آءٌ پنهنجي مک سان پنهنجي وڏائي ڇا ڪريان.

انريت ٻڌاڪون هٿي ميگهناد پنهنجي پيءُ کي دلجاءِ ڏني. صبوح ٿينديءَ ئي وانرن جي سئنا گجگوڙ ڪندي چوطرف لنڪا کي وڪوڙي ويئي ۽ قلعي کي ڀاڃڻ لڳي. ميگهناد به سڀي سنيري پنهنجي سئنا کي وٺي يڌ ڪرڻ لاءِ نڪتو. هو طلسمي يڌ ڪرڻ ۾ ڏاڍو پرويڻ هو. ٻيا راڪشس يوڌا به پنهنجا اموگهه استر شستر کڻي وانرن سان يڌ ڪرڻ لڳا. ميگهناد پنهنجي غائب ٿيندڙ وِمان تي چڙهي آڪاش ۾ ٺهڪ ڏيئي گرجڻ لڳو جو ٻڌي وانرن جي سئنا ۾ ٻپ ڇانئجي ويو. پوءِ نه هو وِمان مان ڀالا، تير، ڪهاڙا، ڪرپاڻ آدي هٿيارن جو ۽ وجر آدي گولن جو اهڙو نه وسڪارو ڪرڻ لڳو جو ڄڻ نه ساوڻ جو مينهن وسي رهيو آهي. چوطرف "پڪڙيو، پڪڙيو، ماريو، ماريو" جا لفظ وانرن کي ٻڌڻ ۾ ٿي آيا پر اِهي ڪير ٿو چوي ۽ ڪير ٿو هٿيارن
وسڪارو ڪري سو ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿي آيو. وڏا وڏا سورويرن ۽ وڻ کڻي آڪاش ۾ ٻوڙيا پر ڪنهن کي نه ڏسي
ميگهناد، هنومان، انگد، نل، نيل، سگريو ۽ جامونت

اسين هاڻي وڃي وانر سينا جو ناس ٿا ڪريون.

ائين چئي اُهي راجڪمار پنهنجي پتا جي آگيا وٺي سهي سنپوري يڌ ڀومي ۾ ڏانهن هليا. اُهي سڀيئي اَستر شستر وديا جا ڌرندر جوڌ ۽ مها ٻلوان هئا. اُهي پاڻ سان راڪشسن جو وڏو ڪٽڪ وٺي نڪتا ۽ وانرن سان سخت جنگ جوٽيائون. راوڻ جي پٽن نرانتڪ ۽ ديوانتڪ ۽ ترشرا ڏاڍي برجستائيءَ سان لڙيا، پر انگد ۽ هنومان اديت پراڪرم ڏيکاري انهن ٽنهي کي ماري ڇڏيو. ڪنڀڪرڻ جي پٽ ڪنڀ کي سگريو ماريو، تڏهن ڪنڀ جو ڀاءُ نڪنڀ جوش ۾ ڀرجي تلوار کڻي سگريو تي ڪاهي ويو. انوقت هنومان جي وچ ۾ پوڻ تي اُها تلوار هنومان کي لڳي، پر هنومان پنهنجي وهندڙ خون جي پرواهه نه ڪري وڃي نڪنڀ جي مٿان پيو ۽ کيس زمين تي ڪيرائي سندس ڇاتيءَ تي چڙهي گلو مروڙي ساهه ڪڍي ڇڏيائينس.

راوڻ جو پٽ اتيڪايه پربت جي قد جهڙو ڏاڍو ٻاوان هو سو پنهنجي ڀائرن ۽ سوٽن جو موت ڏسي ڪوپ ۾ ڀرجي ويو ۽ لڳو وانر سينا جو سنهار ڪرڻ. وانر سينا ۾ چوطرف هاهاڪار مچي ويو ۽ ڪنڀڪرڻ جهڙي ٻئي دئيت سان نه پڄي وانر رامچندر کي رکيا لاءِ پڪارڻ لڳا. انوقت رامچندر کان آگيا وٺي لڪشمڻ وڃي اتيڪايه جي سامهون ٿيو. هن کي ڏسي اتيڪايه چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! تون اڃا ٻالڪ آهين ته به توکي مان جهڙي مهاڪال سان لڙڻ جي جرئت ڪيئن ٿي ٿئي؟

لڪشمڻ چيس:- "مان ننڍو آهيان يا وڏو، پر تنهنجو ڪال آهيان." ائين چئي لڪشمڻ هن تي تيرن جي ورکا ڪرڻ لڳو، پر اُهي تير اتيڪايه جي فولادي زرهه سان ٽڪري زمين تي ڪرڻ لڳا. اتيڪايه به اَستر شستر هلايا سي لڪشمڻ پنهنجن ٻاڻن سان نسڦل ڪرڻ لڳو. ٻئي ويرهڪ ٻئي جي مٽ هئا ۽ انهن جي اِها جنگ اَٺ ڏينهن هلندي رهي ۽ نيٺ لڪشمڻ برهم اَستر هلائي اتيڪايه جو مڪٽ سان سينگاريل مستڪ جسي کان ڌار ڪري ڇڏيو.

سرير کي ڏوڏي به نه سگهيو. تڏهن هنومان پنهنجو وجر جهڙو ڌڪ راوڻ کي ڇاتيءَ ۾ هنيو جو هن جي اکين، ڪنن ۽ وات مان رت وهڻ لڳو. هنومان پوءِ لڪشمڻ کي کڻي رامچندر وٽ آيو.

لڪشمڻ وري به سنجيوڻي بوٽيءَ سان هوش ۾ آيو ۽ پنهنجي وشڻو پڳوان جي انس هجڻ جو ڏيان ڪيائين، ته اُها برهم شڪتي ڪيس ڇڏي واپس راوڻ وٽ هلي وئي ۽ لڪشمڻ نو بنو ٿي پيو. پوءِ رامچندر يڌ لاءِ نڪري نروار ٿيو. هن جي امرگهه، تيرن سان راوڻ جو رٿ، گهوڙا ۽ سارٿي پرزا پرزا ٿي ويا ۽ هن جو سونهري مڪٽ به اڏ ٿي ڪري پيو. شري رام جو هڪ طوفان جهڙو ٻاڻ راوڻ جي ڇاتيءَ ۾ اهڙو وڃي لڳو جو هن جي هٿن مان ڌنش ٻاڻ ڪري پيو ۽ هو ڏاڍو ساٿو، وياڪل ۽ زخمجي ڪري پيو. انوقت رامچندر ٻاڻ هڻڻ بند ڪيا ۽ راوڻ کي گنڀير واڻيءَ ۾ چيائين :- هي راوڻ! تو ڪيترا اُتم ڪيرتي وارا چڱا ڪم به ڪيا آهن ۽ هاڻي به منهنجا مکيه سينا پتي توکان هارائجي يڌ ڀومي ۾ ڪي پيا آهن. پر تون هن وقت ٿڪل آهين، انڪري مان هاڻي توکي يمپوريءَ نه موڪليندس. تون هاڻي وڃي آرام ڪر ۽ پوءِ جڏهن تازو توانو ٿي پير ايندين، تڏهن مان توکي پنهنجو بل ڏيکاريندس.

شنڪر ٿو چوي :- هي گرجا! راوڻ جيڪو مهانيچ پاپي هو ۽ رامچندر جو وڏو اپراڌ ڪيو هئائين تنهن تي به ڪرپانڌان ايڏي ديا ڪئي! انڪري اُهي منش نشچيه ئي مند ٻڌي وارا آهن جي اهڙي دين ديال ڪرپانڌان پربوءَ جو ڀڄن نٿا ڪن.

رامچندر جو ٻاڻ تي قياس ڏسي راوڻ ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ لنڪا ڏانهن موٽي ويو. اهڙي مها پرتاپي راوڻ جو اهڙو اپمان ٿيو ته هن جي همت هارجي ويئي ۽ هو ڊپ ۾ پرجي ڌيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو. انوقت هن جا ۽ ڪنڀڪرڻ جا پراڪرمي نوجوان پٽ اچي آسپاس ۽ کيس دلاسا ڏيئي چوڻ لڳا :- هي پتاجي! توهان ڪجهه . ا— يڌ ۾ شترو تي ضرور سوڀ پائيندا سين.

انهيءَ تي راوڻ جو رٿ ٽڪي ويو ۽ هن اهڙي نه زور سان هنومان تي گدا جو وار ڪيو جو هو مورڇت ٿي وڃي پري پيو.

ڪنهن ڪانپوءِ مها بلوان نيل راوڻ تي ڪاهي آيو پر اُهو به نيٺ راوڻ جي ٻاڻن ڪان گهايل ٿي بي سرتيو ٿي ڪري پيو. پيا به گهٽيئي وانر جوڌا راوڻ جي سامهون ٿيا پر راوڻ سڀني کي ليٽائي ڇڏيو. مها ڪال سمان راوڻ جي سنهار ليلا ڏسي وانرن ۾ گهٻراهٽ ڦهلجي وئي ۽ هو شري رام جي شرڻ ۾ ڊوڙيا. تڏهن لڪشمڻ شري رام کان راوڻ جي سامهون ٿيڻ جي آگيا ورتي.

جڏهن لڪشمڻ راوڻ جي سامهون ٿيو تڏهن راوڻ لڪشمڻ تي ٻاڻن جي ورکا ڪري ڏني، پر لڪشمڻ سڀني ٻاڻن کي اڌ ۾ ڪٽيندو ويو ۽ پاڻ راوڻ کي اهڙا نه تيز ٻاڻ هنيائين جي هن جي سوني جي زره کي چيريندا ٻئي پاسي نڪري ويا. راوڻ زخمجي ڪري پيو ۽ لڪشمڻ جو الوڪڪ پراڪرم ڏسي اچرج ۾ پرجي ويو. پوءِ نه ٻئي جوڌا اهڙي جنگ جوٽڻ لڳا جو اُنهن کي ڏسي ٻئي سئناٺون به جوش ۾ پرجي هڪ ٻئي کي ناس ڪرڻ لڳيون. سورويرن جون گدائون ٽڪرڻ سان اُنمان ائين چڻگون نڪرڻ لڳيون، جيئن بادلن جي ٽڪرڻ سان وڄ پئدا ٿيندي آهي. بهادرن جا سر تلوارن سان ڪٽجي ائين ڪرڻ لڳا جيئن آسمان مان برف جا ڳڙا وسندا آهن. يڌ ڀوميءَ ۾ جتي ڪٿي ڪٽيل عضوا، ٻانهون، جنگهون، پيٽ، آنڊا ۽ اوجهريون ٿي ڏسڻ ۾ آيون. هاٿي، گهوڙا، گڏهه ۽ سانڊ سوارن ڪانسواءِ هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي راڪشسن ۽ وانرن کي چيٿاڙڻ لڳا. چوطرف رت ۽ ڪٽيل ماس جي گپ ٿي وئي.

راوڻ جڏهن ڏٺو نه لڪشمڻ سان ائين پڄي نٿو سگهان تڏهن برهم شڪتي هلايائين، جا لڪشمڻ جي ڇاتيءَ ۾ گهڙي وئي ۽ هو مورڇت ٿي ڪري پيو. انوقت راوڻ چاهيو نه لڪشمڻ جي سرير کي لنڪا کڻي وڃان نه جيئن لڪشمڻ جو وري علاج ٿي نه سگهي، پر جنهن راوڻ ڪئلاش کي به ڏولائي ڇڏيو هو سو راوڻ لڪشمڻ جي

پيل هئا سي سورج سمان پئي چلڪيا. راوڻ پنهنجي سئنا کي هڪ طرف ڀاري پاڻ يڪي سر شترن جي سئنا ۾ ڪاهي پيو ۽ ساڪيات يمراج وانگر چوطرف خونريزي ڪندو هليو. انوقت سگريو هڪ وڏو پهاڙ کڻي راوڻ کي هڻڻ آيو پر راوڻ هڪ ٻاڻ هڻي اهو پهاڙ هوا ۾ ئي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو ۽ ٻيو ٻاڻ هڻي سگريو کي مورڇت ڪري ڇڏيائين.

پنهنجي راجا جي اها حالت ڏسي هنومان وڃي راوڻ کي للڪاريو، جو ٻڌي راوڻ چيس:- اي وانرا مان توکان نٿو ڏڪان. تون جلدي مونتي وار ڪري جس پراپت ڪري وٺ. مان تنهنجي طاقت ڏسي پوءِ توکي ناس ڪندس.

اهو ٻڌي هنومان چيو:- "ياد ڪر مان تنهنجي پٽ اکيه کي اڳي ئي ماري چڪو آهيان." انهيءَ تي راوڻ هنومان کي هڪ مڪ هنئين ته هنومان به راوڻ کي اهڙي زور سان ٺونشو هنيو جو هو زلزلي وانگر لڏي زمين تي ڪري پيو. سنگرام ۾ مها پرتاپ



شا... ڻ کي ڌڪ لڳندو ڏسي سڀ ديو ڪاون ۽ وانر "واهه! واهه!"
...رڻ لـ... آهن راوڻ پاڻ سنڀالي چيو:- "شاباس وانرا
...براد... ين ۽ مونسان يڌ ڪرڻ لائق آهين." هنومان
..."منهن... کي ڌڪا آهي جو تون اڃان جيئرو آهين"!

پوءِ ڪنڀڪرڻ پنهنجو منهن کولي رامچندر کي ڳرڪائڻ جي ڪئي ته رامچندر يڪ ساهيءَ سوين ٻاڻن سان سندس منهن ڀري ڇڏيو. تنهن ڪانپوءِ شري رام هڪ اگني ٻاڻ اهڙي زور سان هنيو جو هن جو سر ڌڙ کان جدا ٿي وڃي لنڪا ۾ ڪريو. اُن پربت جيڏي سر هيٺان ڪيترا مڪان ڊهي پيا ۽ لنڪا ۾ ڊپ جي لهر ڇانئجي وئي. سر جي ڪٽجڻ ڪانپوءِ ڪنڀڪرڻ جو ڌڙ ڊوڙڻ لڳو، تڏهن رامچندر تير هڻي اُن کي ٻه ٻه اڌ ڪري ڇڏيو. اُهي ٻه اڌ ائين ڪريا جو ڄڻ آڪاس مان ٻه پربت ڪريا هجن، جنهن هيٺان ڪيترا وانر ۽ راڪشس دٻجي مري ويا. انريت ڪنڀڪرڻ جو انت ٿيو. اهڙي ڀيانڪ شتروءَ جي موت تي ديوتائون، رشي مني ۽ وانر خوش ٿي شنک ۽ ترهيون وڄائي رامچندر جي جئڪار مناٸڻ لڳا.



## رام-راوڻ يڌ ۾ راوڻ جي هار ۽ سندس پٽن جو موت.

راوڻ کي جڏهن پنهنجي پراڪرمي ڀاءُ جي موت جي خبر پيئي تڏهن هو شوڪ ۾ وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پيو. ڪنڀڪرڻ ۽ راوڻ جي محل جون استريون اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳيون، جو ٻڌي راوڻ هوش ۾ آيو ۽ ڪروڌ ۾ ٻرجي چوڻ لڳو:- هاڻي مان پاڻ يڌ ڀوميءَ ۾ وڃي پنهنجي ڀاءُ جي مرتيوءَ جو بدلو ٿو چڪايان ۽ پنهنجن ٻاڻن جي اگنيءَ ۾ رام لڪشمڻ ۽ وانر سئنا کي وڃي ٿو ڀسم ڪريان.

ائين چئي هن پنهنجي جوڌن کي ڪوچ ڪرڻ جي آگيا ڏني. راوڻ کي جنگ تي چڙهندو ڏسي چارڻ اُستتي ڪرڻ لڳا ۽ راڪشسن جا وڏا وڏا وير ڪي هاٿين تي، ڪي گهوڙن تي ۽ ڪي رٿن تي سوار ٿي وڏا وڏا هٿيار کڻي لنڪا جي قلعي کان ٻاهر نڪتا. راوڻ هڪ اُتم رٿ تي سوار هو ۽ هن کي جي جنگي زره پوش

جهلي ايئن ڳرڪائڻ لڳو جو جڻ مڪڙن جو ڪٽڪ هن جي مک روپي غفا ۾ داخل ٿيندو هجي. هو هزارين وانرن کي پيرن هيٺان لتاڙي مارڻ لڳو. وانر سردارن مان هڪڙي کو به روڪي نٿي سگهيو. سموريءَ وانر سنا ۾ هاهاڪار مچي ويو ۽ راڪشسن جي سنا ڪنيڪرڻ جي پراڪرم ڪري وئي زور پوندي.

جڏهن رامچندر ڏٺو ته ڪنيڪرڻ وانر سنا کي نهوڙي نيون آهي، تڏهن هٿ ۾ ڌنش باڻ ۽ ڪمر ۾ ترڪش ٻڌي اچي ڪنيڪرڻ جي سامهون ٿيو. ايندي شرط رامچندر ڌنش جي ٽنڪار ڪئي، جنهنجي ٻڌندي دشمن جون دليون دهلجي ويون. انوقت ڪنيڪرڻ رامچندر کي چوڻ لڳو:- هي رام! تون مونکي ڪبنڌ يا کردوشڻ نه سمجهجه. مان ڪنڀڪرڻ آهيان ۽ انيڪ دفعا ديوتائن ۽ دانون کي شڪست ڏني اٿم. مونتي ڀرپائين تون وار ڪر ته مان تنهنجو پراڪرم ڏسي پوءِ توکي ماري کاوان، ڇو جو هڪ تنهنجي مرڻ تي هيءَ سڄي وانر سنا هارايل ۽ مئل سمجهبي.

اهو ٻڌي رامچندر ڪنيڪرڻ تي باڻن جي ورکا ڪرڻ لڳو پر هو اهڙي طرح پنهنجي گدا کي ڦيرائڻ لڳو جو ڪيس هڪ به باڻ نٿي لڳو. تڏهن رامچندر وايويه بالي استر هڻي هن جي سڄي ٻانهن ڪپي ڇڏي. گدا سميت اُن ٻانهن جي ڪرڻ تي ڪيترا راڪشس ۽ وانر اُنجي هيٺان چيپاٽجي مري ويا. رامچندر جا تکا تير هن جي شرير ۾ ايئن پرويش ڪرڻ لڳا، جيئن وڄ بادلن ۾ گهڙندي آهي. هن جي ڪاري وڏي شرير مان رت ائين وهڻ لڳو، جيئن ڪنهن سرمي جي جبل تي ڳاڙهي گيروءَ جون ڪسيون وهنديون هجن. تڏهن ڪنيڪرڻ شينهن جهڙي گجڪار ڪري ڪبي هٿ ۾ هڪ وڻ پٽي رامچندر کي هڻڻ لڳو ته شري رام سندس ڪبي ٻانهن به ڪٽي ڇڏي.

جڏهن پوءِ به ڪنيڪرڻ رامچندر ڏانهن ڊوڪيندو آيو، تڏهن رام اڌ چنڊ جهڙا ٻه باڻ هڻي سندس پير ڪپي ڇڏيا.

پوءِ ڪنڀڪرڻ پنهنجو منهن کولي رامچندر کي ڳرڪائڻ جي ڪئي ته رامچندر يڪ ساهيءَ سوين ٻاڻن سان سندس منهن ڀري ڇڏيو. تنهن کانپوءِ شري رام هڪ اگني ٻاڻ اهڙي زور سان هنيو جوهن جو سر ڌڙ کان جدا ٿي وڃي لنڪا ۾ ڪريو. اُن پربت جيڏي سر هينان ڪيترا مڪان ڀڃي پيا ۽ لنڪا ۾ ڌٻ جي لهر ڇانئجي وئي. سر جي ڪٽجڻ کانپوءِ ڪنڀڪرڻ جو ڌڙ ڊوڙڻ لڳو، تڏهن رامچندر تير هڻي اُن کي ٻه ٽڪرا ڪري ڇڏيو. اُهي ٻه اڌ ائين ڪريا جو ڄڻ آڪاس مان ٻه پربت ڪريا هجن، جنهن هيٺان ڪيترا وانر ۽ راڪشس دٻجي مري ويا. انريت ڪنڀڪرڻ جو انت ٿيو. اهڙي ڀيانڪ شتروءَ جي موت تي ديوتائون، رشي مني ۽ وانر خوش ٿي شنک ۽ ترهيون وڄائي رامچندر جي جئڪار منائڻ لڳا.



رام-راوڻ يڌ ۾ راوڻ جي هار ۽ سندس پٽن جو موت.



راوڻ کي جڏهن پنهنجي پراڪرمي ڀاءُ جي موت جي خبر پيئي تڏهن هو شوڪ ۾ وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پيو. ڪنڀڪرڻ ۽ راوڻ جي محل جون استريون اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳيون، جو ٻڌي راوڻ هوش ۾ آيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو:- هاڻي مان ٻاڻ يڌ ڀوميءَ ۾ وڃي پنهنجي ڀاءُ جي مرڻ جو بدلو ٿو چڪايان؛ ۽ پنهنجن ٻاڻن جي اگنيءَ ۾ رام لڪشمڻ ۽ وانر سئنا کي وڃي ٿو ڀسم ڪريان.

ائين چئي هن پنهنجي جوڌن کي ڪوچ ڪرڻ جي آگيا ڏني. راوڻ کي جنگ تي چڙهندو ڏسي چارڻ اُستتي ڪرڻ لڳا ۽ راڪشسن جا وڏا وڏا وير ڪي هاٿين تي، ڪي گهوڙن تي ۽ ڪي رٿن تي سوار ٿي وڏا وڏا هٿيار کڻي لنڪا جي قلعي کان ٻاهر نڪتا. راوڻ هڪ اُتم رٿ تي سوار ٿيو ۽ هن کي جي جنگي زره پوش

تہ توھانجي دشمن جو خاتمو تي چڪو آھي. ھن دنيا ۾ ڪير آھي جو مونسان مقابلو ڪري سگھي؟

ائين چئي ڪنڀ ڪرڻ وري بہ ڳهٽوئي ماس کائي ۽ مدرا پي ڏاڍو مست ٿيو ۽ هڪ سوني جي زرہ ڍڪي ۽ وڏو ترسول کڻي يڌ ڪرڻ هليو. هو قلعي جي ديوار کي اورانگهي ٻاهر نڪتو ۽ بجليءَ جي ڪڙڪاٽ جهڙي گرجنا ڪيائين. هنجو پربت جيڏو ڏيل ۽ هيبتناڪ دهشت ڏسي وانر ڊپ ۾ پرجي هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا:



انوقت وڀيشڻ پنهنجي وڏي ڀاءُ کي يڌ جي مئدان ۾ آيل ڏسي وڃي سندس پيرن تي ڪريو تہ ڪنڀڪرڻ بہ پريم سان کڻي ڇاتيءَ لاتس. وڀيشڻ چيس:- دادا! مون راوڻ کي هتڪاري وچن چيا ۽ پنهنجو ويچار ٻڌايو تہ هن منهنجو اپمان ڪري ديش نيڪالي ڏني. جنهن ڪان پوءِ مون وڃي شري رامچندر جي شرڻ ورتي آهي.

ڪنڀڪرڻ چيس:- هي پراتا! راوڻ جي سر تي ڪال نچي اٿلاءِ هن کي چڱي صلاح بہ خراب پئي لڳي. تون ڌنيہ آهين جو تون راڪشس ڪل کي روشن ڪندين ۽ ٻڌندڙ ڪل کي تارينديں. هي ڀاءُ! هاڻي تون وڃ، ڇو جو مان بہ ڪال جي وس تي ويو آهيان ۽ مونکي بہ پنهنجو پرائو ڪجهہ نٿو سجهي.

ڀاءُ جي ڳالهہ ٻڌي وڀيشڻ موٽي رامچندر وٽ آيو. انوقت يُوراج انگد ۽ هنومان پنهنجي ڀڄندڙ سئنا کي روڪيو ۽ شرمايو، ڏڍهن سيني ملي ڪري اُتساهہ سان شتروءَ تي حملو ڪيو ۽ ڪيس




وڏا وڏا پٿر ۽ وڻ هڻڻ لڳا. اُهي پٿر ۽ وڻ ڪنڀڪرڻ کي ڪکن پنن مثل ائين ٿي لڳا، جيئن ڪنهن هاٿيءَ کي گلن ڦلن جي ورکا ٿيندي هجي. هو ڪيترن وانرن کي پيري سمنڊ ۾ اُڇلائڻ لڳو ته ڪن کي پيرن هيٺان چيڀاٽي مارڻ لڳو. وانرن جي دردشا ٿيندي ڏسي هنومان ڪنڀڪرڻ کي هڪ لتڻي اهڙي زور سان هنئين جو هو زمين تي ڪري سر ڌوڻڻ لڳو. پر هو وري جلدي اُٿيو ۽ هنومان کي اهڙو زور سان ڏڪ هنيائين جو هو ساڻو ٿي وڃي پري پئجي رهيو. پوءِ ڪنڀڪرڻ انگد نل نيل آدي ڪيترن ئي جوڌن کي ڏڪ هڻي بيهوش ڪري وڌو. اهو ڏسي سگريو هڪ پهاڙ کڻي ڪنڀڪرڻ جي ڇاتيءَ تي هنيو، پر ڪنڀڪرڻ جو شرير هو رڪ جهڙو سو پهاڙ اُن سان لڳي پڇي پري ڪري پيو. ڪنڀڪرڻ پنهنجو ڀالو سگريو تي اُڇليو، پر هنومان ٽپ ڏيئي اُهو ڀالو جهلي ورتو ۽ گوڏن تي رکي ڀڃي ڇڏيو. تڏهن ڪنڀڪرڻ زور سان ڏڪ هڻي سگريو کي بي سرتيو ڪري ڇڏيو ۽ هن کي ڪڇ ۾ کڻي اڳتي هليو ته ڪيس راوڻ کي سوکڙيءَ طور ڏئي. پنهنجي راجا کي آپدا ۾ آيل ڏسي وانر ڪيڪون ڪندا ٽڙي پکڙجي ويا ۽ راڪشس جوش ۾ ڀرجي ڪنڀڪرڻ جي جئه جئڪار پڪارڻ لڳا.

اِنهيءَ گوڙ گهمسان ۾ سگريو کي هوش آيو ته هن پنهنجن ننهن ۽ ڏندن سان ڪنڀڪرڻ جي ڪڇ جو پاسو چيري وڌو ۽ ٽپ ڏيئي هنجو نڪ ۽ ڪن ٻئي ڦاڙي ڇڏيائين جيئن ڪو ماٺو چڪ پائيندڙ ڏينيوءَ کي پري ڪندو آهي تئن ڪنڀڪرڻ به سگريو کي جهلي پٽ تي اُڇلايو. هن چاهيو ته سگريو کي ڌرتيءَ تي پيرن ۽ لتن هيٺ چيڀاٽي پورو ڪريان، پر سگريو ڦرتيءَ سان اُڇانگ ڏيئي پڇي ويو. ڪنڀڪرڻ جي شڪل نڪ ڪن ڪپجي پوڻ ڪري هئي ۽ وري جو نڪ ۽ ڪن ويڄڻ ڪري رت سان منهن ٿڦجي پيس ته هيڪاري هيبتناڪ ٿي پيو، جنهن کي ڏسي ئي وانر ڀڄڻ لڳا. پر هو ڪروڌ ۽ جوش ۾ ڀرجي مهاڪال وانگر وانر سئنا ۾ ڪاهي پيو ۽ وانرن کي

۽ توهانجي دشمن جو خاتمو ٿي چڪو آهي. هن دنيا ۾ ڪير آهي جو مونسان مقابلو ڪري سگهي؟
الين چئي ڪنڀ ڪرڻ وري به گهڻوئي ماس کائي ۽ مدرا پي ڏاڍو مست ٿيو ۽ هڪ سوني جي زره پهري ۽ وڏو ترسول کڻي يڌ ڪرڻ هليو. هو قلعي جي ديوار کي اورانگهي ٻاهر نڪتو ۽ بجليءَ جي ڪڙڪاٽ جهڙي گرجنا ڪيائين. هنجو پربت جيڏو ڏيل ۽ هيبتناڪ دهشت ڏسي وانر ڊپ ۾ پرجي هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا:



انوقت وڀيشڻ پنهنجي وڏي ڀاءُ کي يڌ جي مَيدان ۾ آيل ڏسي وڃي سندس پيرن تي ڪريو تہ ڪنڀڪرڻ بہ پريم سان کڻي ڇاتيءَ لاتس. وڀيشڻ چيس:- دادا! مون راوڻ کي هتڪاري وڃي چيا ۽ پنهنجو ويچار ٻڌايو تہ هن منهنجو اپمان ڪري ديش نيڪالي ڏني. جنهن ڪان پوءِ مون وڃي شري رامچندر جي شرڻ ورتي آهي.

ڪنڀڪرڻ چيس:- هي پرانا! راوڻ جي سر تي ڪال نچي ا.ااءِ هن کي چڱي صلاح بہ خراب پئي لڳي. تون ڌنيہ آهين جو تون راڪشس ڪل کي روشن ڪندين ۽ ٻڌندڙ ڪل کي تاريندين. هي ڀاءُ! هاڻي تون وڃ، ڇو جو مان بہ ڪال جي وس ٿي ويو آهيان ۽ مونکي بہ پنهنجو پرائو نٿو سجهي.

ڀاءُ جي ڳالھ ٻڌي وڀيشڻ موٽي رامچندر وٽ آيو. انوقت يوراج انگد ۽ هنومان پنهنجي پڇندڙ سنا کي روڪيو ۽ شرمايو، ۽ ڌهن سيني ملي ڪري انساھ سان دشمن تي حملو ڪيو ۽ ڪيس

وڏا وڏا پٿر ۽ وڻ هڻڻ لڳا. اُهي پٿر ۽ وڻ ڪنڀڪرڻ کي ڪکن پنن مثل ائين ٿي لڳا، جيئن ڪنهن هاٿيءَ کي گلن ڦلن جي ورکا ٿيندي هجي. هو ڪيترن وانرن کي پري سمنڊ ۾ اُڇلائڻ لڳو ته ڪن کي پيرن هيٺان چيپاٽي مارڻ لڳو. وانرن جي دردشا ٿيندي ڏسي هنومان ڪنڀڪرڻ کي هڪ لتڪي اهڙي زور سان هنئين جو هو زمين تي ڪري سر ڏوڏڻ لڳو. پر هو وري جلدي اُٿيو ۽ هنومان کي اهڙو زور سان ڌڪ هنيائين جو هو ساڻو ٿي وڃي پري پئجي رهيو. پوءِ ڪنڀڪرڻ انگد نل نيل آدي ڪيترن ئي جوڌن کي ڌڪ هڻي بيهوش ڪري وڌو. اهو ڏسي سگريو هڪ پهاڙ کڻي ڪنڀڪرڻ جي ڇاتيءَ تي هنيو، پر ڪنڀڪرڻ جو شرير هو رڪ جهڙو سو پهاڙ اُن سان لڳي پڄي پري ڪري پيو. ڪنڀڪرڻ پنهنجو ڀالو سگريو تي اُڇليو پر هنومان ٽپ ڏيئي اهو ڀالو جهلي ورتو ۽ گوڏن تي رکي ڀڄي ڇڏيو. تڏهن ڪنڀڪرڻ زور سان ڌڪ هڻي سگريو کي بي سرتيو ڪري ڇڏيو ۽ هنڪي ڪڇ ۾ کڻي اڳتي هليو ته ڪيس راوڻ کي سوکڙيءَ طور ڏئي. پنهنجي راجا کي آپدا ۾ آيل ڏسي وانر ڪيڪون ڪندا ٽڙي پکڙجي ويا ۽ راڪشس جوش ۾ ڀرجي ڪنڀڪرڻ جي جئه جئڪار پڪارڻ لڳا.

اِنهيءَ گوڙ گهمسان ۾ سگريو کي هوش آيو ته هن پنهنجن ننهن ۽ ڏندن سان ڪنڀڪرڻ جي ڪڇ جو پاسو چيري وڌو ۽ ٽپ ڏيئي هنجو نڪ ۽ ڪن ٻــه ڦاڙي ڇڏيائين جيئن ڪو ماڻهو چڪ پائيندڙ ڏينڀوءَ کي پري ڪندو آهي تئين ڪنڀڪرڻ ٻه سگريو کي جهلي پٽ تي اُڇلايو. هن چاهيو ته سگريو کي ڌرتيءَ تي پيرن ۽ لتن هيٺ چيپاٽي پورو ڪريان، پر سگريو ڦرتيءَ سان اُڇانگ ڏيئي ڀڄي ويو. ڪنڀڪرڻ جي شڪل ته اڳ ئي ڀوائتي هئي ۽ وري جو نڪ ۽ ڪن وڃڻ ڪري رت سان منهن ٻڏجي ويس ته هيڪاري هيبتناڪ ٿي پيو، جنهن کي ڏسي ئي وانر ڀڄڻ لڳا. پر هو ڪروڌ ۽ جوش ۾ ڀرجي مهاڪال وانگر وانر سئنا ۾ ڪاهي پيو ۽ وانرن کي

تہ تنهنجي دشمنن جو خاتمو ٿي چڪو آهي. هن دنيا ۾ ڪير آهي جو مونسان مقابلو ڪري سگهي؟

الين چئي ڪنڀ ڪرڻ وري بہ گهٽولي ماس کائي ۽ مدرا پي ڏاڍو مست ٿيو ۽ هڪ سوني جي زرہ پهري ۽ وڏو ترسول کڻي يڌ ڪرڻ هليو. هو قلعي جي ديوار کي اورانگهي ٻاهر نڪتو ۽ بجليءَ جي ڪڙڪاٽ جهڙي گرجنا ڪيائين. هنجو پربت جيڏو ڏيل ۽ هيبتناڪ دهشت ڏسي وانر ڊپ ۾ پرجي هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا:



انوقت وڀيشڻ پنهنجي وڏي ڀاءُ کي يڌ جي مئدان ۾ آيل ڏسي وڃي سندس پيرن تي ڪريو تہ ڪنڀڪرڻ بہ پريم سان کڻي ڇاتيءَ لاتس. وڀيشڻ چيس:- دادا! مون راوڻ کي هتڪاري وچن چيا ۽ پنهنجو ويچار ٻڌايو تہ هن منهنجو اپمان ڪري ديش نيڪالي ڏني. جنهن ڪان پوءِ مون وڃي شري رامچندر جي شرڻ ورتي آهي.

ڪنڀڪرڻ چيس:- هي پيارا! راوڻ جي سر تي ڪال ٿو نچي انڪاءِ هن کي چڱي صلاح بہ خراب پئي لڳي. تون ڌنيہ آهين جو تون راڪشس ڪل کي روشن ڪندين ۽ ٻڏندڙ ڪل کي تاريندين. هي ڀاءُ! هاڻي تون وڃ، ڇو جو مان بہ ڪال جي وس ٿي ويو آهيان ۽ مونکي بہ پنهنجو پرائو نٿو سجهي.

ڀاءُ جي ڳالهہ ٻڌي وڀيشڻ موٽي رامچندر وٽ آيو. انوقت يوراج انگد ۽ هنومان پنهنجي ڀڄندڙ سئنا کي روڪيو ۽ شرمايو، تڏهن سڀني ملي ڪري اُتساهہ سان دشمن تي حملو ڪيو ۽ ڪيس

ڪم ۾ توهانکي دير مدار ڪرڻ نه گهرجي.

اهو ٻڌي سگريو سينئي ٻلوان وانر سردارن کي پنهنجي پنهنجي لشڪر سميت ڪشڪندا ۾ اچي حاضر ٿيڻ لاءِ حڪم نامان جاري ڪيا پر سيتا جي ڳولڻ جو وڏيڪ سعيو ڪو نه ڪيائين ۽ نڪي رامچندر وٽ ويو. هو پنهنجن محلاتن ۾ عيش عشرت ۾ محو رهيو.

هوڏانهن رامچندر سيتا جي وڇوڙي ۾ وياڪل هو ۽ هن کي برسات جا چار مهينا سؤ ورهين کان به وڌيڪ ٿي گذريا هوا. جڏهن بادل الوپ ٿيا ۽ نرمل نڀ ۾ چندرما چمڪڻ لڳو، تڏهن شري رام جي هردي ۾ چندرمکيءَ سيتا جو چهرو وڌيڪ چٽيءَ ريت اچڻ لڳو. هو چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! سگريو به پنهنجو مطلب پورو ڪري وڃي سکي ٿي وينو ۽ هنکي منهنجي ڪا ياد به ڪانهي. تون وتس وڃي سندس وچن پاڙڻ جي يادگيري ڏيار.

رامچندر جا وچن ٻڌي لڪشمڻ کي سگريو تي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ هو پنهنجو ڌنش ٻاڻ کڻي جڏهن وڃڻ لڳو تڏهن شري رام کيس چيو:- هي لڪشمڻ! اهو ياد رکج ته سگريو منهنجو متر آهي ۽ انلاءِ تون مٿس ڪروڌ نه ڪج. رڳو کيس ڀؤ ڏياري موٽي وٺي اچينس.

ڪروڌ ۾ ڀريل لڪشمڻ ڪشڪندا پوريءَ ۾ آيو ۽ راجمحل جي اڳڻ ۾ اچي بيٺو. اندران ڳائي بجاني، ناچن ۽ جشنن جي ٻهاري جا مڌر آواز اچي رهيا هئا. هن ڏٺو ته وانر راج سگريو پنهنجي پرتگيا وساري ڀوڳ ولاس ۾ ڦٿجي ويو آهي. هنکي ڏاڍو ڪروڌ لڳو پر ته به هو استرين جي ڪمري ۾ نه ويو. هن ٻاهران ئي ڌنش جي ٽنڪار ڪئي. ڀريدارن وڃي سگريو کي هن جي اچڻ ۽ ڪروڌ جي سڌ ڏني ... هو ٻڌي سگريو ڏاڍو منجهي پيو ۽ وري جو لڪشمڻ جي ... ٻڌا ... دپ ۾ سندس نشو لٿو ۽ منهن ... ڻ ... اڳيان وڃڻ جي همت ڪين

ٻوليون، جتي ڪٿي رنگ برنگي چمڪندڙ پٿر ۽ وري هيٺان وهندڙ گنگا سمان ننگ پدرا نديءَ جي ڪري اُهو پربت ڏاڍو منوهر ۽ شوڀنيڪ لڳندو هو. پر نه ته رامچندر کي سک ڪين هو ڇو جو هن جو من سداءِ سيتا جي برهه ۾ وياڪل رهندو هو. رات جو نه ڪيس ننڊ ئي ڪين ايندي هئي. انوقت لڪشمڻ ڪيس پانت پانت جا پربوڌ ڏيئي ڌيرج ڏيندو هو.

هڪ ڏينهن ورکا رتوءَ جي شوڀيا ڏسي رامچندر چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! هيڏانهن نهار ته ڪيئن نه ندي موج سان تيز ۽ پريل وٺندڙ گجگوڙ ڪري وهي رهي آهي! بادلن مان وسندڙ بوندون موتين جيان پاڻيءَ تي نچي رهيون آهن؛ مست هاٿي سونڊيون لوڏي جهولي رهيا آهن، ڀنورا ويٺا جي جهنڪار سمان ڳائي رهيا آهن، ڏيڏر ڪنٺ تال هلائي رهيا آهن ۽ بادلن مان گجگوڙ جي روپ ۾ ڄڻ مردنگ وڄي رهيا آهن. مور نچي رهيا آهن ۽ مٺا ٻول ٻوليندڙ پکي ترانا آلاپي رهيا آهن. ائين پيو ڀاسي ته هتي سڀني ملي هن پربت تي ناچ ۽ راڳ جي محفل لڳائي آهي پر مونکي ته ڪجهه به مٺو نٿو لڳي ۽ جانڪيءَ ڪانسواءِ اِها سنگيت سڀ مورکو دکدائڪ پئي ڀاسي. مان چاهيانٿو ته هيءَ ورکا رتو اڄ ئي سماپت ٿئي ته اسان سيتا جي پراپتيءَ لاءِ ڪو اُدم ڪري سگهون.

پنهنجي پوڄيه ڀراتا جو اهڙو شوڪ ڏسي لڪشمڻ ڪيس ڌيرج ڏيندو رهيو. انريت چوماسو اچي پورو ٿيو پر سگريو پنهنجي ڀوڳ ولاسن ۾ ئي مگن رهيو ۽ شري رام جي ڪم جي ياد وساري ڇڏيائين. هن پنهنجو راجائي ڪاروبار منترين جي حوالي ڪري ڇڏيو هو ۽ پاڻ موجن ماڻڻ ۾ لڳي ويو هو. رڳو هنومان کي ئي رامچندر جي ڪم جي ياد هئي ۽ هن سگريو وٽ وڃي نمرتا سان ڪيس چيو:- هي راجن! توهان رامچندر سان جيڪا پرتگيا ڪئي آهي سا توهانکي پوري ڪرڻ گهرجي ۽ سيتا جي ڳولهڻ جو سعيو ڪرڻ گهرجي. شري رام جي ڪرپا ڪري ئي توهان هيءُ راڄ هٿ ڪيو آهي ۽ اُنجي

ويرا جنهن ٻاڻ سان تو منهنجي پراڻ پياري جو گهات ڪيو آهي
تنهن سان مونکي بہ مار تہ مان وڃي ساڻس ملان. هو مونکانسواءِ
سرڳ ۾ بہ سکي ڪونہ هوندو. تو لکي ڪري منهنجي پتيءَ کي
ماريو آهي ۽ هاڻي بہ استري هتيا جـي پاپ جو ويچار نہ ڪر.
وچڙيل استري پرش کي ملائڻ تہ پڄ جو ڪم آهي. مونکي مارڻ
سان تنهنجو اڳيون پاپ بہ ڌوپجي ويندو.

سيتي جا ورلاپ ٻڌي رامچندر سيتي کي گيان وارتائون ٻڌائي
شانت ڪيو تہ شوڪ ڪرڻ سان مئل پراڻيءَ جو ڪلياڻ نٿو ٿئي.
شوڪ ڪرڻ سان تہ هو جيئرو ٿي ڪين سگهندو؟ جيڪو جميٿو تنهن
جو مرڻيو تہ اوس ٿيڻو آهي. اهڙيءَ اڻ ٽرندڙ ڳالهہ لاءِ روئڻ اجايو
آهي. هاڻي وڃي پراڻيءَ جو اڳني سنسڪار ڪريو.

اهو ٻڌي انگد شاسترن جـي وڌيءَ موجب پنهنجي پتا جو
ڪريا ڪرم ڪيو. تنهن کانپوءِ رامچندر جـي آگيا موجب لڪشمڻ
ڪشڪنڌا پوريءَ ۾ وڃي سگريو کي راڄگديءَ تي ويهاريو ۽ انگد کي
اُنجو وارث مقرر ڪيو. انريت سگريو کي رامچندر جي ڪرپا سان
وانرن جو راڄ ۽ پنهنجي استري ملي ۽ هو ڪشڪنڌا ۾ آنند ۾ رهڻ
لڳو. انوقت برساتيون شروع ٿي ويون هيون ۽ سيتا جي ڳولا ورڪا
رتوءَ کانپوءِ ٿي سگهندي، انلاءِ ڪيستائين شري رام ۽ لڪشمڻ ڪشڪنڌا
جي ويجهو پرورشڻ پهاڙ تي رهڻ لڳا.



## لڪشمڻ جو سگريو کي سيتا جي ڳولا ڪرائڻ لاءِ چوڻ.

رامچندر ۽ لڪشمڻ پرورشڻ پربت تـي هڪ سندر غفا ۾ رهڻ
لڳا. انهيءَ پـربت جو پرورشڻ نالو انلاءِ پيو هو جو اُتي گهڻو ڪري
برسات پوندي رهندي هئي. اُهو پربت اهڙو تہ ساوڪ سان ڀريل
۽ سندر هئو جو اُنجي شوڀيا جو ورڻن نٿو ڪري سگهجي. تسمين
تسمين گلن واريون وليون، گهاٽا وڻ، سانهن وڻن ۾ پکين جون مٺيون

رامچندر جا وچن ٻڌي ٻاليءَ جو ڪروڌ شانت ٿيو ۽ هن شري رام کان معافي گهري. پوءِ هن سگريو کي چيو:- هي ڀراتا! مون توني جيڪو انياچار ڪيو آهي، سو معاف ڪج. تون اڄ ئي راڄگديءَ تي ويهه ۽ انگد جي سڀ پٽ جيان سنڀال لهج. ائين نه ٿئي ته جڏهن سڪل سروور ۾ ڪمل ڳل ڪومائجي ويندو آهي تڏهن انگد جي حالت ٿئي. اڄ منهنجو پيارو انگد اناٿ ٿي پيو آهي. تارا ڏاڍي سياڻي اٿيئي. مان جي هن جي صلاح موجب هلان ها ته منهنجي هيءَ دردشا نه ٿئي ها. سو تون هن جي صلاح موجب هلج.

ٻاليءَ جا ڀراتري پريم سان ڀريل وچن ٻڌي سگريو جو دويش شانت ٿي ويو. انوقت ٻالي مرتيوءَ جي ويڌن ۾ ورتل هئو. هن جي سرير مان ٻاڻ ڪڍيو ويو ته اُنمان رت جي ڌارا ائين وهڻ لڳي، جيئن ڪنهن پربت مان گيرو مليل جل جي ڪسي وهندي هجي. ٻاليءَ جو سڄو شرير رت سان رنگجي ويو ۽ پراڻ پکيئڙو پرواز ڪري ويو.

جڏهن ڪشکندا ۾ ٻاليءَ جي موت جي خبر ڦهلجي ويئي تڏهن چوطرف هاهاڪار مچي ويو. پوءِ ٻاليءَ جي استري تارا ۽ ٻيا سڀيئي رئندا پٽيندا ٻاليءَ جي لاش وٽ آيا. تارا پنهنجي پتيءَ جي مٿِل سرير کي ڇهڻي اهڙا نه ورلاپ ڪرڻ لڳي جو سڀني جو هردو چيرجڻ لڳو ۽ سڀيئي اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳا. سڀني جا ورلاپ ٻڌي سگريو به روئي ۽ پڇتائي چوڻ لڳو:- هاءِ! هاءِ!! مان ڪهڙو نه نردئي ۽ ڪل گهاتڪ آهيان جو مون پنهنجي ڳڻوان ڀاءُ کي مارائي ڇڏيو! منهنجي وڏي اپراڌ هوندي به هن مونکي نه ماريو ۽ مان هنکي مارائي ڇڏيو. هن سنسار ۾ مونکان وڏو پاپي ٻيو ڪير هوندو! ڌڪار آهي منهنجي جيئڻ کي!!

جڏهن بن ۾ ڪنهن ڪريل وڻ تي ڪا سندر ڳلن جي ول ويڙهيل پئي هوندي آهي، تڏهن تارا ٻاليءَ جي شرير کي چنبڙي رودن ڪري رهي هئي. رامچندر کي سامهون بيٺل ڏسي هوءَ چوڻ لڳي:- اي

توهان هيءَ اڌرم جو ڪم ڪيئن ڪيو؟ مونسان پرگهٽ ۾ يڌ ڇو نہ
ڪيو ۽ لڪي ڪري مونکي ٻاڻ ڇو هنيو؟ هنريت ٿگي ڪري جو



ٺهنجو گيات ڪيو اٿو تنهنجو مها پاپ توهانکي لڳندو. مونکي
ٺهنجي مرڻ جـو ڏک ناهي ڇو جو سيني کي نيٺ تہ مرڻو آهي.
جيڪو ٿيو آهي سو ٿيندو، جيڪو ڄائو آهي سو نيٺ مرندو، پـر
تـوهان وٽن ٻنيان لڪي مونکي تير هنيو آهـي تنهن وشواس گهات
جو اپجس توهان تي لڳندو.

شري رام ورائيوٽ هي وانرا هيءَ سڄي پرٿوي منهنجي اڪشواڪو
ونش جي راڄائن جي ادڪار ۾ آهي ۽ اُنجي سيني نواسين کي اسان
وٽان اِنصاف ملندو آهي. اپرادين کي سزا ڏيڻ ۽ ڌرم جي رکيا ڪرڻ
اسانجو ڪم آهي. ٻيو تہ

अनुज बधू भगिनी सुत नारी। सुन सठ कन्या सम ए चारी॥
इन्हहि कुदृष्टि विलोकइ जोई। ताहि बधें कछु पाप न होई॥

هي مورک! ڀڃ، ننڍي ڀاءُ جي استري، ڀيڻ، پٽ جي استري ۽
ڌيءَ، اهي چارئي هڪ سمان آهن. انهن کي جيڪو خراب نظر سان
ڏسيٿو اُنکي مارڻ ۾ ڪوئي پاپ ناهي. تون پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي
استريءَ کي پنهنجي استري بڻائي رکيئين، تنهنجي ان اپراڌ لاءِ
مون توکي راجا ڀرت جي عيوض سزا ڏني آهي ۽ نہ يوڌي وانگر
لڙيو آهيان. اِها سزا ڀوڳي تنهنجو پاپ ناس ٿيو.

جو هو مونکي ماريندو؟ مان سگريو کي جان کان نه ماريندس پر رڳو سندس گهمنڊ ٽوڙيندس.

ائين چئي اڀماني بالي ڪشڪندا کان ٻاهر نڪتو ۽ ايندي شرط سگريو کي اهڙي ته زور سان هڪ مڪ اچي هنيائين جو هن جي وات مان رت وهڻ لڳو. سگريو به هڪ وڻ ٻاليءَ تي ڦهڪائي ڏنو پر ٻالي اُنجي ڪجهه پرواهه نه ڪري سگريو کي ڌڪ هڻندو رهيو. سگريو سان جيڪي جنيون ٿيون هيون، تنکي ياد ڪري هو بلڪل جوش سان لڙندو رهيو، پر هو ٻاليءَ جي مٽ ڪونه هو. پوءِ هو



ٻئي گدا يڌ ڪرڻ لڳا، جنهن ۾ به سگريو کي ڏاڍي مار ملي ۽ هو بنا پتوار ٻيڙيءَ مثل لڙهڻ لڳو. سگريو ٻي واهه نه ڏسي رامچندر جي سهائتا لاءِ تڪڻ لڳو. انوقت رامچندر هڪ ٻاڻ ٻاليءَ جي ڇاتيءَ ۾ هنيو، جو لڳندي ئي هو زمين تي ائين ڪري پيو جئن ڪوڪهاڙيءَ ڪنيل وڻ اچي پٽ پوندو آهي.

جڏهن ٻاليءَ کي ڪريل ڏسي سڀئي هن جي ويجهو آيا، تڏهن ٻالي رامچندر کي چوڻ لڳو:- هي راجڪمار! توهان جو ڪو واسطو ڪو پريوجن، پوءِ توهان اسان ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ ڇو ٽپي پيا؟ مون ڪي توهانجي راڄ ۾ ڪا اُپاڌي مچائي ۽ ڪي توهانجو ڪو قصور ڪيو، پوءِ توهان مون نراپراڌيءَ کي ڇو ماريو؟ چوندا آهن ته توهان سداچاري ۽ ڌرماتما آهيو، پر پوءِ






تڪي نہ ماري ڇڏيان!
ڙو! انلاءِ مان ٻاڻ نہ هلايو تہ متان ٻل ۾ تڪي نہ ماري ڇڏيان!
ٽي تون ڪو نشان ڏارڻ ڪري وڃي ٻاليءَ سان ٻيهر لڙ.
الين چئي شري رام سگريو جي شرير تي پنهنجو هٿ گهمايو تہ
ن جي شرير مان سڄي پيڙا دور ٿي ويئي ۽ هو نوبنو ٿي پيو. انوقت
لڪشمڻ سگريو جي ڳلي ۾ هڪ گلن جي ول نشانيءَ طور پاتي ۽ پوءِ
سيبيئي وري ڪشڪندا ڏانهن هليا. اتي اچي سگريو ٻاليءَ کي ٻيهر
يڌ لاءِ للڪارڻ لڳو ۽ ٻيا سيبيئي وڻن جي پنيان ٿي بيٺا.
سگريو جي ٻيهر گرجنا ٻڌي ٻاليءَ کي ڏاڍو ڪروڌ لڳو پر سندس
سياڻي راڻي تارا اچرج ۾ پئجي چوڻ لڳي:- هي سوامي! هاڻي توهان
سگريو سان يڌ ڪرڻ نہ وڃو. منهنجي من ۾ ڀاري شنڪا پيدا ٿي آهي
تہ هيءَ جو هو اڃا هاڻي توهانجي هٿان مار کائي ڀڄي ويو سو وري
توهان کي ڇا لاءِ للڪاري رهيو آهي؟ انهہ اوس ڪو راز سمايل آهي
۽ هو ڪنهن ٻلوان سهائڪ جي زور تي آيو آهي. هو اهڙو مورکہ
ناهي جو هاڻي ئي مار کائڻ کانپوءِ ٻہ وري اچي توهانکي وڙهڻ لاءِ
للڪاري. هنجي للڪار ۾ هاڻي خاطريءَ ۽ ٻڪ جا آثار آهن.
مونکي خبر ملي آهي تہ ايوڌيا جي ٻن مهاٻلوان راجڪمارن سگريو
سان متر تا ٻڌي آهي ۽ هنکي سهايتا ڏيڻ جي پرڻگيا ڪئي آهي.
تنهنڪري توهان هاڻي تڪڙ ڪري سگريو سان لڙڻ نہ وڃو. هو نيٺ
بہ توهانجو ڀاءُ آهي. توهانجو پاڻ ۾ ڪيترو نہ پريم هوندو هو.
توهان گذريل ڳالهين کي وساري هن سان سٺو سلوڪ ڪريو تہ هو
توهانجو هڪ ٻلوان ساٿي ٿي پوندو. هن سان پرچاءُ ڪرڻ ۾ ئي
چڱائي آهي.
ٻاليءَ کي تارا جي سٺي صلاح نہ آئڙي ڇو تہ هن جي ناستي
سمي اچي ويجهو پهتو هو ۽ ڪروڌ ڪري هنجي ٻڌي ڀرشٽ
ٿي. هئي. هو چوڻ لڳو:- هي سندري! تون تہ ڪا ڊڄڻي
لاءِ يڌ جو ڏونڪو نہ اوناڻ موت کان بہ وڌيڪ خراب
ماڻا آهي. مون سندس ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي

## رامچندر هٿان باليءَ جو موت ۽ سگريو جو راڄتلڪ.

سگريو جي ڳالهه رامچندر قبول ڪئي ۽ اِها رٿ رٿي ويئي تہ سگريو باليءَ کي دوبدو لڙڻ لاءِ ڪوٺي ۽ جڏهن ٻئي ڀائر پاڻ ۾ لڙندا تہ شري رام باليءَ کي تير هڻي ماريندو. اِهو سوچي سڀيئي ڪشڪنڌا پوري جي ٻاهران آيا؛ جتي ٻهي سگريو باليءَ کي يڌ لاءِ للڪارڻ ۽ گرجنا ڪرڻ لڳو.



رامچندر ۽ لڪشمڻ وڻن جي پٺيان ٿي بيٺا. سگريو جي گرجنا ٻڌي بالي ڪروڌ ۾ ڀرجي ٻاهر نڪتو ۽ پوءِ تہ ٻنهي جي خوب لڙائي لڳي. بالي سگريو کي مڪن ئي مڪن سان ڪٽڻ لڳو جا مار سگريو سهي نہ سگهيو ۽ اُٿي ڀڳو. باليءَ هن جي پٺ نہ ورتي ۽ پنهنجي محلات ڏانهن موٽي ويو. جڏهن رامچندر، لڪشمڻ ۽ هنومان سگريو وٽ آيا، تڏهن هو ٿنيل، ٿڪل، مايوس ۽ نراس ٿي ڏکيا ڏکيا ساهہ کڻي رهيو هو. هو چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! توهانجي چوڻ تي مون باليءَ سان وڃي يڌ ڪئي پر جي خبر هجيم ها توهان ڪيس ڪين ماريندا تہ نہ مان ڪيس للڪاريان ها ۽ نہ منهنجي درگتي ٿئي ها جو پنهنجا هڏ گڏ ڀڃايم.

شري رام وراڻيو:- هي متر! ڪروڌ نہ ڪر ۽ منهنجي ٻاڻ نہ هلائڻ جو ڪارڻ ٻڌ. توهان ٻئي ڀائر روپ ۾، رنگ ۾، قد ۾ ۽ چال ۾ ساڳيائي ڏسڻ ۾ پئي آيا جو اِهو پتو ئي نٿي پيو تہ ڪون ڪهڙو ۽ بالي

رامچندر جا وچن ٻڌي سگريو جي دل کي آٿت آيو پر باليءَ اٿاهه ٻل جي هنکي ڄاڻ هئي، الکري هنجي دل ۾ سنسو پيدا ٿيو. هو چوڻ لڳو:- هي رگهوير! بالي مها ٻلوان ۽ سوروير آهي. هڪ ڀيرو جبل جيڏي دنديڀي نالي دئيت کي به باليءَ هڪ ٺونشو هڻي ماري ڇڏيو. اُن دئيت جو سرير ايڏو وڏو هو جو اُن جي هيٺان انيک پسون پکي ۽ وڻ دٻجي ويا، پر باليءَ هنجي ايڏي لوٽ کي چار ڪوهه پري اُڇلايو. زور سان اُڇلائڻ ڪري اُن دئيت جو ڪجهه خون رشي موڪ پربت تي متنگ رشيءَ جي ڪٽيا ۾ وڃي ڪريو، جنهن تي رشيءَ سراپ ڏنو تہ ”جنهن هيءَ رت ڪيرائي منهنجو آشرم اپوتر ڪيو آهي سو جي هن پربت تي ايندو تہ سندس مرڻيو ٿيندو.“ انهيءَ سراپ جي ڳالهہ ٻڌي باليءَ هن پربت تي اچڻ ڇڏي ڏنو آهي ۽ مان هتي سلامت رهي سگهيو آهيان. هي مترا! دنديڀي دئيت جي هڏن جو هيءُ ڍير ڏسو جو بالي اُڇلائي سگهيو. هو اهڙو ٻلوان آهي جو وڏن وڏن وڻن کي ڳاهہ وانگر پاڙون پٽي سگهندو آهي ۽ هڪ ٻاڻ هڻي کجور جو هڪ وڻ وڍي سگهندو آهي. اهڙي ٻلوان باليءَ کي توهان ڪيئن ماري سگهندا؟

اهو ٻڌي لڪشمڻ کان کل نڪري ويئي، پر سگريو جو شڪ سپاويڪ هو جو هن ابا رامچندر جو پراڪرم نہ ڏٺو هو. تڏهن سندس شڪ مٽائڻ لاءِ رامچندر پنهنجي پير جي آڱوٺي جي ٺونگي سان دنديڀيءَ جي هڏن جو ڍيرو ٻہ ٽي جوجن پري ڪري اُڇلايو. پوءِ هن هڪ ٻاڻ اهڙو هنيو جو کجين جي ستن وڻن کي ڇيدبندو، پهاڙ کي ڏاريندو زمين ۾ پيهي ويو ۽ اهڙي واپس اچي رامچندر جي ترڪش ۾ پيو. رامچندر جو اهڙو اڌڀت پراڪرم ڏسي سگريو جي اچرج جي حد نہ رهي. هو وارنوار شري رام جي چرڻن ۾ مٿو نمائي چوڻ لڳو:- هي ... سان برابري ... ارو ڪولي ناهي. توهان اچ ٿي

## رامچندر هٿان ٻاليءَ جو موت ۽ سگريو جو راڄتلڪ.

سگريو جي ڳالهہ رامچندر قبول ڪئي ۽ اِها رٿ رٿي ويئي تہ سگريو ٻاليءَ کي دوبدو لڙڻ لاءِ ڪوٺي ۽ جڏهن ٻئي ڀائر پاڻ ۾ لڙندا تہ شري رام ٻاليءَ کي تير هڻي ماريندو. اِهو سوچي سڀيئي ڪشڪندا پوري جي ٻاهران آيا؛ جتي ڀي سگريو ٻاليءَ کي يڌ لاءِ للڪارڻ ۽ گرجنا ڪرڻ لڳو.



رامچندر ۽ لڪشمڻ وڻن جي پٺيان تي بيٺا. سگريو جي گرجنا ٻڌي ٻالي ڪروڌ ۾ ڀرجي ٻاهر نڪتو ۽ پوءِ تہ ٻنهي جي خوب لڙائي لڳي. ٻالي سگريو کي مڪن ئي مڪن سان ڪٽڻ لڳو جا مار سگريو سهي نہ سگهيو ۽ اُٿي ڀڳو. ٻاليءَ هن جي پٺ نہ ورتي ۽ پنهنجي محلات ڏانهن موٽي ويو. جڏهن رامچندر، لڪشمڻ ۽ هنومان سگريو وٽ آيا، تڏهن هو ڦٿڪيل، ٿڪل، مايوس ۽ نراس ٿي ڏکيا ساهہ کڻي رهيو هو. هو چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! توهانجي چوڻ تي مون ٻاليءَ سان وڃي يڌ ڪئي پرجي خبر هجيم ها توهان ڪيس ڪين ماريندا تہ نہ مان ڪيس للڪاريان ها ۽ نہ منهنجي درگتي ٿئي ها جو پنهنجا هڏ گڏ پڇايم.

شري رام وراڻيو:- هي متر! ڪروڌ نہ ڪر ۽ منهنجي ٻاڻ نہ هلائڻ جو ڪارڻ ٻڌ. توهان ٻئي ڀائر روپ ۾، رنگ ۾، قد ۾ ۽ چال ۾ ساڳيائي ڏسڻ ۾ پئي آيا جو اِهو پتو ئي نٿي پيو تہ ڪير تون ڪهڙو ۽ ٻالي

رامچندر جا وچن ٻڌي سگريو جي دل کي آٿت آيو پر ٻاليءَ جي اٿاهه ٻل جي هنکي ڄاڻ هئي، انکري هنجي دل ۾ سنسو پئدا ٿيو. هو چوڻ لڳو:- هي رگهوير! ٻالي مها ٻلوان ۽ سوروير آهي. هڪ دفعي جبل جيڏي دنڌيي نالي دئيت کي به ٻاليءَ هڪ ٺونشو هڻي ماري ڇڏيو. اُن دئيت جو سرير ايڏو وڏو هو جو اُن جي هيٺان انيڪ پسون پکي ۽ وڻ دٻجي ويا، پر ٻاليءَ هنجي ايڏي لوٿ کي چار کوهه پري اُڇلايو. زور سان اُڇلاڻ کري اُن دئيت جو ڪجهه خون رشي موک پربت تي متنگ رشيءَ جي ڪٽيا ۾ وڃي ڪريو، جنهن تي رشيءَ سراپ ڏنو تہ "جنهن هيءَ رت ڪيرائي منهنجو آشرم اپوتر ڪيو آهي سو جي هن پربت تي ايندو تہ سندس مرتيو ٿيندو." انهيءَ سراپ جي ڳالهه ٻڌي ٻاليءَ هن پربت تي اچڻ ڇڏي ڏنو آهي ۽ مان هتي سلامت رهي سگهيو آهيان. هي متر! دنڌيي دئيت جي هڏن جو هيءُ ڍير ڏسو جو ٻالي اُڇلائي سگهيو. هو اهڙو ٻلوان آهي جو وڏن وڏن وڻن کي گاهه وانگر پاڙون پٽي سگهندو آهي ۽ هڪ ٻاڻ هڻي ڪجور جو هڪ وڻ ويڌي سگهندو آهي. اهڙي ٻلوان ٻاليءَ کي توهان ڪيئن ماري سگهندا؟

اهو ٻڌي لڪشمڻ کان کل نڪري ويئي، پر سگريو جو شڪ سياوڪ هو جو هن اڃا رامچندر جو پراڪرم نہ ڏٺو هو. تڏهن سندس شڪ مٽائڻ لاءِ رامچندر پنهنجي پير جي آڱوٺي جي ٺونگي سان دنڌيءَ جي هڏن جو ڍيرو ڏهه جوجن پري ڪري اُڇلايو. پوءِ هن هڪ ٻاڻ اهڙو هنيو جو ڪجهن جي سٽن وڻن کي ويڌيندو، پهاڙ کي ڏاريندو زمين ۾ پيهي ويو ۽ وري واپس اچي رامچندر جي ترڪش ۾ پيو. رامچندر جو اهڙو اديت پراڪرم ڏسي سگريو جي اچرج جي حد نہ رهي. هو وارنوار شري رام جي چرڻن ۾ مٿو نمائي چوڻ لڳو:- هي ناٿ! توهان سان برابري ڪرڻ وارو ڪوئي ناهي. توهان اڄ ئي منهنجي شترو‍ءَ جو وڌ ڪريو.




ڏين ڏيال رامچندر پنهنجي متر سگريو جي ڏک جي وارتا ٻڌي چوڻ لڳو:- هي مترا! تون ڏک جو تياڳ ڪرجو مان تنهنجي شتروءَ جو اوس وڌ ڪندس ۽ توکي پنهنجي استري ۽ راڄ واپس ملندا.

जे न मित्र दुख होहि दुखारी। तिन्हहि बिलोकत पातक भारी॥
निज दुख गिरि सम रज करि जाना। मित्रक दुख रज मेरु समाना॥
जिन्ह कें असि मति सहज न आई। ते सठ कत हठि करत मिताई॥
कुपथ निवारि सुपंथ चलावा। गुन प्रगटै अवगुनन्हि दुरावा॥
देत लेत मन संक न धरई। बल अनुमान सदा हित करई॥
बिपति काल कर सतगुन नेहा। श्रुति कह संत मित्र गुन एहा॥
आगे कह मृदु बचन बनाई। पाछें अनहित मन कुटिलाई॥
जाकर चित अहि गति सम भाई। अस कुमित्र परिहरेहिं भलाई॥
सेवक सठ नृप कृपन कुनारी। कपटी मित्र सूल सम चारी॥
सखा सोच त्यागहु बल मोरें। सब बिधि घटब काज मैं तोरें॥

جيڪو منش متر جي ڏک ۾ ڏکي نٿو ٿئي، تنهن جو منهن ڏسڻ ۾ پاپ آهي. جيڪو پنهنجي پهاڙ جيڏي ڏک کي ڪٽو ۽ متر جي ڪڻي جيڏي ڏک کي پهاڙ جيڏو ڏک ڪري نٿو سمجهي، سو مورک هٺ ڪري ڪنهن سان دوستي ٻڌي ٿو؟ متر کي ڪمارگ کان روڪڻ، چڱي ڏڳ لڳائڻ، اُن جا ڳڻ پرگهٽ ڪرڻ ۽ خرابيون لڪائڻ، ڏيڻ وٺڻ ۾ من ۾ سنڪوچ نه ڪرڻ، پنهنجي طاقت موجب هن جي ڀلائي ڪرڻ، آپدا مهل نه سئوڻو وڌيڪ پريم ڪرڻ؛ چڱي متر جا اهي لڇڻ شاسترن ۾ چيل آهن. پر جي منش روبرو نه مٺيون ڳالهيون ڪن ٿا، پرپٺ من ۾ ڪٽلتا رکي ڪڏون ڪونين ٿا، جنهنجو من نانگ جي چال سمان ڏنگو آهي؛ هي ڀاءُ! اهڙي ڪوٽي متر کي تياڳڻ ۾ئي ڀلائي آهي. مورک نوڪر، ڪنجوس راجا، خراب زال ۽ ڪپٽي متر ڪنڊي سمان (ڏک ڏيڻ وارا) آهن. هي مترا! منهنجي ٻل جي ڀروسي تون هينئر چنتا جو تياڳ ڪر. مان تنهنجا سڀ ڪارج پورا ڪندس.

..ن ڏکي، ڪشڪنڌا واپس موٽي آيس. منترين ۽ پرجا جڏهن
..ا ڳالهه ٻڌي تڏهن سڀني کي ڏک ٿيو. جنهن ديش جو راجا ڪونه
..ندو آهي ته اُن ديش جو انتظام ۽ امن امان ناس ٿي ويندو آهي
.. اُنجي مٿان اُپداءُن اچي ڪڙڪنديون آهن. اهو سوچي سڀني
..ونکي راڄگديءَ تي ويهاريو ۽ ٻاليءَ جي پٽ انگد کي يوُراج
..قرر ڪيائون.

اڃا مونکي راڄ ٽڪي ئي ٿي ڏينهن مس ٿيا هوا ته ٻالي پرگهٽ
..يو. چوَ جو حقيقت ۾ مايا ويءَ ٻاليءَ کي نه ماريو هو پر ٻاليءَ هٿان
..ماياويءَ جو موت ٿيو هو. غفا مان ٻاهر نڪرڻ مهل جو ٻاليءَ غفا جو
..منهن چپ سان ڍڪيل ڏٺو ته هن کي مون تي ڏاڍو ڪروڌ لڳو.
..نيت ڏاڍيءَ ڏکيائيءَ سان هو اُن غار مان ٻاهر نڪتو ۽ وري جو
..مونکي راڄگديءَ تي ويٺل ڏٺائين ته سندس ڪروڌ جي ڪا حد نه
رهي. هن مونتي اهو الزام رکيو ته مان پنهنجي ڀاءُ ۽ راجا سان
دروهه ڪيو آهي؛ ۽ مان پاڻ راڄائي هٿ ڪرڻ لاءِ غار جو منهن بند
ڪري مان ٻاليءَ کي جيئري دفن ڪيو هو. مان نمرتا سان هنکي
سڀ سچ ٻڌايو پر هو ڪروڌ ۽ جوش ۾ ڀريل هو ۽ هن منهنجي
ڪابه سمجهاڻي نه ٻڌي. هن مونکي ماري ڪڍي، بيعزتو ڪري
ديش نيڪالي ڏني ۽ منهنجي گهرو ملڪيت ۽ استري به ضبط
ڪيائين. هن مونکي موت جي سزا اِنڪري نه ڏني جو مان نيت
به سندس ڀاءُ هوس. انريت مان اُبهرو ٿي ٻاليءَ کي مٺل سمجهڻ
جي غلطي ڪئي، پر هن ته مونسان وڌو انياءُ ڪيو آهي. مونکي
هڪ مٺل انسان کان به بدتر ڪيو آهي. انوقت کان وٺي مان گهربار
کانسواءِ ڀٽڪندو پيو وتان ۽ هن رشي موک پربت تي اچي رهيو
آهيان. جيتوڻيڪ متنگ رشيءَ جي سراپ ڪري ٻالي هتي اچي نٿو
، ڪنهن هوندي به مان سدا ء ٻاليءَ جي ڀؤ ۾ وياڪل رهان ٿو. ڏي
! انريت بنا ڪنهن اپراڌ جي مان ڏک ڀوڳي رهيو آهيان. ٻاليءَ جو
منهنجي ڏک جي نورتي ڪندو. توهان مون تي ڪرپا ڪريو.

دين دیال رامچندر پنهنجي مترسگريو جي ڏک جي وارتا ٻڌي چوڻ لڳو:- هي متر! تون ڏک جو تياڳ ڪر جو مان تنهنجي شترو جو اوس وڌ ڪندس ۽ توکي پنهنجي استري ۽ راڄ واپس ملندا.

जे न मित्र दुख होहि दुखारी। तिन्हहि बिलोकत पातक भारी॥
निज दुख गिरि सम रज करि जाना। मित्रक दुख रज मेरु समाना॥
जिन्ह कें असि मति सहज न आई। ते सठ कत हठि करत मिताई॥
कुपथ निवारि सुपंथ चलावा। गुन प्रगटै अवगुनन्हि दुरावा॥
देत लेत मन संक न धरई। बल अनुमान सदा हित करई॥
बिपति काल कर सतगुन नेहा। श्रुति कह संत मित्र गुन एहा॥
आगे कह मृदु बचन बनाई। पाछें अनहित मन कुटिलाई॥
जाकर चित अहि गति सम भाई। अस कुमित्र परिहरेहिं भलाई॥
सेवक सठ नृप कृपन कुनारी। कपटी मित्र सूल सम चारी॥
सखा सोच त्यागहु बल मोरें। सब बिधि घटब काज मैं तोरें॥

جيڪو منش متر جي ڏک ۾ ڏکي نٿو ٿئي، تنهن جو منهن ڏسڻ ۾ پاپ آهي. جيڪو پنهنجي پهاڙ جيڏي ڏک کي ڪٺو ۽ متر جي ڪٺي جيڏي ڏک کي پهاڙ جيڏو ڏک ڪري نٿو سمجهي، سو مورک هٺ ڪري ڪنهن سان دوستي ڳنڍي ٿو؟ متر کي ڪمارگ کان روڪڻ، چڱي ڏس لڳائڻ، اُن جا گڻ پرگهٽ ڪرڻ ۽ خرابيون لڪائڻ، ڏيڻ وٺڻ ۾ من ۾ سنڪوچ نه ڪرڻ، پنهنجي طاقت موجب هن جي ڀلائي ڪرڻ، آپدا مهل نه سئو ڀيرا وڌيڪ پريم ڪرڻ؛ چڱي متر جا اهي لڇڻ شاسترن ۾ چيل آهن. پر جي منش روبرو نه مٺيون ڳالهيون ڪن ٿا، پرپٺ من ۾ ڪٽلتا رکي ڪڌون ڪوتين ٿا، جنهنجو من نانگ جي چال سمان ڏنگو آهي؛ هي ڀاءُ! اهڙي ڪوڙي متر کي تياڳڻ ۾ ئي ڀلائي آهي. مورک نوڪر، ڪنجوس راجا، خراب زال ۽ ڪپٽي متر ڪنڊي سمان (ڏک ڏيڻ وارا) آهن. هي متر! منهنجي ٻل جي ڀروسي تون هينئر چنتا جو تياڳ ڪر. مان تنهنجا سڀ ڪارج پورا ڪندس.

سان لڳائي لڪشمڻ کي چوڻ لڳو:- لڪشمڻ! جانڪيءَ جي هيءَ چادر ۽ مٽيا ڏس جي هن زمين تي اُڇلايا آهن.

لڪشمڻ چيو:- هي ڀراتا! مان جانڪيءَ جا ڪنگڻ ۽ ڪنڊل نه سڃاڻي ٿو سگهان، پر هر روز جو سندس چرڻن ۾ نمندو هوس انڪري سندس نوپر برابر سڃاڻان ٿو. *

رامچندر جي اکين مان لڙڪ وهندا ڏسي سگريو چوڻ لڳو:- هي ناٿ! توهان ايترو شوڪ نه ڪريو. مونکي هيئنر خبر ناهي ته اهو راڪشس ڪير هو ۽ سيتا کي ڪيڏانهن کڻي ٿي ويو. پر مان توهان سان پرتگيا ٿو ڪريان ته جانڪي توهانکي اوس ڳولهي ڏيندس. هي متر! جئن توهانجي استريءَ کي ڪو کڻي ويو آهي ۽ توهانکي ديش نيڪالي ملي آهي، تئن منهنجي استري به کسي ويئي آهي ۽ مونکي به ديش مان لوڏي ڪڍيو ويو آهي. جي نيچ جاتيءَ جو مان هڪ وانر اهو ڏک سهان ٿو ۽ همت نٿو هاريان ته توهانکي به ايترو وياڪل ٿيڻ نه گهرجي. دک ته آتما کي نربل ڪندو آهي.

سگريو جا اهي آٿت ڏيندڙ وچن ٻڌي رامچندر ڪيس چيو:- متر! تون سيتا جو سماءُ لڌ ڪڍ. هاڻي اهو ٻڌاءِ ته مان تنهنجي ڪهڙي سهائتا ڪريان ۽ تنهنجو وڏي ڀاءُ ٻاليءَ سان ڪهڙي سبب وير پيو آهي سو مونکي وستار سان ورڻن ڪري ٻڌاءِ.



## سگريو ۽ ٻاليءَ جي وير جو سبب ۽ رامچندر جو ٻاليءَ کي مارڻ جي پرتگيا ڪرڻ.

سگريو چوڻ لڳو:- هي رگهو ناٿ! منهنجا وڏا ڀاڳ آهن جو توهان جهڙو مهاتما ۽ مها پراڪرمي پرش منهنجو متر ٿيو آهي. توهانجي سهائتا

* नाहं जानामि केयूरे नाहं जानामि कुण्डले ।
नूपुरे त्वभिजानामि नित्यं पादाभिवन्दनात् ॥

سان نہ ديوتائن جو راڄ بہ هٿ ڪري سگهجي ٿو، پوءِ پنهنجو وڃايل راڄ هٿ ڪرڻ موٽلاءِ ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي؟ منهنجي وڏي ڀاءُ ٻاليءَ مونکي گهر مان لوڏي ڪڍيو آهي ۽ منهنجي استري بہ کسي ورتو آهي، مان انڪري سداءِ دکي ۽ مايوس ٿو گذاريان. ٻاليءَ سان دشمني پوڻ جي ڳالهہ هنريت آهي.

پتا جي مرڻ کان پوءِ ٻاليءَ کي وڏو سمجهي وانرن کيس ڪشڪندا جو راجا ٿاپيو ۽ مان بہ سندس آگيا ۾ رهي هن جي سيوا ڪرڻ لڳس. اسانجو ڀاءُ ڏاڍو پريم هوندو هو پر هڪ اهڙي غلطفهمي ٿي جو اسان هڪ ٻئي جا شترو ٿي پياسين. ان ۾ منهنجو ڪو ڏوهہ ڪونهي. ڳالهہ هيءَ آهي تہ هڪ دفعي ڪنهن سندر استريءَ جي ڳالهہ تان ٻاليءَ جي ماياوي نالي دانوءَ سان اچي دشمني پيئي. هڪڙي رات جو اهو ماياوي دانوءَ دروازي تي بيهي ٻاليءَ کي دوبدو لڙڻ لاءِ للڪارڻ لڳو. ايماني ٻاليءَ لاءِ اها للڪار نہ اُنائڻ ناممڪن هو. هو جوش ۾ ڀرجي ماياويءَ سان لڙائي ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتو تہ مان بہ پريم وس هن سان گڏ نڪتس. اسان ٻنهي کي ڏسي ماياوي اُٿي ڀڳو تہ اسان ٻنهي بہ سندس پٺ ورتي. اُهو دانوءَ ڊوڙندو ڊوڙندو جهنگل ۾ جڏهن هڪ غفا ۾ گهڙي ويو، تڏهن ٻاليءَ مونکي چيو:- مان ماياويءَ جي پٺيان وڃانٿو ۽ جيستائين مان موٽي اچان تيستائين تون هن غار جي منهن جي رکيا ڪج ۽ هٽان نہ هٽج.

ائين چئي ٻالي اڪيلوئي اُن اونداهيءَ غفا ۾ پنهنجي شتروءَ پٺيان ڊوڪيندو ويو ۽ مان اُتي بيٺو رهيس. ائين اُتي ترسندي مونکي هڪ مهينو گذري ويو، پر ٻالي اُن غار مان ٻاهر نہ نڪتو. نيٺ هڪ ڏينهن اُن غفا مان دانهون ڪوڪون اچڻ لڳيون ۽ رت جي ڌارا وهي ٻاهر آئي ۽ اُنوقت ماياويءَ جي گرجنا بہ منهنجي ڪن تي پيئي. مونکي خاطري ٿي ويئي تہ ٻالي ماياويءَ هٿان مارجي ويو آهي ۽ مونکي اچي ڊپ لڳو تہ متان هو ٻاهر نڪري مونکي بہ نہ ماري وجهي؛ سو مان پٿر جي هڪ وڏيءَ چپ سان اُن غفا جو

سان لڳائي لڪشمڻ کي چوڻ لڳو:- لڪشمڻ! جانڪيءَ جي هيءَ چادر ۽ مٽيا ڏس جي هن زمين تي اُڇلايا آهن.

لڪشمڻ چيو:- هي پرانا! مان جانڪيءَ جا ڪنگڻ ۽ ڪنڊل نه سڃاڻي ٿو سگهان، پر هر روز جو سندس چرڻن ۾ نمندو هوس انڪري سندس نوپر برابر سڃاڻان ٿو. *

رامچندر جي اکين مان لڙڪ وهندا ڏسي سگريو چوڻ لڳو:- هي ناٿ! توهان ايترو شوڪ نه ڪريو. مونکي هينئر خبر ناهي ته اهو راڪشس ڪير هو ۽ سيتا کي ڪيڏانهن کڻي ٿي ويو. پر مان توهان سان پرتگيا ٿو ڪريان ته جانڪي توهانکي اوس ڳولهي ڏيندس. هي مترا! جئن توهانجي استريءَ کي ڪو کڻي ويو آهي ۽ توهانکي ديش نيڪالي ملي آهي، تئن منهنجي استري به ڪسي ويئي آهي ۽ مونکي به ديش مان لوڏي ڪڍيو ويو آهي. جي نيچ جاتيءَ جو مان هڪ وانر اهو ڏک سهان ٿو ۽ همت نٿو هاريان ته توهانکي به ايترو وياڪل ٿيڻ نه گهرجي. ڏک نه آتما کي نربل ڪندو آهي.

سگريو جا اهي آٿت ڏيندڙ وچن ٻڌي رامچندر ڪيس چيو:- مترا! تون سيتا جو سهاءُ ترت ڪر. هاڻي اهو ٻڌاءِ ته مان تنهنجي ڪهڙي سهائتا ڪريان ۽ تنهنجو وڏي ڀاءُ باليءَ سان ڪهڙي سبب وير پيو آهي سو مونکي وستار سان ورڻن ڪري ٻڌاءِ.



## سگريو ۽ باليءَ جي وير جو سبب ۽ رامچندر جو باليءَ کي مارڻ جي پرتگيا ڪرڻ.

سگريو چوڻ لڳو:- هي رگهوناٿ! منهنجا وڏا ڀاڳ آهن جو توهان ۽ مها پراڪرمي پرش منهنجو متر ٿيو آهي. توهانجي سهائتا

* नाहं जानामि केयूरे नाहं जानामि
नूपुरे त्वभिजानामि नित्यं पादा

رشي موک پربت جي چوٽيءَ تي سگريو وٽ وٺي آيو. سگريو پنهنجي منترين سميت شري رام جي چرڻن تي سر نوائي ٻنهي ڀائرن جو ڏاڍو آدرستڪار ڪيو. انوقت هنومان ٻنهي طرفن جو هڪٻئي کي حال احوال ٻڌايو ۽ اگنيءَ کي ساکي رکي سندن مترتا استاپن ڪئي.



پوءِ لکشمڻ پنهنجو سارو ورتانت يعني ٻن ڄڻن اچڻ جو ۽ سيتا جي گم ٿيڻ جو سنکيپ ۾ ڪري ٻڌايو جو ٻڌي سگريو چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! توهان ڪو فڪر نه ڪريو. مان اوس توهان کي سيتا هٿ ڪري ڏيندس. هڪ ڏينهن مان پنهنجن منترين سان هتي ويٺو هوس ته ڏٺم ته هڪ راڪشس ڪنهن سندر استريءَ کي آڪاس مارگ ۾ زوريءَ وٺيو ٿي ويو ۽ اُها استري "هاءِ رام! هاءِ رام!" پڪاريندي ٿي ويئي. اُن استريءَ اسانکي ڏسي وڏيک زور سان دانهون ۽ ڪيڪُون ڪيون ۽ پنهنجو هڪ وستر ۽ ڪي گهڻا اسان ڏانهن هيٺ اُڇلايا. آءٌ ڀايانٿو ته اُها اوهانجي استري سيتا هُئي ۽ وڏيک خاطريءَ لاءِ آءٌ توهانکي اُهو ڪپڙو ۽ گهڻا ڏيکاريانٿو.

ائين چئي سگريو پنهنجي غفا مان اُها پوٽي ۽ گهڻا ڪڍي آڻي شري رام جي اڳيان رکيا. پنهنجي پياريءَ سيتا جي پوٽي ۽ گهڻا ڏسي رامچندر کي سيتا جي ڏکن ڏاکڙن جي تصوير اکين اڳيان ڦرڻ لڳي ۽ هنجي نيڻن مان نير وهڻ لڳو. هو انهن گهڻن کي ڇاتيءَ

جي روپ ۾ آيو آهيان.

هنومان پاڻ لڪائي ٻين جو حال معلوم ڪرڻ ويو هو ۽ شري رام جي اڳيان هن پاڻ کي وساري ڇڏيو. هنجا اهڙا سيتا ڀريل وچن ٻڌي رامچندر لڪشمڻ کي چيو:- "پيارا! هنومان جا وچن ٻڌي مونکي هن تي پورڻ وشواس ٿيو آهي. هنجي ڳالهائڻ جو سندر نمونو، اُچارڻ جو شڌ ۽ سريلو ڍنگ ڏسي سمجهجي ٿو ته هو ويدن ۽ وياڪرڻ جو پورو ڄاڻو آهي. وڏ ڀاڳي آهي اُهو راجا جنهن وٽ اهڙو آدرشي ۽ قابل ايلچي آهي.

اِهو ٻڌي لڪشمڻ هنومان کي چيو:- هي برهمڻ! هي مهاراجا دشرٿ جو وڏو پٽ شري رامچندر آهي ۽ مان سندس آگياڪاري ننڍو ڀاءُ لڪشمڻ آهيان. منهنجي وڏي ڀاءُ جي ڌرمپتنيءَ کي اڪيلو ڏسي ڪو راڪشس کڻي ويو آهي. اسان ٻڌو آهي ته سگريو انهيءَ راڪشس جو پتو لهي سگهندو ۽ اسانکي ٻي مدد به ڪندو. انلاءِ اسين سگريو سان ملڻ لاءِ هتي آيا آهيون.

لڪشمڻ جا اهي سچا ۽ سرل وچن ٻڌي ۽ پنهنجي پياري پربوءَ شري رام کي سڃاڻي هنومان هنجي چرڻن ۾ ڪري پيو. هو گد گد واڻيءَ سان هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! مونکي چڱيءَ طرح خبر آهي ته توهان پورڻ پرماتما آهيو ۽ پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ منش ليلا ڪري رهيا آهيو. اڄ منهنجي جنم جنمانترن جي پنن جو ڦل مليو آهي جو توهانجو درشن ٿيو اٿم. هي ناٿ! مونکي پنهنجو ڀڳت ۽ داس سمجهي سداءِ پنهنجي چرڻن ۾ استان ڏيو. هي ڪرپانڌان! سگريو جي استريءَ کي ٻه ٻالي ڦٻائي ويٺو آهي ۽ هو ٻاليءَ کان ڊڄي هن پربت تي رهندو آهي. هن کي پڻ توهانجي سهائتا جي ضرورت آهي ۽ هو پنهنجا اسنکيہ باندر موڪلي ماتا سيتا جي ڳولا ڪرائيندو. ڪاٽي توهان ڪرپا ڪري سگريو سان هلي مترتا ڳنڍيو.

هنومان ٻنهي ڀائرن کي پنهنجي ڪلهي تي چاڙهي

کشکندا جي راجا باليءَ جو پنهنجي ننڍي ڀاءُ سگريو سان وير پيل هو ۽ هن سگريو کي ديش نيڪالي ڏني هئي. سگريو رات ڏينهن باليءَ جي ڀَوَ ۾ رهندو هو. ڪنهن رشيءَ جي سراپ ڪري راجا بالي رشي موڪ پربت تي اچي نـہ سگهندو هو. تنهنڪري سگريو پنهنجن ڪن چونڊ وفادار سردارن سان رشي موڪ پربت تي رهندو هو. رامچندر ۽ لڪشمڻ کي هٿيارن سميت رشي موڪ پربت جي ويجهو آيل ڏسي سگريو هيبتجي ويو. جـو اچي پڪ لـڳس تہ متان باليءَ هنن ٻن سورويرن کي مونکي مارڻ-لاءِ موڪليو هجي. هن پنهنجي ٻڌيمان ۽ ٻلوان منتري هنومان کي چيو:- هي منتري! ڏس تہ سهين تہ سامهون جيڪي ٻہ قداور جوان، جي روپ ۽ ٻل جا ڀنڊار آهن، سي ڇا لاءِ هن پربت تي اچي رهيا آهن! تون هڪ برهمچاريءَ جو روپ ڌاري ڪانئن وٽي حال احوال پڇہ ۽ جلدي اچـي مونکي ٻڌاءِ. جي هي ٻئي جوڌا باليءَ جا موڪليل هجن تہ مان هيءَ پهاڙ يڪدم ڇڏي ٻئي ڪيڏانهن هليو وڃان.

سـگريو جـي انهيءَ آگيا موجب هنومان هڪ بـرهمچاريءَ جـي روپ ۾ ٻنهي راجڪمارن وٽ آيو ۽ کين پـرڻام ڪري پڇڻ لڳو:- آريہ! توهين ٻئي مها پراڪرمي ۽ بـرهما وشنو مهيش سمان مها تيجسوي ڪير آهيو ۽ هن ٻن ۾ ڇا لاءِ آيا آهيو؟ مها ٻلوان هوندي ٻہ توهان ڪومل سرير آهيو. توهان راجائي ڪرڻ يوڳيہ آهيو، پـوءِ ٻہ توهان گيرو ڪپڙا پهري هن نڪيءَ اُس ۾ ڇا لاءِ گهمي رهيا آهيو؟ توهانجي سر تي آهن جٽائون ۽ توهان تپسوين جـي ويس ۾ آهيو تہ ٻہ توهان استر شستر ڇا لاءِ کنيا آهن؟ ديوتائن سمان تـوهانجي شوڀيا، تيج ۽ پراڪرم ڪري هن استان جي شوڀيا وڌي ويئي آهي. ظاهر آهي تہ توهانجو جنم ڪنهن راجائي ڪل ۾ ٿيو آهي پر توهانجو تپسوين جـو ويس ڏسي عجب ٿو لڳي. مان هڪ وانر آهيان ۽ منهنجو نالو هنومان آهي. منهنجو سوامي سگريو ڏکن ڀـريا ڏينهن گذاري رهيو آهي. مان هنجي آگيا موجب ئي توهان وٽ برهمچاريءَ

॥ ॐ ॥

# شري تلسي رامائڻ

## ڪشڪندا ڪانڊ



شري رام لڪشمڻ جو سگريو سان مترتا رکڻ.

कुन्देन्दीवर सुन्दरावतिबलौ विज्ञानधामावुभौ
शोभाढ्यौ वरधन्विनौ श्रुतिनुतौ गोविप्रवृन्दप्रियौ ।
मायामानुषरूपिणौ रघुवरौ सद्धर्मवर्मौ हितौ
सीतान्वेषणतत्परौ पथिगतौ भुक्तिप्रदौ तौ हि नः ॥

ڪند پشپ ۽ نيل ڪمل سمان سندر گوري ۽ سانوري رنگ وارا، مها بلوان، وگيان جا ڌام، شوڀيا جا ڀنڊار، ڌنش ڌارين ۾ سريشٽ، جنهنجي ويد استتي ڪن ٿا، گئو برهمڻن جا پيارا، مايا سان منش جو روپ ڌارڻ ڪيل، سريشٽ ڌرم جا ڪوچ، سڀني جا هتڪاري، سيتا جي تلاش ۾ گهمندڙ، رگهوڪل شرومڻي شري رام ۽ لڪشمڻ اسانکي ڀڳتي دان ڪن.

ڪشڪنڌا جي راجا باليءَ جو پنهنجي ننڍي ڀاءُ سگريو سان ويڙ پيل هو ۽ هن سگريو کي ديش نيڪالي ڏني هئي. سگريو رات ڏينهن باليءَ جي ڊپ ۾ رهندو هو. ڪنهن رشيءَ جي سراپ ڪري راجا بالي رشي موڪ پربت تي اچي نه سگهندو هو. تنهنڪري سگريو پنهنجن ڪن چونڊ وفادار سردارن سان رشي موڪ پربت تي رهندو هو. رامچندر ۽ لڪشمڻ کي هٿيارن سميت رشي موڪ پربت جي ويجهو آيل ڏسي سگريو هيسجي ويو. جو اچي پڪ لڳس ته متان باليءَ هنن ٻن سورويرن کي مونکي مارڻ لاءِ موڪليو هجي. هن پنهنجي ٻڌيمان ۽ بلوان منتري هنومان کي چيو:- هي منتري! ڏس ته سهين ته سامهون جيڪي ٻه قدآور جوان، جي روپ ۽ بل جا ڀنڊار آهن، سي ڇا لاءِ هن پربت تي اچي رهيا آهن! تون هڪ برهمچاريءَ جو روپ ڌاري ڪانئن وڃي حال احوال پڇ ۽ جلدي اچي مونکي ٻڌاءِ. جي هي ٻئي جوڌا باليءَ جا موڪليل هجن ته مان هيءَ ڀاڙ يڪدم ڇڏي ٻئي ڪيڏانهن هليو وڃان.

سگريو جي انهيءَ آگيا موجب هنومان هڪ برهمچاريءَ جي روپ ۾ ٻنهي راجڪمارن وٽ آيو ۽ کين پرڻام ڪري پڇڻ لڳو:- آريه! توهين ٻئي مها پراڪرمي ۽ برهما وشڻو مهيش سمان مها تيجسوي ڪير آهيو ۽ هن بن ۾ ڇا لاءِ آيا آهيو؟ مها بلوان هوندي به توهان ڪومل سرير آهيو. توهان راجائي ڪرڻ يوڳيه آهيو، پر به توهان گيرو ڪپڙا پهري هن ٽڪيءَ اُس ۾ ڇا لاءِ گهمي رهيا آهيو؟ توهانجي سر تي آهن جٽائون ۽ توهان تپسوين جي ويس ۾ آهيو ته به توهان استر شستر ڇا لاءِ کنيا آهن؟ ديوتائن سمان توهانجي شوڀيا، تيج ۽ پراڪرم ڪري هن استان جي شوڀا وڌي ويئي آهي. ظاهر آهي ته توهانجو جنم ڪنهن راجائي ڪل ۾ ٿيو آهي پر توهانجو تپسوين جو ويس ڏسي عجب ٿو لڳي. مان هڪ وانر آهيان ۽ منهنجو نالو هنومان آهي. منهنجو سوامي سگريو ڏکن ڀريا ڏينهن گذاري رهيو آهي. مان هنجي آگيا موجب ئي توهان وٽ برهمچاريءَ

# شري تلسي رامائڻ



## ڪشڪندا ڪانڊ

شري رام لڪشمڻ جو سگريو سان متر تا رکڻ.

कुन्देन्दीवर सुन्दरावतिवलौ विज्ञानधामावुभौ
शोभाढ्यौ वरधन्विनौ श्रतिनुतौ गोविप्रवृन्दप्रियौ ।
मायामानुषरूपिणौ रघुवरौ सद्धर्मवर्मौ हितौ
सीतान्वेषणतत्परौ पथिगतौ भुक्तिप्रदौ तौ हि नः ॥

ڪند پشپ ۽ نيل ڪمل سمان سندر گوري ۽ سانوري رنگ وارا، مها بلوان، وگيان جا ڌام، شوڀيا جا ڀنڊار، ڌنش ڌارين ۾ سريشٽ، جنهنجي ويد اُستتي ڪن ٿا، ڳئُ برهمڻن جا پيارا، مايا سان منش جو روپ ڌارڻ ڪيل، سريشٽ ڌرم جا ڪوچ، سڀني جا هتڪاري؛ شري سيتا جي تلاش ۾ گهمندڙ، رگهوڪل شرومڻي شري رام ۽ لڪشمڻ نشچيہ سان اسانکي ڀڳتي دان ڪن.

آهن. اُنهن ۾ شرڌا ڪميا، مترتا، ديا، پرسنتا ۽ منهنجي چرڻن ۾ نشڪپٽ پريم رهندو آهي ۽ پلجي ڪري بہ ڪمارگہ ڏانهن پير نہ ڪڍندا آهن. هو سداءِ منهنجا گڻ ڳائيندا رهندا آهن ۽ ٻنا ڪنهن مطلب جي ٻين جو اُپڪار ۽ سيوا ڪندا رهندا آهن.

ديني ٻنڌو ڀڳوان جي مکہ مان ڀڳتن جا گڻ ٻڌي نارد ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ شري رامچندر جي چرڻن ۾ وارنوار سر نوائي برهم لوڪ ڏانهن روانو ٿيو. تلسيداس ڏوچوي ٿو تہ اهي منش ڌنيہ آهن جي سداءِ رام جي رنگہ ۾ رتل رهن ٿا. جيڪي شري رام جو ڀڄن ڪن ٿا سي وئراڳہ جپ ۽ جوڳہ ڪمائڻ کانسواءِ ڀڳوان کي پراپت ڪن ٿا.

दीप सिखा सम जुबति तन मन जनि होसि पतंग ।
भजहि राम तजि काम मद करहि सदा सतसंग ॥

جوان استرين جو شرير ڏيئي جي لاٽ مثل آهي؛ هي من! تون اُنهن جو پتنگہ نہ ٻڻج. ڪام ۽ اهنڪار ڇڏي شري رام جو ڀڄن ڪر ۽ سدائين ست سنگہ ڪر.



ارڻيم ڪانڊ سماپت.





آهي- پر ڪام ڪروڌ آدي دشمن تہ ٻنهي کي ڏسڻ لاءِ ساڳيائي بينا آهن. ڀڳت جي دشمنن کي مارڻ جي ذميواري مون تي آهي پر گيانيءَ جي دشمنن کي ناس ڪرڻ جي ذميواري مون تي ناهي. انڪري ٻڌيمان منش گيان پراپت ڪري بہ منهنجي ڀڳتي ڪندا رهندا آهي.

هي نارد! ڪام ڪروڌ لوڀ موهہ اهنڪار جي پربل سئنا آهي تنهن ۾ مايا جي ساڪيات مورتي آهي استري جا مها ڏکہ ڏائي آهي. جپ تپ نيم ۽ ٻيا ڌرم اُنجي ڪري ناس ٿين ٿا. جوان استري سيني اوگڻن جو مول ۽ ڏکن جي کاڻ آهي. انڪري مون توکي وواهہ ڪرڻ کان روڪيو هئو.

شري رامچندر جا اِهي وچن ٻڌي نارد جو من پرجي آيو ۽ هو سوچڻ لڳو تہ آها! اهڙو ٻيو مالڪ ڪهڙو هوندو جيڪو پنهنجي سيوڪ جي ڀلائيءَ لاءِ ايتري ڳڻتي رکندو هجي. جيڪي منش اهڙي مالڪ جو ڀڄن نٿا ڪن سي سچ پچ مورکہ ۽ اڀاڳا آهن. پوءِ هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- هي جنم مرڻ جي چڪر کي ناس ڪرڻ وارا منهنجا ناٿ! هاڻي ڪرپا ڪري سنتن جا لڪشڻ ٻڌايو.

شري رامچندر چيو:- هي مني! ٻڌ تہ مان سنتن جي ڪهڙن گڻن ڪري اُنهن جي وس ۾ رهانئو. اُهي سنت، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، اهنڪار، ايرکا انهن ڇهن وڪارن کي جيتين ٿا. پاپ رهت، اِڇا رهت، سڀ ڪجهہ تياڳہ ڪندڙ، اندر ٻاهر پوتر، آنند مگن، اٿاهہ گيان وارا، لوڀ رهت، ٿورو کائيندڙ، سچا، ڪوي، ودوان، يوگي، من جي مٿان سداءِ ساوڌان، ٻئي کي مان ڏيندڙ، ڌيرجوان، ڌرم جي مرم کي ڄاڻندڙ، گڻن جا ڀنڊار، سنساري پرپنچن کان پري آهن. منهنجي چرڻ ڪملن کانسواءِ اُنهن جي پنهنجي ديهہ ۽ گهر ۾ بہ ممتا نٿي رهي. هو نيتي ۽ نياءَ جو ڪڏهن بہ تياڳہ نٿا ڪن. هو سرل سڀاءَ جا، هيٺن جا همراهہ ۽ سيني سان پريم رکندڙ آهن. هو جپ، تپ، ورت، سنجم ۽ نيم سان ڀڳوان جي رنگہ ۾ رتا رهندا.

عجيب اسرار مايا ۾ منجهي نٿو. هيءَ جڳت سپني ۽ هڪ طلسم مثل ڪوڙو آهي ۽ اُن ۾ هريءَ جو ڀڄن ئي سنيہ آهي.
اُنوقت نارد ويچار ڪيو تہ منهنجي سراپ ڪري ئي ڀڳوان هيڏا ڏکہ ڏاڪڙا ڏسي رهيو آهي انڪري هن وقت اهڙي ڀڳت وتسل ڀڳوان سان ملڻ گهرجي. اِهو سوچي نارد ويڻا وڄائيندو اچي اُن وڻ هيٺ پهتو جتي رامچندر ۽ لڪشمڻ ويٺا هئا. نارد کي ڏاڍي آدر ستڪار سان شري رام پنهنجي پاسي ۾ ويهاريو ۽ لڪشمڻ سندس چرڻ ڌوتا. نارد هٿ جوڙي ڀڳوان جي اُستتي ڪري چوڻ لڳو:- هي سوامي! مونکي هڪڙو ور ڏيو تہ جيتوڻيڪ ڀڳوان جا انيڪ نالا آهن ۽ اُهي هڪ ٻئي کان وڌيڪ آهن پر.هي نات! اُنهن سڀني ۾ رام جو نالو سڀني نالن کان سرس ٿئي. توهانجي ڀڳتي پورڻما جي رات آهي جنهن ۾ "رام" جو نام پورڻ چنڊ سمان ٿئي ۽ ٻيا نالا تارن سمان ڀڳتن جي هردي روپي نرمل آڪاش ۾ واسو ڪن.
اِهو ٻڌي ڪرپا ساگر رگهوناٿ مرڪي چيو "ائين ئي ٿيندو." اُنوقت ڀڳوان کي پرسن ڄاڻي نارد پڇيو:- هي ڀڳون! جڏهن مان توهانجي مايا ۾ ڦاسي وواهہ ڪرڻ ٿي چاهيو تڏهن مونکي وواهہ ڪرڻ ڇو نہ ڏنو؟ ناحق ٻاڏڪي سراپ ڏئاري هن مصيبت ۾ ڦاسايو.
شري رامچندر وراڻيو:- هي مني! ٻڌ. جيڪو منش ٻيا سڀ آسرا ڀروسا ڇڏي هڪ منهنجي ئي شرڻ وٺي ٿو، تنهن جي مان اهڙيءَ ريت سنڀال ڪندو آهيان جئن ماتا پنهنجي ننڍي ٻار جي ڪندي آهي. اڻڄاڻ ننڍڙو ٻالڪ جڏهن باهہ يا نانگہ ۾ هٿ وجهندو آهي تہ ماتا ڊوڙي وڃي هن جي رکيا ڪندي آهي. سياڻو ٿيڻ تي ماتا پٽ سان پيار تہ ڪندي آهي پر ننڍي ٻار وانگر هن جي بچاءَ جي چنتا نہ رکندي آهي، ڇو جو هو ماءُ تي ڀروسو نہ رکي پنهنجي رکيا پاڻ ڪندو آهي. گياني منش منهنجي وڏي پٽ سمان آهن ۽ تو جهڙا ڀڳت منهنجي ننڍي ٻالڪ سمان آهن. منهنجي ڀڳت کي رڳو منهنجوئي ٻل ۽ ڀروسو آهي ۽ گيانيءَ کي پنهنجي ٻل جو ڀروسو




تلسيداس چوي ٿو:- هي منشو! انيڪ قسمن جي ڪمن ۽ پاڻ اڳڪاڻ ڪري، اڌرم ۽ نانا پرڪارن جي مت متانترن ڪري نيٺ شوڪ پيدا ٿئي ٿو، سو ٻه ٽياڳيو ۽ درڙ وشواس رکي شري رام جي چرڻن ۾ پريم رکو. ڀلا! جنهن نيچ ذات واريءَ ۽ پاپن جي کاڻ استريءَ کي ٻه تاري ڇڏيو، اڙي مها مورکه من! تنهن سک داتا پريوءَ کني وساري ڪوڪي شانتي ڪٿان ملندي؟ اهي لوڪ کهڙا نه نياڳا آهن جي ڀڳوان کي ڇڏي وشين ۾ ڦاٿا رهن ٿا.

تنهنڪانپوءِ رامچندر ۽ لڪشمڻ اهو آشرم ڇڏي پمپاسر جو ڪنارو وٺي رشي موڪ پربت ڏي هليا. پمپاسر جي ڪناري تي انيڪ گهاٽا وڻ هوا جن تي ريهي پکي سندر ٻوليون ٻولي رهيا هوا. اهي وڻ ميون جي بار سان پرٿويءَ تي الين ڇهي رهيا هئا جنهن ست پرشن کي ڌن سمپدا ملندي آهي ته نمرتا سان جهڪجي ويندا آهن. سروور ۾ رنگه برنگي ڪمل گل ٽڙيل هوا ۽ بدڪون ۽ هنس ترِي رهيا هوا. اهڙي من موهيندڙ سروور جي نرمل جل ۾ شري رامچندر ۽ لڪشمڻ سنان پاڻي ڪري هڪڙي وڏي وڻ جي ڇايا ۾ آرام سان اچي ويٺا. شري رام چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! ڏس ته سهين ته جا استري پاپ ۽ دک جو مول آهي سا ٻه تپسيا ۽ گيان جي ڪري ڪيئن نه سکه جو روپ ٿي پاڻ تاري ۽ ٻين کي ٻه تاري ٿي. ڪامديو استريءَ روپي ڏور ۾ رشين منين ۽ سنساري جيون کي ٻڌي نرڪ ڏانهن گهلي رهيو آهي. استري هڪ اهڙي اگني آهي جنهن ۾ انيڪ جوگين جا جپ تپ جلي خاڪ ٿيو وڃن ۽ راجي منش ٻه ڪام جي مد ۾ جلندا رهن ٿا. پر اهائي استري شبريءَ مثل پنهنجي تپسيا ۽ ڀڳتيءَ ڪري پرم پد پائي ٿي ۽ ٻين استرين کي ٻه مارگ ڏيکاري ٿي.

شوجي چوي ته هي پاروتي! شري رامچندر تنهي گڻن کان سرورياپڪ انترىامي ۽ سڀني جڳت جو مالڪ آهي. هن جي ڪام، ڪرود، لوڀ، موه، اهنڪار ۽ مايا کان جيوُ آجو رهي راج ڀڳوان جنهن کي پرسن ٿئيٿو سو اُن جي

عجيب اسرار مايا ۾ منهجي نٿو. هيءُ جڳت سپني ۽ هڪ طلسم مثل ڪوڙو آهي ۽ اُن ۾ هريءُ جو ڀڄن ئي سنبو آهي.

اُنوقت نارد ويچار ڪيو تہ منهنجي سراپ ڪري ئي ڀڳوان هيڏا ڏکہ ڏاڪڙا ڏسي رهيو آهي انڪري هن وقت اهڙي ڀڳت وتسل ڀڳوان سان مِلڻ گهرجي. اِهو سوچي نارد ويٺا وڃائيندو اچي اُن وڻ هيٺ پهتو جتي رامچندر ۽ لڪشمڻ ويٺا هئا. نارد کي ڏاڍي آدر سنڪار سان شري رام پنهنجي پاسي ۾ ويهاريو ۽ لڪشمڻ سندس چرڻ ڌوتا. نارد هٿ جوڙي ڀڳوان جي اُستتي ڪري چوڻ لڳو:- هي سوامي! مونکي هڪڙو ور ڏيو تہ جيتوٽيڪ ڀڳوان جا انيڪ نالا آهن ۽ اُهي هڪ ٻئي کان وڌيڪ آهن پر هي ناٿ! اُنهن سڀني ۾ رام جو نالو سڀني نالن کان سرس ٿئي. توهانجي ڀڳتي پورڻما جي رات آهي جنهن ۾ "رام" جو نام پورڻ چنڊ سمان ٿئي ۽ ٻيا نالا تارن سمان ڀڳتن جي هردي روپي نرمل آڪاش ۾ واسو ڪن.

اِهو ٻڌي ڪرپا ساگر رگهوناٿ مرڪي چيو "ائين ئي ٿيندو."

اُنوقت ڀڳوان کي پرسن ڄاڻي نارد پڇيو:- هي ڀڳون! جڏهن مان توهانجي مايا ۾ ڦاسي وواهہ ڪرڻ ٿي چاهيو تڏهن مونکي وواهہ ڪرڻ ڇو نہ ڏنو؟ ناحق پاڻکي سراپ ڏياري هن مصيبت ۾ ڦاسايو.

شري رامچندر وراڻيو:- هي مني! ٻڌ، جيڪو منش ٻيا سڀ آسرا ڀروسا ڇڏي هڪ منهنجي ئي شرڻ وٺي ٿو، تنهن جي مان اهڙيءَ ريت سنڀال ڪندو آهيان جئن ماتا پنهنجي ننڍي ٻار جي ڪندي آهي. اڻڄاڻ ننڍڙو ٻالڪ جڏهن باهہ يا نانگ ۾ هٿ وجهندو آهي تہ ماتا ڊوڙي وڃي هن جي رکيا ڪندي آهي. سياڻو ٿيڻ تي ماتا پٽ سان پيار تہ ڪندي آهي پر ننڍي ٻار وانگر هن جي بچائڻ جي چنتا نہ رکنديءَ آهي، ڇو جو هو ماءُ تي ڀروسو نہ رکي پنهنجي رکيا پاڻ ڪندو آهي. گياني منش منهنجي وڏي پٽ سمان آهن ۽ تو جهڙا ڀڳت منهنجي ننڍي ٻالڪ سمان آهن. منهنجي ڀڳت کي رڳو منهنجوئي ٻل ۽ ڀروسو آهي ۽ گيانيءَ کي پنهنجي ٻل جو ڀروسو

رهندو هو ۽ مان سندس سيوا ڪنديون هيس. هو ترڪال درشي هو ۽ مونکي چئي ويو تہ ڀڳوان وشڻو ڌرم جي رکيا لاءِ رامچندر جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪيو آهي ۽ هو منش ليلا ڪندو هن آشرم ۾ بہ پڌاربو. تڏهن کان وٺي مان توهانجي راهہ تڪيندي رهي آهيان. اڄ منهنجا ڀاڳ اُديہ ٿيا آهن جو ساڪيات پرماتما مون وٽ آيو آهي. مان نيچ ذات، مورکہ ۽ اڌم استري ڪهڙيءَ زبان سان توهانجي اُستتي ڪريان؟

اِهو ٻڌي شري رام چيو:- هي ديوي! تنهنجي گروءَ جي مهما بيشڪ مهان آهي جنهنڪري هن آشرم ۾ هرڻ ۽ شينهن بہ رلي ملي گهمي رهيا آهن. اها بہ اچرج جهڙي ڳالهہ آهي جو تپسيا ۽ گيان سان گڏ تو ۾ ڀڳتي پڻ آهي. ڀڳوان وٽ تہ جات، پات، ڪل، ڌرم وڏائي، ڌن، ٻل، گڻ ۽ چتُرائيءَ جو ويچار آهي ئي ڪونہ. اُنڪي پراپت ڪرڻ لاءِ تہ رڳو ڀڳتي گهرجي. ڀڳتي نَوَن پرڪارن جي آهي:- هڪ سنتن جو سنگہ، ٻيو ڪٿائن ٻڌڻ ۾ پريت، ٽيون گروءَ جي چرڻن جي سيوا، چوٿون ڀڳوان جا گڻ ڳائڻ، پنجون نام جو جپ ۽ ڀڄن ڪرڻ، ڇهون اِندرين جو دمن ۽ ويراڳہ، ستون سڄي جڳت کي ڀڳوان ۾ وياپڪ ڏسڻ، اٺون سنتوش ۽ نائون پرڪار آهي هردي ۾ ڀڳوان تي ڀروسو رکڻ ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ خوشي يا رنج نہ ڪرڻ. انهن نون پرڪارن مان جي هڪ پرڪار جي ڀڳتي بہ ڪنهن ۾ هوندي سو پرم پد ۽ شانتيءَ کي پراپت ڪندو. تو ۾ تہ نون پرڪارن جي ڀڳتي آهي انلاءِ جا گتي يوگين لاءِ درلڀ آهي سا اڄ تو لاءِ سولي ٿي پيئي آهي. هاڻي ٻڌائينم تہ سيتا جو توکي ڪو سڌ سماءُ آهي ڇا؟

رامچندر جا اهي وچن ٻڌي شبري ڏاڍو پرسن ٿي ۽ کيس رشي موڪ پربت تي وڃي سگريو سان مترتا ڳنڍڻ جي صلاح ڏنائين. ڀڳوان جو درشن ڪري شبريءَ جو منورٿ پورو ٿيو هو ۽ هوءَ ڀڳوان جي چرڻ ڪملن کي هردي ۾ ڌارڻ ڪري پنهنجي تپسيا جي ٻل سان يوگہ اگنيءَ سان ديهہ کي تياڳي ڀڳوان ۾ لين ٿي ويئي.



۾ وجهڻ لڳو تہ ٻنهي ڀائرن ڦڙتيءَ سان تلوارن سان سندس ٻنهي ٻانهون ڪپي ڇڏيون. مرڻ وقت ان راڪشس کين وينتي ڪئي تہ سندس اگني سنسڪار ڪيو وڃي.

جڏهن ٻنهي راجڪمارن چڪيا ٿاهي اُن پياڪ راڪاس جو اگني سنسڪار ڪيو تڏهن اُن اگنيءَ مان هڪ سندر تيجسوي گندرو نڪتو جو رامچندر کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! مان اڳي گندرو هوس، پر پنهنجي دشٽتا وس رشين منين کي پيو آزاريندو هوس، تنهن تي درواسا رشيءَ مونکي سراپ ڏنو هو تنهنڪري مونکي ڪبنڌ نالي راڪشس جي پينڪر جوڻ ملي. اڄ توهانجي ڪرپا ڪري مونکي انهيءَ ٻڇڙيءَ جوڻ مان ڇوٽڪارو مليو آهي. ان اُپڪار جي بدلي مان توهانکي هڪ سٺي صلاح ڏيان ٿو. توهان رشي موک پربت تي وڃي ٻڌيمان سگريو سان مترتا ڳنڍيو. سنسار جي ڪابہ جڳهہ هن کان ڳجهي ناهي ۽ هو ضرور توهان کي سيتا هٿ ڪري ڏيندو. هنکي توهان جي ۽ توهان کي هن جي ضرورت آهي.

ائين چئي ڪبنڌ پنهنجي اصلوڪي گندرو جي سندر ديهہ ڌاري گندرو لوڪ پڌاريو.



سمان هٿ گهمايو، جنهنڪري جٽايوءَ جي سڀ پيڙا دور ٿي ويئي
هو چوڻ لڳو:- رگهونندن! سيتا کي راوڻ زوريءَ کڻي وڃي رهيو ه
ته مون کيس ڇڏائڻ لاءِ هن سان گهور يڌ ڪيو، پر هڪ طرف هي
هيءُ ٻڍو شرير، ٻئي پاسي هو جڳه وڄئي راوڻ. منهنجي هئي چهنب
۽ چنبا، هن وٽ هئا تيز هٿيار ۽ رٿ جي زره سان ڍڪيل برجستو
شرير. هن منهنجا کنڀ ۽ پير ڪپي ڇڏيا ۽ سيتا کي کڻي آڪاش
۾ ڏکڻ ڏسا ڏي اڏامي ويو. سيتا راوڻ جي اڳيان ڪرڙيءَ وانگيان
ڏڪي رهي هئي. توهين ڏکڻ ڏسا ڏانهن وڃي سندس رکيا ڪريو.
مان توهانکي اِهو سماچار ٻڌائڻ لاءِ پنهنجا پراڻ روڪي رکيا هوا.
۽ هاڻي مان وڌيڪ نه جيئندس.

اِهو ٻڌي رامچندر جي اکين ۾ جل ڀرجي آيو ۽ هو چوڻ لڳو:-
تو پنهنجي سريشٽ ڪرم ڪري اُتم گتي پاتي آهي.

परहित बस जिन्ह के मन माहीं
तिन्ह कहुं जग दुर्लभ कुछु नाहीं ॥

جنجي هردي ۾ ٻين جو اُپڪار وسي ٿو اُنهن لاءِ جڳت ۾ ڪجهه
به درلڀ ناهي. هي پيارا! توهان بلاشڪ هيءُ شرير ڇڏي سورگ
پڌاريو پر اُتي پتاجي کي سيتا هرڻ جي ڳالهه نه ڪجو. جي مان رام
آهيان ته راوڻ پنهنجي ڪٽنبين سميت پاڻ وڃي اِها خبر پهچائيندو.
اُنکانپوءِ جٽايوءَ رامچندر جي هٿن ۾ئي پراڻ ڏنا ۽ رامچندر
سندس ڪيل اُپڪار لاءِ پنهنجي مائٽ سمان سندس اگني سنسڪار
ڪيو. پوءِ هو ٻئي ڀائر سيتا جي ڳولها ۾ ڏکڻ ڏسا ڏانهن هليا ته هڪ
گهاٽي جهنگل ۾ ڪبنڌ نالي هيبتناڪ راڪشس ڏٺائون. اُن راڪشس
کي رڳو ڌڙ هو، جنهن کي ڪنڊن جهڙا ٽڪا وار هئس. هن جي ڇاتيءَ
۾ هڪ اک هئي ۽ هنجو منهن ايڏو ته وڏو هو جو رڇن، شينهن ۽
ٻين کي پڪڙي وات ۾ وجهي چٻاڙي کائيندو هو. هو پنهنجن
ڊگهين ٻانهن سان شري رام ۽ لڪشمڻ کي پڪڙي پنهنجي وات

ٻمبر ڪري سوئي سنت ٿو چوائي. جيڪو ٻين جو ڏن ڪسي سگهي
سوئي عقلمند آهي ۽ جيڪو پاکنڊ ڪريٿو سوئي ڀريتروان ٿو چوائي.
جيڪو ڪوڙ ڳالهائي ۽ ٺرچا مسخري ڪري سوئي گڻوان سمجهو
ٿو وڃي.

ڪلجگ ۾ جيڪو وڏا ننهن ۽ جٽائون رکي گندگي سان
رهي سوئي مشهور تپسوي سمجهو وڃي ٿو، جيڪو من ۾ وچن ۽ ڪرم
سان لٻاڙي هجي، اُنهنجوئي مان ٿو ٿئي. مرد زالن جا مجبور آهن ۽
الون مردن کي باندرن وانگر نچائين ٿيون. شودر برهمڻن کي
اپديش ڪن ٿا، گلي ۾ جٽيو وجهي ڏان وٺن ٿا ۽ پروهتيءَ جا ڪم
ڪن ٿا. سڀ نر ناريون ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ ۾ غلطان آهن.
ڀاڳٺيون استريون پنهنجي سندر پتيءَ کي ڇڏي پر-پرش سان
رستو رکن ٿيون. سهاڳڻين کي نه مٽيا ناهن ۽ وڌوائون نت نوان
هار سينگار پيون ڪن.

گرو ششن جو ڏن نه لٽين ٿا پر اوديا دور نٿا ڪن ۽ ماءُ پيءُ
به ٻالڪن کي اُهي ڪرم سيکارين ٿا جنهنمان رڳو پيٽ ڀرجي. سڀ
نندا وڏا نر ناريون ڳالهيون نه ڪنٿا ويدانت، وئراڳ ۽ سپني سماز
سنسار جون، ڀرلوڀ وس ڪوڏين لاءِ به ڪنهنجي هتيا ڪندي
اهر نٿا ڪن. تيلي، ڪنبر، چنڊال ۽ حجم به زال جي مرڻ کي ۽
ڌن ناس ٿيڻ کي وار ڪوڙائي سنياسي ٿيو پون. ويراڳي ۽ سنياس
نه خوب ناٺو خرچي گهر سينگارين ٿا پر گرهستيءَ جي گهر جو
نکاٺو ناهي. پٽ تيستائين پيءُ ماءُ کي مڃين ٿا جيستائين زال
جو منهن نه ڏٺو اٿائون. راجائون پرجا کي پيڙين ٿا ۽ اُنهن جي
دردشا ڪن ٿا. نيچ هوندي به ڏنوان کي گڻوان ۽ وڏ گهراڻو
سمجهيو وڃي.

هي گرڙ! ڪلجگ ۾ ڪوڙ، ڪپٽ، هٺ، پاکنڊ، ايرکا
اهنڪار، لوڀ، ڪام ڪروڌ ۽ موهه سڄي سنسار ۾ ڀرجي وڃيٿا
ما ... رين سان دکي آهن پر نه به بنا سبب ايمان ۽ ورود ڪ

ٿڌهن ٿڌهن مان ايوڌيا ۾ وڃي؛ سندس ٻال ليلا ڏسي آنند ۾ ٻڏجي ويندو آهيان ۽ پنج سال ايوڌيا ۾ ئي رهندو آهيان. ڪروڙين ڪامديون کي به لڄي ڪندڙ ٻال روپ شري رام ئي منهنجو اشٽ ديو آهي ۽ اُن پرڀوءَ جو درشن ڪري مان پنهنجو جيون سڦل ڪندو آهيان. ٻالپڻ ۾ ڀڳوان جتي جتي گهمندو آهي ته مان به ننڍڙي ڪانوَ جي روپ ۾ هن سان ساڻ ساڻ اُڏامي هن جا ٻال چرتر ڏسندو آهيان ۽ اڱڻ ۾ پيل هن جي جوٺ کائي ڪرتارٿ ٿيندو آهيان. اُن سک جي هڪ رتي به جي ڪنهن کي سپني ۾ به نصيب ٿئي ته اُن سک جي اڳيان برهم آنند به تڇ آهي. انريت مان ڪجهه وقت ايوڌيا ۾ رهي، ڀڳوان جون ٻال ليلائون ڏسي، پرڀوءَ جي چرڻن ۾ وندنا ڪري پنهنجي آشرم ۾ موٽي ايندو آهيان.



## ڪاڪڀشنڊيءَ اڳين جنمن جو ورتانت ۽ ڪلجڳ پرڀاءُ



ڪاڪڀشنڊي چوڻ لڳو:- هي پکين جا راجا گرڙ! مان توکي پنهنجي پهرين جنم جي ڪٿا ٻڌايانٿو. ستجڳ، تريتا جڳ، دواپر ۽ ڪلجڳ، اهي چارئي جڳ رٿ جي هڪ ڦيٿي وانگر ڦرندا رهندا. اهڙي هڪ ڪلپ جي ڪلجڳ ۾ مان ايوڌيانگريءَ ۾ هڪ شودر جي گهر ۾ جنم ورتو هو. مان شنڪر جو ڀڳت هوس ۽ ٻين سڀني ديوتائن جي نندا ڪندو هوس. مان ڌن جي گهمنڊ ۾ مست، بڪوادي ۽ سدائين ترڪ ڪترڪ ۾ لڳو رهندو هوس. اُن گهور ڪلجڳ ۾ سڀ نر ناري پاپن جي سمنڊ ۾ غلطان هوا. سچو ويدڪ ڌرم لوپ ٿي ويو هو ۽ پاکنڊي لوڪن پنهنجا ڪلپت نوان نوان مت متانتر پرگهٽ ڪيا هئا. ڪلجڳ ۾ ورڻ ۽ آشرم موجب آچرڻ ڪرڻ وارو نٿو رهي. برهمڻ ويد (وديا) وڪڻن ٿا ۽ راجائون پرجا جا رکيڪ ٿيڻ بدلي ڀکيڪ ٿين ٿا. جيڪو ٻٽاڪون هڻي سوئي پنڊت آهي، جيڪو




مونکي پنهنجو داس ڄاڻي ٻڌايو تہ توهان هيءُ ڪانگ جو شرير ڇا لاءِ ڌارڻ ڪيو آهي؟ توهانکي ڀڳوان رام جي اٽل ڀڳتي ڪيئن پراپت ٿي؟ توهانجي آشرم ۾ اچڻ سان منهنجو موهہ ۽ ممتا مٽجي ويئي، اُنجو ڪهڙو سبب! هي پريو! ڪرپا ڪري اِهو سڀ مونکي وستار سان ٻڌايو.

اِهو ٻڌي ڪاڪيشنڊي چوڻ لڳو:- هي گرڙ! هيءُ ڪانو جو شرير مون انلاءِ ڌارڻ ڪيو آهي جو هن شرير ۾ مونکي شري رام جي ڀڳتي پراپت ٿي آهي، انلاءِ هن شرير ۾ منهنجي خاص ممتا آهي. جنهن ڪوسوارٿ هوندو آهي تنهنکي سڀڪو چاهيندو آهي. پنهنجي فائدي لاءِ نيچ سان بہ پريم ڪرڻو پوندو آهي، جيئن ريشم جي ڌاڳي لاءِ ماڻهو ريشم جي ڪيڙن کي بہ (جو گندو آهي) سانڍيندا آهن. جيئُ جو سچو سوارٿ اهو آهي تہ من، وچن ۽ ڪرم سان شري رام جي چرڻن ۾ پريت هجي ۽ اُهوئي شرير پوتر ۽ سندر آهي جنهن سان رگهوناٿ جو ڀڄن ڪجي. هن شرير سان منهنجي دردي ۾ رام ڀڳتي پيدا ٿي ۽ منهنجي سڄي سوارٿ جي پورتي ٿي انلاءِ هيءُ نيچ جونِ بہ مونکي ڏاڍي پياري آهي.

هي گرڙ! شوجيءَ جي وردان ڪري منهنجو موت منهنجي چاهہ جي آڌين آهي، تہ بہ مان هيءُ شرير نٿو ڇڏيان، ڇا لاءِ جو بنا شرير جي ڀڄن نٿو ٿئي. مان انيڪ جنمن ۾ انيڪ پرڪارن جا جپ تپ جوڳہ دان آدي ڪرم ڪيا آهن ۽ اُنهن جوڻين ۾ بار بار پيدا ٿيو آهيان. مونکي سڀني جوڻين جي يادگيري آهي ۽ مون سڀ جا چڱا مدا ڪرم سڀني جوڻين ۾ ڪري ڏٺا آهن پر هن جوڻ مان ڪڏهن بہ اچل شانتي ۽ سک کي پراپت نہ ڪيو آهي.
هن جوڻ ۾ رام ڀڳتي پراپت ٿي، انلاءِ مان هن شرير نٿو.

هيءَ ڪانوَ جي نيچ جوڻ انڪري بہ پياري آهي
مچندر منش اوتار ڌارڻ ڪندو آهي،

تڏهن تڏهن مان ايوڌيا ۾ وڃي سندس ٻال ليلا ڏسي آنند ۾ ٻڙجي ويندو آهيان ۽ پنج سال ايوڌيا ۾ ئي رهندو آهيان. ڪروڙين ڪامديون کي به لڄي ڪندڙ ٻال روپ شري رام ئي منهنجو اشٽ ديو آهي ۽ اُن پرڀوءَ جو درشن ڪري مان پنهنجو جيون سڦل ڪندو آهيان. ٻالپڻ ۾ ڀڳوان جتي جتي گهمندو آهي ته مان به ننڍڙي ڪانوَ جي روپ ۾ هن سان ساڻ ساڻ اُڏامي هن جا ٻال چرتر ڏسندو آهيان ۽ اڱڻ ۾ پيل هن جي جوٺ کائي ڪرتارٿ ٿيندو آهيان. اُن سک جي هڪ رتي به جي ڪنهن کي سپني ۾ به نصيب ٿئي ته اُن سک جي اڳيان برهم آنند به تڇ آهي. انريت مان ڪجھ وقت ايوڌيا ۾ رهي، ڀڳوان جون ٻال ليلائون ڏسي، پرڀوءَ جي چرڻن ۾ وندنا ڪري پنهنجي آشرم ۾ موٽي ايندو آهيان.



## ڪاڪڀشنڊيءَ اڳين جنمن جو ورتانت ۽ ڪلجڳ پرڀاءُ



ڪاڪڀشنڊي چوڻ لڳو- هي پکين جا راجا گرڙ! مان توکي پنهنجي پهرين جنم جي ڪٿا ٻڌايانٿو. ستجڳ، تريتا جڳ، دواپر ۽ ڪلجڳ، اهي چارئي جڳ رٿ جي هڪ ڦيٿي وانگر ڦرندا رهنٿا. اهڙي هڪ ڪلپ جي ڪلجڳ ۾ مان ايوڌيا نگريءَ ۾ هڪ شودر جي گهر ۾ جنم ورتو هو. مان شنڪر جو ڀڳت هوس ۽ ٻين سڀني ديوتائن جي نندا ڪندو هوس. مان ڌن جي گهمنڊ ۾ مست، بکوادي ۽ سدائين ترڪ ڪترڪ ۾ لڳو رهندو هوس. اُن گهور ڪلجڳ ۾ سڀ نر ناري پاپن جي سمنڊ ۾ غلطان هوا. سچو ويدڪ ڌرم لوپ ٿي ويو هو ۽ پاکنڊي لوڪن پنهنجا ڪلپت نوان نوان مت متانتر گهڙت ڪيا هئا. ڪلجڳ ۾ ورڻ ۽ آشرم موجب آچرڻ ڪرڻ وارو نه رهي. برهمڻ ويد (وديا) وڪڻن ٿا ۽ راجائون پرجا جا رکيک ٿيڻ لي ڀکيک ٿين ٿا. جيڪو ٻٽاڪون هڻي سوئي پنڊت آهي، جيڪو

ونکي پنهنجو داس ڄاڻي ٻڌايو ته توهان هيءُ ڪانگ جو شريـ
ا لاءِ ڌارڻ ڪيو آهي؟ توهانکي ڀڳوان رام جي اٽل ڀڳتي ڪيئن
راپت ٿي؟ توهانجي آشرم ۾ اچڻ سان منهنجو موهه ۽ ممتا مٽي
يئي، اُنجو ڪهڙو سبب آهي پريوا ڪرپا ڪري اهو سڀ مونکي
ستار سان ٻڌايو.

اِهو ٻڌي ڪاڪڀشنڊي چوڻ لڳو:- هي گرڙا هيءُ ڪانو جو شرير
ن انلاءِ ڌارڻ ڪيو آهي جو هن شرير ۾ مونکي شري رام جي
تي پراپت ٿي آهي، انلاءِ هن شرير ۾ منهنجي خاص ممتا آهي.
نهنجو سوارٿ هوندو آهي تنهنکي سڀڪو چاهيندو آهي. پنهنجي
ڌي لاءِ نيچ سان به پريم ڪرڻو پوندو آهي، جيئن ريشم جي ڏاڳي
ء ماڻهو ريشم جي ڪيئڙن کي به (جو گندو آهي) سانڍيندا آهن. جيڻ
و سچو سوارٿ اهو آهي ته من، وچن ۽ ڪرم سان شري رام جي
رڻن ۾ پريت هجي ۽ اُهوئي شرير پوتر ۽ سندر آهي جنهن سان
گهوناٿ جو ڀڄن ڪجي. هن شرير سان منهنجي هردي ۾ رام ڀڳتي
دا ٿي ۽ منهنجي سچي سوارٿ جي پورتي ٿي انلاءِ هيءُ نيچ
رڻ به مونکي ڏاڍي پياري آهي.

هي گرڙا شوجيءَ جي وردان ڪري منهنجو موت منهنجي
ا جي آڌين آهي، ته به مان هيءُ شرير نه ڇڏيان، ڇا لاءِ جو بنا
ير جي ڀڄن نٿو ٿئي. مان انيڪ جنم ۾ انيڪ پرڪارن جا
پ تپ جوڳ دان آدي ڪرم ڪيا آهن ۽ انهن جونين ۾ بار بار پئي
ڪيو آهيان. مونکي سڀئي جونين جي ياد ڪيري آهي ۽ مون سڀ
م جا چڱا مدا ڪرم سڀني جونين ۾ ڪري ڏٺا آهن پر هن جونِ
گر مان ڪڏهن به [illegible] سک کي پراپت نه ڪيو آهي.
و [illegible] مونکي هن جونِ [illegible] پراپت ٿي، انلاءِ مان هن شرير

[illegible] ڪانوَ جي نيچ جونِ انڪري به پياري آهي
شري رامچندر منش اوتار ڌارڻ ڪندو آهي

ڏٺو هن تڏهن مان ايوڌيا ۾ وڃي سندس ٻال ليلا ڏسي آنند ۾ ٻڏجي ويندو آهيان ۽ پنج سال ايوڌيا ۾ ئي رهندو آهيان. ڪروڙين ڪامديون ڪي به لڄي ڪندڙ ٻال روپ شري رام ئي منهنجو اشٽ ديو آهي ۽ اُن پرڀوءَ جو درشن ڪري مان پنهنجو جيون سڦل ڪندو آهيان. ٻالپڻ ۾ ڀڳوان جتي جتي گهمندو آهي ته مان به ننڍڙي ڪانوَ جي روپ ۾ هن سان ساڻ ساڻ اُڏامي هن جا ٻال چرتر ڏسندو آهيان ۽ اڱڻ ۾ پيل هن جي جوٺ کائي ڪرتارٿ ٿيندو آهيان. اُن سک جي هڪ رتي به جي ڪنهن کي سپني ۾ به نصيب ٿئي ته اُن سک جي اڳيان برهم آنند به تڇ آهي. انرين مان ڪجهه وقت ايوڌيا ۾ رهي، ڀڳوان جون ٻال ليلائون ڏسي، پرڀوءَ جي چرڻن ۾ وندنا ڪري پنهنجي آشرم ۾ موٽي ايندو آهيان.



ڪاڪڀشنڊيءَ اڳين جنمن جو ورتانت ۽ ڪلجڳ پرڀاءَ



ڪاڪڀشنڊي چوڻ لڳو:- هي پکين جا راجا گرڙ! مان توکي پنهنجي ٻهرين جنم جي ڪٿا ٻڌايانٿو. ستجڳ، تريتا جڳ، دواپر ۽ ڪلجڳ، اهي چارئي جڳ رت جي هڪ ڦيٿي وانگر ڦرندا رهنٿا. اهڙي هڪ ڪلپ جي ڪلجڳ ۾ مان ايوڌيا نگريءَ ۾ هڪ شودر جي گهر ۾ جنم ورتو هو. مان شنڪر جو ڀڳت هوس ۽ ٻين سڀني ديوتائن جي نندا ڪندو هوس. مان ڌن جي گهمنڊ ۾ مست، بڪوادي ۽ سداءِ ترڪ ڪترڪ ۾ لڳو رهندو هوس. اُن گهور ڪلجڳ ۾ سڀ نر ناري پاپن جي سمنڊ ۾ غلطان هوا. سچو ويدڪ ڌرم لوپ ٿي ويو هو ۽ پاکنڊي لوڪن پنهنجا ڪلپت نوان نوان مت متانتر رکيت ڪيا هئا. ڪلجڳ ۾ ورڻ ۽ آشرم موجب آچرڻ ڪرڻ وارو ڪو رهي. برهمڻ ويد (وديا) وڪڻن ٿا ۽ راجائون پرجا جا رکيڪ ٿيڻ ڀکيڪ ٿين ٿا. جيڪو ٻناڪون هڻي سوئي پنڊت آهي، جيڪو

ونکي پنهنجو داس ڄاڻي ٻڌايو ته توهان هيءُ ڪانگ جـو شرير
يا لاءِ ڌارڻ ڪيو آهي؟ توهانکي ڀڳوان رام جي اٽل ڀڳتي ڪيئن
راپت ٿي؟ توهانجي آشرم ۾ اچڻ سان منهنجو موهه ۽ ممتا ميٽي
ڀڳي، انجو ڪهڙو سبب! هي پربهو! ڪرپا ڪري اهو سڀ مونکي
ستار سان ٻڌايو.

اهو ٻڌي ڪاڪيشنڊي چوڻ لڳو۔ هي گرڙ! هيءُ ڪانوَ جو شرير
مون انلاءِ ڌارڻ ڪيو آهي جو هن شريـر ۾ مونـکي شري رام جي
ڀڳتي پراپت ٿي آهي، انلاءِ هن شرير ۾ منهنجي خاص ممتا آهي.
جنهن ڪو سوارٿ هوندو آهي تنهنکي سيڪو چاهيندو آهي. پنهنجي
فائدي لاءِ نيچ سان به پريم ڪرڻو پوندو آهي، جيئن ريشم جي ڌاڳي
لاءِ ماڻهو ريشم جي ڪيئڙن کي به (جو گندو آهي) سانديندا آهن. جيئن
جو سچو سوارٿ اهو آهي ته من، وچن ۽ ڪرم سان شري رام جي
چرڻن ۾ پريت هجي ۽ اهوئي شرير پوتر ۽ سندر آهي جنهن سان
رگهو نات جو ڀڄن ڪجي. هن شرير سان منهنجي هردي ۾ رام ڀڳتي
پيدا ٿي ۽ منهنجي سچي سوارٿ جي پورتي ٿي انلاءِ هيءُ نيچ
جوڻ به مونکي ڏاڍي پياري آهي.

هي گرڙ! شوجيءَ جي وردان ڪري منهنجو موت منهنجي
اڇا جي آڌين آهي، ته به مان هيءُ شرير نٿو ڇڏيان، ڇا لاءِ جو بنا
شرير جي ڀڄن نٿو ٿئي. مان انيڪ جنمن ۾ انيڪ پرڪارن جا
جپ تپ جوڳ دان آدي ڪرم ڪيا آهن ۽ انهن جوڻين ۾ بار بار پئي
آهيان. مونکي سڀني جوڻين جي يادگيري آهي ۽ مون سڀ
جا ڄا مدا ڪرم سڀني جوڻين ۾ ڪري ڏٺا آهن پر هن جوڻ
ڪڏهن به اچل شانتي ۽ سک کي پراپت نه ڪيو آهي.
هن جوڻ ۾ رام ڀڳتي پراپت ٿي، انلاءِ مان هن شرير
و رهائئو.

! مونکي هيءَ ڪانوَ جي نيچ جوڻ انڪري به پياري آهي
جو ... شري رامچندر منش اوتار ڌارڻ ڪندو آهي،

ڀڳوان کي وڏيڪ سنئو لڳندو آهي. انسانن ۾ به ويد شاسترن جا ڄاڻو ۽ اُن ڌرم موجب هلت ڪندڙ برهمڻ ۽ اُنهن ۾ به ويراڳي ۽ تياڳي ڀڳوان کي وڏيڪ پيارا آهن. ويراڳين کان وڏيڪ گياني، گيانين کان وڏيڪ وگياني ۽ سڀني کان وڏيڪ پريوءَ ڪي پنهنجا داس ڀڳت ئي پيارا آهن. پوتر، سشيل، صاف ۽ سندر ٻڌيءَ وارو نوڪر سڀني کي وڻندو آهي. انريت جيڪو منش پاڻکي پريوءَ جو داس سمجهي ٿو ۽ پنهنجو گهر بار ڪٽنب قبيلو ڌن ۽ وديا آدي سڀ پدارٿ اُن مالڪ جي ملڪيت سمجهي اُنهن ۾ موهه نٿو رکي، سو پريوءَ کي سڀ کان وڏيڪ پيارو آهي. اهڙي داس جو سمورو بوجهو ڳڻتيون ۽ جوابداريون پريو پاڻ تي هموار ڪري ٿو.

هڪ پيءُ جا گهڻيئي پٽ جدا جدا قابليت، سڀاءَ ۽ چريتر وارا ٿيندا آهن. ڪو ودوان، ڪو تپسوي، ڪو گياني، ڪو سوروير، ڪو ڌني ۽ ڪو داني. پتا جو پريم سڀني تي هڪ جهڙو ٿيندو آهي. پر جي ڪو مورکه پٽ به من، وچن ۽ ڪرم سان پتا جو آگيا ڪاري ڀڳت ٿيندو آهي ته اُهو پيءُ کي سڀني کان وڏيڪ ۽ پراڻن سمان پيارو ٿيندو آهي. انريت هن سنسار جي سڀني جيون تي مالڪ جي مهر آهي پر اِنهن ۾ به جيڪو اوچ يا نيچ جيوُ سچي هردي سان ڀڳوان کي سڀ ڪجهه ارپڻ ڪري ڀڳوان جي ڀڳتي ڪريٿو سو پرماتما کي سڀني کان وڏيڪ پيارو آهي. ڀڳوان جي ڪرپا کانسواءِ منش کي سپني ۾ به شانتي نه ملندي. اِنلاءِ هي گرڙ! جي توکي سچو سکه ۽ شانتي گهرجي ته پنهنجي جيون ۽ پدارٿن جي موهه ممتا ڇڏي ۽ دنيا جي پرپنچ کان منهن موڙي ڀڳوان شري رام جو ڀڄن ۽ سمرڻ ڪر!

ڪاڪڀشنڊيءَ جا سندر وچن ٻڌي گرڙ جي نيترن ۾ پريم جو جل ڀرجي آيو ۽ هو ڀشنڊيءَ جي چرڻن تي بار بار سر نوائي لڳو:- هي سٽگرو! توهانجي ڪرپا سان منهنجو سڀ شڪ شبها ۽ ناس ٿيو. مان شري رام جي رهسيه کي ڄاڻو. هاڻي ڪرپا




موهه ۽ اندو نه ٿيو هجي؟ جڳت ۾ اهڙو ڪير آهي جنهنکي ڪام نچايو نه هجي؟ ترشنا ڪنهنکي متوالو نه بڻايو آهي؟ ڪروڌ ڪنهن جي هردي کي جلايو ناهي؟ سنسار ۾ اهڙو ڪير آهي جنهنجي لوڀ متي پليت نه ڪئي هجي؟ دولت جي نشي ڪنهنکي ڏنگو ۽ ٻوڙو نه ڪيو آهي؟ سندر ۽ جوان استريءَ جي نيڻ-باڻن سان ڪير گهايل نه ٿيو آهي؟

هي گرڙا مايا جي اها پرچنڊ سگنا سڄي سنسار ۾ ڦهليل آهي. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار اُنجا سنساپتي آهن ۽ ڪوڙ ڪپٽ پاکنڊ آدي اُنجا انيڪ ٻيڙا آهن. اِها مايا شري رام جي داسي آهي. جا مايا سڄي سنسار کي نچائي رهي آهي سا پاڻ پربوءَ جي اڳيان نچي رهي آهي. ويچار ڪري ڏسجي ته اُها مايا مٿيا ته آهي پر نه ٻه شري رام جي ڪرپا بنا اُن مان ڇوٽڪارو نٿو ملي. شري رام سچدانند سروپ، اجنما، سرويياپڪ، سرو روپ، اکنڊ، اننت، نرگڻ، مهان، واڻيءَ ۽ ٻڌيءَ کان پري، نراڪار، آنند جو ڀنڊار، پرڪرتيءَ کان پري، سدا سيني جي هردي ۾ وسڻ وارو، وڪار رهت، ابناشي برهم آهي. اُن ڀڳوان ڀڳتن جي رکيا ۽ ڌرم جي رکيا لاءِ راجا جو شرير ڌاري منش جهڙا انيڪ چرتر ڪيا. جيئن ڪولي ڪيل ڪرڻ وارو نٽ انيڪ ويس ڌارڻ ڪري ناٽڪ ۾ اُنهن موجب ڪم ڪري ڏيکاريندو آهي؛ پر پاڻ اُنهن مان ڪولي ٻه نه هوندو آهي، تيئن شري رگهوناٿ ساڌارڻ منش کي سکيا ڏيڻ لاءِ اُنهن جهڙا چرتر ڪيا آهن. جنهنجي ٻڌيءَ تي مايا ممتا ۽ اڳيان ۽ جا انيڪ پڙدا چڙهيل آهن، اُهي مورک پربوءَ کي سڃاڻي ن.

ءَ سڄو سنسار ڀڳوان جي سرشٽي آهي. اُنھ انيڪ پرڪار جا ڙ (آڪاش ۾ پرٿويءَ تي ۽ پرٿويءَ جي اندر) جيو آهن بيئل (وڻ ٽڻ وغيره) جيو به آهن اِهي سيئي پربوءَ جا جو سيئي هنجائي پيدا ڪيل آهن. اِنهن سيني ۾ انسان

مان ڪئلاش تي موٽي آيس ۽ اچي سماڌيءَ ۾ مگن ٿيس.

هي گرجا! انريت مون ڪاڪڀشنڊيءَ جي واتان شري رام ڪٿا ٻڌي ۽ هاڻي ٻڌ ته گرڙ ڪاڪڀشنڊيءَ وٽ ڪيئن ويو. هڪ دفعي گرڙ کي اچي شنڪا ٿي ته جيڪو ڀڳوان وڪار رهت، سرووياپڪ، سرو شڪتيمان ۽ مايا موهه کان پري پرميشور آهي، سو هڪ منش ٿي استريءَ لاءِ بن ۾ ورلاپ ڪيئن ڪندو ۽ خسيس راڪشسن جي يڌ ۾ گهائل ۽ مورڇت ڪيئن ٿيندو! گرڙ پنهنجي من کي گهڻوئي سمجهايو پر هنجي من جو ڀرم نورت نه ٿيو. نيٺ هن نارد منيءَ وٽ وڃي پنهنجي شنڪا ٻڌائي، جنهن برهما وٽ موڪليس. برهما وري گرڙ کي مون وٽ موڪليو. مان پرڀوءَ جي مايا پربل ڄاڻي گرڙ کي چيو:- هي گرڙ! جڏهن گهڻو وقت سنتن جو سنگ ڪبو آهي تڏهن شنڪائن جو سماڌان ٿيندو آهي. سنتن جي سنگ ۾ هري ڪٿا ٻڌڻ جو موقعو ملندو آهي ۽ هري ڪٿا ٻڌڻ سان پرڀوءَ ۾ پريم ۽ شرڌا پيدا ٿيندي آهي. انلاءِ مان توکي اُتي موڪليانٿو جتي هرروز ڪٿا ٿيندي آهي. تون نيلگري پربت تي وڃي گياني ڪاڪڀشنڊيءَ جي واتان هري ڪٿا ٻڌ ته تنهنجي من جو دک دور ٿيندو.

اهو ٻڌي گرڙ نيلگري پربت تي ويو ۽ تلاءُ مان سنان آچمن ڪري ٻڙ جي وڻ هيٺ آيو جتي ڪيترائي گياني ۽ ٻيا پکي ڪٿا ٻڌڻ لاءِ ويٺا هوا. پنهنجي راجا گرڙ کي آيل ڏسي سڀني پکين سندس آدرسنڪار ڪيو ۽ گرڙ به ڪاڪڀشنڊيءَ کي پنهنجي اچڻ جو مطلب ٻڌايو. تڏهن ڪاڪڀشنڊيءَ ڏاڍي پريم ۽ اُتساهه سان گرڙ کي شري رام ڪٿا ٻڌائي. ڪاڪڀشنڊيءَ جي پرم پوتر آشرم ۾ رهي، سنتن جو سنگ ڪري ۽ هري ڪٿا ٻڌي گرڙ ڪرتارٿ ٿيو ۽ سندس ڀرم ۽ شنڪا مٽجي ويئي. ڪٿا جي سماپت ٿيڻ تي ڪاڪڀشنڊي گرڙ کي چوڻ لڳو:- هي پکيراج! توهان پنهنجي ڀرم ۽ موهه جي ڳالهه ڪئي سو پرڀوءَ جي مايا ڏاڍي پربل آهي. برهما، نارد، شنڪر ۽ ٻيا ديوتائون ۽ گياني مهاتمائون ۽ رشي مني، اُنهن ۾ اهڙو ڪير آهي جو

سندر ڪٿا ٻڌائي جا ڪاڪيشنڊيءَ گرڙ کي ٻڌائي هئي، پر رامچندر جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاو بي انت آهن جنهنجو ورڻن هزار جيڀن وارو شيش ۽ شاردا به نٿا ڪري سگهن. سمندر جي پاڻيءَ جا ڦڙا يا پرٿويءَ جي واريءَ جا ڪڻا ڀلي ڳڻي سگهجن پر شري رام جا چرتر پوريءَ طرح ورڻن ڪري نٿا سگهجن. هي ڀواني! هاڻي ٻڌاءِ ته توکي وڌيڪ ڇا ٻڌايان؟

پاروتـي ڪومل واڻيءَ سان چوڻ لـڳي:- هي نـاٿ! شري رامچندر جي ڪلياڻڪاري ڪٿا ٻڌي مان ڌنيه ٿيس ۽ اپار سک پاتم. منهنجو موهه ۽ سڀ شنڪائون نسورت ٿي ويون. هاڻي باقي اِهو ٻڌايو ته ڪاڪيشنڊي نالي ڪانءُ کي اهڙي ڀڳتي، ويراڳ، گيان ۽ وگيان ڪيئن پراپت ٿيو جو پکين جي راجا گرڙ کي، جيڪو پاڻ وڏو گياني ۽ ڀڳوان جو واهن (سواري) آهي، تنهنکي به پربوءَ جي اِها ڪٿا ٻڌايائين ۽ گيان اُپديش ڏنائين. توهان به اها ڪٿا ڪاڪيشنڊيءَ کان ڪيئن ٻڌي سو به ڪرپا ڪري ٻڌايو.

شنڪرچوڻ لـڳو:- هي پياري! تو اڳين جنم ۾ جڏهن پنهنجي پتا جي يگيه ۾ پنهنجي ديهه ڀسم ڪري ڇڏي، تڏهن مان تنهنجي ويوگ ۾ اهڙو وياڪل ٿيس جو ڪجهه به نٿي سمجهيوءِ ڪي سماڌي ٿي لـڳي. مان شوڪ ۽ وئراڳ ۾ جي بن، پربت، نديون، سرور ۽ ٻيا نظارا ڏسندو گهمندو ڦـرندو رهيس، پر مونکي ڪٿي به شانتي نـه ملي. نيٺ سميرو پـربت جي هڪ نيل چوٽيءَ جـي رمڻيڪ سندرتا مونکي ڏاڍي وڻـي، جو اُن چوٽيءَ تـي هڪ نرمل تلاءُ هو، جنهن ۾ رنگ برنگي ڪمل ٽڙيل هوا. اُن تلاءُ جي ڪناري ٻڙ جو هڪ وڏو وڻ آهي جنهنجي هيٺان ويهي اُهو ڪاڪيشنڊي ڪانگ پربوءَ جي ڌيان ۽ جپ ۾ مگن رهندو آهي. هريءَ جي ڀڄن ڪانسواءِ هن کي ٻيو ڪو ڪم ڪونهي ۽ انيڪ پکي اُن وڻ جي هيٺان ويهي ڪانئس هري ڪٿا ٻڌندا آهن. مان اِهو درشيه ڏسي آنند ۾ ڀرجي ويس ۽ پاڻ به هڪ هنس جو روپ ڌاري ڪاڪيشنڊيءَ کان شري رام جي اِها ڪٿا ٻڌم. اها ڪٿا ٻڌي منهنجي من ۾ شانتي ۽ سک آيو ۽ پوءِ

پنهنجي راڄ جا ٻہ حصا ڪيا ۽ اُتر ۾ لوَ کي ۽ ڏکڻ ۾ ڪش کي راڄگديءَ تي وهاريائين. اِهو ٻڌي وانراج سگريو بہ انگد کي راڄگديءَ تي ويهاري اچي رامچندر وٽ حاضر ٿيو. شري رام هنجو پريم ڏسي هن کي بہ پاڻ سان مها ياترا ڪرڻ جي موڪل ڏني. ايوڌيا واسين جو پريم ۽ شردا ڏسي، رامچندر اُنهنکي بہ انڪار ڪري نہ سگهيو پر رڳو هنومان کي سنسار ۾ رهڻ جي آگيا ڪيائين. ڇو تہ هو چرنجيو آهي. هن رامچندر کي هٿ جوڙي چيو:- ڀڳوان! هن سنسار ۾ جيستائين جبل، نديون، سورج ۽ چندرما آهي، تيستائين توهانجي پوتر ڪٿا جو پرچار ٿيندو رهندو. مان توهانجي سروپ جو ڌيان هردي ۾ ڌارڻ ڪري توهانجي ڪٿا روپي امرت پيئندو رهندس.

ٻئي ڏينهن صبوح جو شري رام هٿن ۾ ڀ ڪٺي ويد منترن جو اُچار ڪندو سرجو نديءَ ڏانهن هليو. سندس اڳيان اگني هوتر جي برندڙ اگني هئي ۽ پٺيان ڀرت، شترگهن، سگريو ۽ ايوڌيا جا نر ناري هوا. سڄيءَ ايوڌيا ۾ ڪوبہ ڪونہ رهيو ۽ سڀيئي رامچندر سان گڏ سرجوُ نديءَ تي اچي پهتا. رامچندر پنهنجن ڀائرن سميت سرجوُ نديءَ ۾ پرويش ڪيو ۽ وشڻو ڀڳوان جي تيج ۾ سمائجي ويو. انوقت ديوتائون وماڻ ونيءِ آيا ۽ رامچندر جي سڀني ڀڳتن کي برهم لوڪ وٺي ويا.

شنڪرِ ٿو چوي:- هي پاروتي! شري رام پنهنجي وشڻو سروپ ۾ هن برهمانڊ جي هرجڳهہ ۽ هر وستوءَ ۾ رمي رهيو آهي. هرهڪ جيو جو پرم پرشارٿ اِهو آهي تہ هو سڀ هنڌ رام کي وياپڪ ڏسي ۽ انڀؤ ڪري. رامائڻ جي هيءَ ڪٿا ويد سمان آهي ۽ جيڪو بہ ڀڳتيءَ ۽ شردا سان هيءَ ڪٿا پڙهندو ۽ ٻڌندو تنهن جا سڀ دکہ دور ٿيندا.



گرڙ جو اڳيان ۽ ڪاڪڀشنڊيءَ واتان رام ڪٿا ٻڌڻ.

---

شنڪر چوڻ لڳو: هي گرجا! مون توکي رامچندر جي اِها

آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي. ٿوريءَ دير کانپوءِ هو ٽڙڪي چوڻ لڳو:- اڄ منهنجي اکين اڳيان منهنجي لڪشمي پرٿويءَ ۾ الوپ ٿي وئي. جنهن مونلاءِ سڀ سک تياڳي ٻن جا ڪشٽ به منا ڪري ڀوڳيا، سائي اڄ مونکي ڇڏي وئي. هي ماتا پرٿوي! يا ته مونکي سيتا موٽائي ڏي يا ته مونکي به پنهنجي گود ۾ جڳهه ڏي. مان سيتا کانسواءِ ڪڏهن به سکي رهي نه سگهندس.

رامچندر جا دل ڏاريندڙ ورلاپ ٻڌي سڀني جي نيڻن مان نير وهڻ لڳو. انوقت مهرشي والميڪ ۽ ٻين رامچندر کي سمجهائي ڌيرج ڏنو. پوءِ سڀيئي لوڪش کي وٺي ڍڳيه جي گهوڙي سميت ايوڌيا موٽي آيا. رامچندر جو اشومي ڍڳيه سک سان پورو ٿيو. پر سيتا کانسواءِ هنکي سڄو سنسار سڃو ٿي لڳو.



## رامچندر جو لڪشمڻ کي تياڳڻ ۽ پاڻ به وشڻو ڀڳوان جي تيج ۾ سمائجڻ.



رامچندر پرٿويءَ تان انياچار جو ناس ڪري ٿي ڪيو جو چوطرف پرجا ۾ سک شانتي سندرتا ڇائنجي وئي. سنڌو نديءَ جي ملڪ ۾ گندرون ظلم ڀاري ڏنو هو، تنکي رامچندر جي آگيا موجب ڀرت جي ٻن پٽن وڃي دٻايو ۽ اُتي آريه سڌانتن موجب راڄ ڪرڻ لڳا. ڀرت جي وڏي پٽ تکيه جي راڄڌاني تکيه شلا ٿي ۽ ننڍي پٽ پشڪل گندار (قندار) ديش ۾ پشڪلاوت نالي شهر وسائي اُنکي پنهنجي راڄڌاني بڻايو.

رامچندر لڪشمڻ جي ٻن پٽن انگد ۽ چندرڪيتو کي ڪاروپٿ ۽ ملهه ديسن جو راڄ ڏنو. شترگهن جي ٻن پٽن سباهو ۽ شترگهاتيءَ کي اڳيه مٿرديش جو راڄ وراهي ڏنو ويو هو. انريت رامچندر پنهنجن ڀائرن جي پٽن کي جڏهن ديش وراهي ڏنا تڏهن پنهنجي جو نش ... ين. اهو ڇاڻي ڌرمراج مهاڪال هڪ منيءَ

پنهنجي راڄ جا ٻه حصا ڪيا ۽ اُتر ۾ لوَ کي ۽ ڏکڻ ۾ ڪش کي راڄگديءَ تي وهاريائين. اِهو ٻڌي وانراج سگريو ٻه انگد کي راڄگديءَ تي ويهاري اچي رامچندر وٽ حاضر ٿيو. شري رام هنجو پريم ڏسي هن کي ٻه پاڻ سان مها ياترا ڪرڻ جي موڪل ڏني. ايوڌيا واسين جو پريم ۽ شرڌا ڏسي، رامچندر اُنهنکي ٻه انڪار ڪري نه سگهيو پر رڳو هنومان کي سنسار ۾ رهڻ جي آڳيا ڪيائين. ڇو ته هو چرنجيو آهي. هن رامچندر کي هٿ جوڙي چيو:- ڀڳوان! هن سنسار ۾ جيستائين جبل، نديون، سورج ۽ چندرما آهي، تيستائين توهانجي پوتر ڪٿا جو پرچار ٿيندو رهندو. مان توهانجي سروپ جو ڌيان هردي ۾ ڌارڻ ڪري توهانجي ڪٿا روپي امرت پيئندو رهندس.

ٻئي ڏينهن صبوح جو شري رام هٿن ۾ ڀڃ ڪڻي ويد منترن جو اُچار ڪندو سرجو نديءَ ڏانهن هليو. سندس اڳيان اگني هوتر جي ٻرندڙ اگني هئي ۽ پٺيان ڀرت، شترگهن، سگريو ۽ ايوڌيا جا نر ناري هوا. سڄيءَ ايوڌيا ۾ ڪوبه ڪونه رهيو ۽ سڀيئي رامچندر سان گڏ سرجوُ نديءَ تي اچي پهتا. رامچندر پنهنجن ڀائرن سميت سرجوُ نديءَ ۾ پرويش ڪيو ۽ وشڻو ڀڳوان جي تيج ۾ سمائجي ويو. انوقت ديوتائون ومان وٺي آيا ۽ رامچندر جي سڀني ڀڳتن کي برهم لوڪ وٺي ويا.

شنڪر ٿو چوي:- هي پاروتي! شري رام پنهنجي وشڻو سروپ ۾ هن برهمانڊ جي هر جڳهه ۽ هر وستوءَ ۾ رمي رهيو آهي. هرهڪ جيو جو پرم پرشارٿ اِهو آهي ته هو سڀ هنڌ رام کي وياپڪ ڏسي ۽ انيوُ ڪري. رامائڻ جي هيءَ ڪٿا ويد سمان آهي ۽ جيڪو به ڀڳتيءَ ۽ شرڌا سان هيءَ ڪٿا پڙهندو ۽ ٻڌندو تنهن جا سڀ ڏک دور ٿيندا.



گرڙ جو اڳيان ۽ ڪاڪڀشنڊيءَ واتان رام ڪٿا ٻڌڻ.

---

شنڪر چوڻ لڳو: هي گرجا! مون توکي رامچندر جي اِها



## سيتا جو ڌرتيءَ ۾ پرويش ڪرڻ.

هوڏانهن لوَ ۽ ڪش لڙائيءَ جو انت ٿيل سمجهي ۽ رات پورڻ ڪري يگيه جو سينگاريل گهوڙو وٺي پنهنجي ڪٽيا ۾ آيا ۽ ماتا سيتا کي اچي يڌ جي حقيقت ٻڌائي اهو گهوڙو ڏيکاريائون. سيتا جڏهن اُن گهوڙي تي پنهنجي سواميءَ ۽ پراڻناٿ جي پتريڪا ڏٺي تڏهن وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پئي. اهو ڏسي لوَ ۽ ڪش ڊنا ۽ ماتا کي هوش ۾ آڻي سندس اِن دشا جو ڪارڻ پڇڻ لڳا. تڏهن سيتا چيِن:- هي پترو! توهان پنهنجي پتا جي يگيه جو گهوڙو آندو آهي ۽ جن چاچن کي نمرتا سان پرڻام ڪرڻ گهرجيو تن سان جنگ جوٽي اٿو.

اِهو ٻڌي ٻئي ٻالڪ ڏاڍا ششدر ٿيا ۽ مهرشي والميڪ وٽ وڃي پنهنجي غلطيءَ جي سموري حقيقت ٻڌايائون. صبوح ٿينديئي مهرشي والميڪ لوَ ڪش ۽ سيتا کي وٺي اُن استان تي آيو جتي ڪالهه يڌ لڳي هئي ۽ هائي، راجا رامچندر پاڻ يڌ ڪرڻ لاءِ آيل هو. انوقت ڀرت، لڪشمڻ ۽ شتروگهن به سجاڳ ٿيل هوا ۽ سڀيئي ٻنهي رشي ڪمارن جي پراڪرم جي ساراهه ڪري رهيا هوا. سڀني جي وسميه جي حد نه رهي جڏهن ڏٺائون ته اُهي ٻئي رشي ڪمار هٿ جوڙي يگيه جي گهوڙي، مهرشي والميڪ ۽ گيرو رنگل وسترن ۾ هڪ تپسوي استريءَ سميت، ڏاڍي نمرتا سان اچي رهيا آهن!

جڏهن مهرشي والميڪ کي رامچندر ۽ ٻين ڏنڊوت پرڻام ڪيو تڏهن مهرشيءَ چيو:- هي رگهوڪل شرومڻي شري رام! هي ٻئي ٻالڪ جيڪي توهان اڳيان هٿ جوڙي بيٺا آهن سي توهانجا ئي پتر لوَ ۽ ڪش آهن، جن کي پتورتا سيتا منهنجي آشرم ۾ جنم ڏنو آهي. توهانجي اِنهن ٻنهي ڪمارن کي سندن ماتا ۽ مان سڀني وديائن ۾ نپڻ ڪيو آهي. هنن ٻنهي ٻالڪن اڻڄاڻائيءَ سبب توهانجو گهوڙو جهليو ۽ پنهنجن پوڄنيه چاچن سان يڌ جوٽي، انلاءِ هي ٻئي پڇتائي رهيا آهن. هيءَ آهي توهانجي ڌرم پتني سيتا جا پوتر شڌ

اسانکي موٽائي ڏيو ۽ وچي گهر خوش ٿيو.

اهو ٻڌي ڪمار لؤ وراڻيو:- هي آريہ! توهان اسان تي ديا نہ ڪريو ڇو تہ اسان جاتي واٽي دگوجہ جو گهوڙو جهليو آهي. توهان سمجهو ٿا تہ توهان ڪانسواءِ پرٿوي جوڌن کان خالي آهي، انلاءِ هاڻي مڙس ٿي اچي گهوڙو وٺو. يڌ ڪرڻ ڪانسواءِ توهانکي گهوڙو ڪين ملندو.

اهو ٻڌي شترگهن انهن ٻالڪن سان يڌ ڪرڻ شروع ڪئي، پر لوَ ۽ ڪش اهڙا تہ پراڪرمي هوا جو تيرن جي ورڪا ڪري ڪيتري سئنا ماري ڇڏيائون ۽ خود شترگهن کي مورڇت ڪري ڇڏيائون. تڏهن لشڪر مهان بچيل ڪن سپاهين وڃي رامچندر کي سچي حقيقت ٻڌائي. رامچندر ڀرت ۽ لڪشمڻ کي وڏي سئنا سان يڌ جي جي مئدان تي موڪليو. ڀرت ۽ لڪشمڻ جڏهن اچي اُنهن ٻنهي رشي ڪمارن کي ڏٺو ۽ سندن ادڀت پراڪرم ڏٺو تڏهن هو ٻئي وسمہ ۾ پرجي ويا. هو کين چوڻ لڳا:- اڙي ٻالڪو! توهانکي شايد هن ٻالڪ اوستا ۾ ئي ڪال جي ڪوٺ ٿي آهي. پر اسين توهانکي ماريون تنهن کان اڳہ پنهنجي ماتا پتا جو نالو تہ ٻڌايو.

اهو ٻڌي لوَ ڪمار وراڻيو:- هي آريہ پرشو! توهانکي بہ پنهنجي پاڻ وانگر پنهنجي ٻل جو ڏاڍو اڀمان آهي ۽ واڪ يڌ ۾ ڏاڍا چتر ٿا ڏسجو. پر زبان سان جنگہ زالون ڪنديون آهن نہ ڪ ڪتري وير پرش. اسانجو خيال نہ ڪريو ۽ اچي يڌ ڪريو. اسانکي پنهنجي پتا جي نالي جي خبر نہ آهي ۽ اسانجي ماتا ۽ رشي اسانجي پالنا ڪندا آهن.

ائين چئي لوَ ۽ ڪش ڀرت ۽ لڪشمڻ جي سئنا تي تيرن جي ورڪا ڪرڻ شروع ڪئي ۽ گهڻي لڙائيءَ ڪانپوءِ سڄيءَ سئنا کي گهايل ڪري ڀرت ۽ لڪشمڻ کي بہ مورڇت ڪري ڇڏيائون. تڏهن وري بہ باقي بچيل سئنڪن وڃي رامچندر کي سچي حقيقت ٻڌائي. ٻن رشي ڪمارن جي اهڙي ادڀت پراڪرم جي وارتا ٻڌي ۽ پنهنجي ڀائرن جي مورڇت اوستا جو ٻڌي رامچندر وسميہ ۽ چنتا ۾ پرجي وڏي سئنا وٺي پاڻ يڌ ڀوميءَ ڏانهن روانو ٿيو.




والميڪ رشيءَ جو لو ۽ ڪش کي سنگيت سيکارڻ.

أڇلائڻ لڳو. پر ويرُ شتروگهن پنهنجن پاڻن سان اهي وڻ ويو ڪٽيندو
لوڻاسر جو بدن پٿر سمان سخت هو جو شتروگهن جي پاڻن جو اُن تي
ڪو به اثر نه ٿيو. لوڻاسر هڪ وڏو وڻ شتروگهن جي مٿي تي هنيو
ته اُن مان رت ريلا ڪري وهڻ لڳو ۽ هو مورڇت ٿي ڪري پيو.
لوڻاسر سمجهيو ته شتروگهن مري ويو ۽ پنهنجا وڪريل جانور گڏ
ڪرڻ لڳو. پر ٿوريءَ ويرم ڪانپوءِ شتروگهن کي جڏهن هوش آيو
تڏهن هو جوش ۾ پرجي اُٿي ڪڙو ٿيو ۽ راڪشس کي يد لاءِ للڪارڻ
لڳو. لوڻاسر هڪ وڏي چپ کڻي ڪاهي آيو ته شتروگهن انوقت
شري رام جو ڏنل اموگهه پاڻ اُن راڪشس کي هنيو. اُهو پاڻ وڄ وانگ
تجلو ڪري وڃي لوڻاسر جي ڪڙڪيو ۽ سندس ڇاتي ڏري پيئي
هو زمين تي ڪري، مري ويو.

لوڻاسر جي موت ڪري سڄيءَ پرجا ۾ خوشي ڇانئجي ويئي
ماڻهن وري اچي پنهنجا گهر ۽ دڪان وسايا. ويران ٿيل شهر وري
ماڻهن سان پريل ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا ۽ سڀيئي شتروگهن جي پراڪر
جي ساراهه ڪرڻ لڳا. جڏهن اُن ديش جي راڄ جو انتظام چڱيءَ طرح
هلڻ لڳو تڏهن شتروگهن ايوڌيا موٽي آيو. ايوڌيا ۾ سندس ڏاڍي
آجيان ٿي ۽ سندس مرضي نه هوندي به ڪيس مٿرا ديش جو راڄتلڪ
ڏنو ويو. شتروگهن رامچندر کي هٿ جوڙي چيو:- هي پراڻا! مو
توهانجي آگيا موجب لوڻاسر کي ماري مٿرا ديش وسايو، پر مون
توهانکان جدا رهڻ جي سگهه ڪانهي. مونکي توهان پنهنجي شي
۾ هتي رهڻ جي آگيا ڏيو.

رامچندر چيو:- هي پيارا! توُن وقت به وقت مونسان ملڻ لا
ايوڌيا ايندو رهج. توُن ته مونکي پراڻن کان به وڌيڪ پيارو آهين
پر پرجا جي رکيا ۽ ديش ۾ انتظام رکڻ راجا جو پهريون ڌرم آهي.

شتروگهن کي رامچندر جا اهي ڌرم انوسار وچن قبول ڪرڻا پيا.
ڪجهه وقت ايوڌيا ۾ رهي پنهنجي راجڌانيءَ مٿرا ڏانهن موٽي ويو




والميڪ رشيءَ جو لو ۽ ڪش کي سنگيت سيکارڻ .

ڻ لڳو، پرو پر شتروگهن پنهنجن ٻاڻن سان اهي وڻ ويو ڪٽيندو.
سر جو بدن پٿر سمان سخت هو جو شتروگهن جي ٻاڻن جو اُن کي
ربه اثر نٿي ٿيو. لوڻاسر هڪ وڏو وڻ شتروگهن جي مٿي کي هنيو
اُن مان رت ريلا ڪري وهڻ لڳو ۽ هو مورڇت ٿي ڪري پيو.
ٽاسر سمجهيو ته شتروگهن مري ويو ۽ پنهنجا وڪريل جانور ڪـ
ڪرڻ لڳو. پر ٿوري ويرم ڪانپوءِ شتروگهن کي جڏهن هوش آيو
تڏهن هو جوش ۾ ڀرجي اُٿي ڪڙو ٿيو ۽ راڪشس کي يڌ لاءِ للڪار
لڳو. لوڻاسر هڪ وڏي ڇپ ڪٽي ڪاهي آيو ته شتروگهن انوق
شري رام جو ڏنل اموگهه ٻاڻ اُن راڪشس کي هنيو. اُهو ٻاڻ وڄ وا
ٻجلو ڪري وڃي لوڻاسر کي ڪڙڪيو ۽ سندس ڇاتي ڏري پيئي
هو زمين تي ڪري مري ويو.
لوڻاسر جي موت ڪري سڀنيءَ پرجا ۾ خوشي ڇانئجي ويئي ۽
ماڻهن وري اچي پنهنجا گهر ۽ دڪان وسايا. ويران ٿيل شهر وري
ماڻهن سان ڀريل ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا ۽ سڀيئي شتروگهن جي پراڪرم.
جي ساراهه ڪرڻ لڳا. جڏهن اُن ديش جي راڄ جو انتظام چڱيءَ طرح
هلڻ لڳو تڏهن شتروگهن ايوڌيا موٽي آيو. ايوڌيا ۾ سندس ڏاڍي
آجيان ٿي ۽ سندس مرضي نه هوندي به ڪيس مدرا ديش جو راڄتلڪ
ڏنو ويو. شتروگهن رامچندر کي هٿ جوڙي چيو:- هي پراڻا! مون
توهانجي آڳيا موجب لوڻاسر کي ماري مدرا ديش وسايو، پر مونه
توهانڪان جدا رهڻ جي سمرٿي ڪانهي. مونکي توهان پنهنجي شيو
۾ هتي رهڻ جي آڳيا ڏيو.
رامچندر چيو:- هي پيارا! تون وقت به وقت مونسان ملڻ ا
ايوڌيا ايندو رهج. تون ته مونکي ڀراتن ڪان به وڌيڪ پيارو آهين
پرپرجا جي رکيا ۽ ديش ۾ انتظام رکڻ راجا جو پهريون ڌرم آهي.
شتروگهن کي رامچندر جا اهي ڌرم انوسار وچن قبول ڪرڻا پيا
ڪجهه وقت ايوڌيا ۾ رهي پنهنجي راڄڌانيءَ مدرا ڏانهن موٽي و



والميڪ رشيءَ جو لوَ ۽ ڪش کي سنگيت سيکارڻ.

اچلائڻ لڳو، پر ويرشتروگهن پنهنجن ٻاڻن سان اهي وڍ ويو ڪٽيندو. لوڻاسر جو بدن پٿرسمان سخت هو جو شتروگهن جي ٻاڻن جو اُن تي ڪوبه اثر نٿي ٿيو. لوڻاسر هڪ وڏو وڻ شتروگهن جي مٿي تي هنيو ته اُن مان رت ريلا ڪري وهڻ لڳو ۽ هو مورڇت ٿي ڪري پيو. لوڻاسر سمجهيو ته شتروگهن مري ويو ۽ پنهنجا وڪريل جانور گڏ ڪرڻ لڳو. پر ٿوري ويرم کانپوءِ شتروگهن کي جڏهن هوش آيو، تڏهن هو جوش ۾ ڀرجي اُٿي کڙو ٿيو ۽ راڪشس کي يُد لاءِ للڪارڻ لڳو. لوڻاسر هڪ وڏي چپ کٽي کاهي آيو ته شتروگهن انوقت شري رام جو ڏنل اموگهه ٻاڻ اُن راڪشس کي هنيو. اُهو ٻاڻ وڄ وانگر تجلو ڪري وڃي لوڻاسر تي ڪڙڪيو ۽ سندس ڇاتي ڏري پيئي ۽ هو زمين تي ڪري مري ويو.

لوڻاسر جي موت ڪري سڄيءَ پرجا ۾ خوشي ڇانئجي ويئي ۽ ماڻهن وري اچي پنهنجا گهر ۽ دڪان وسايا. ويران ٿيل شهر وري ماڻهن سان ڀريل ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا ۽ سڀيئي شتروگهن جي پراڪرم جي ساراهه ڪرڻ لڳا. جڏهن اُن ديش جي راڄ جو انتظام چڱيءَ طرح هلڻ لڳو تڏهن شتروگهن ايوڌيا موٽي آيو. ايوڌيا ۾ سندس ڏاڍي آجيان ٿي ۽ سندس مرضي نه هوندي به ڪيس مدرا ديش جو راجتلڪ ڏنو ويو. شتروگهن رامچندر کي هٿ جوڙي چيو:- هي پرانا! مون توهانجي آگيا موجب لوڻاسر کي ماري مدرا ديش وسايو، پر مونهه توهانکان جدا رهڻ جي سمرٿي ڪانهي. مونکي توهان پنهنجي شيوا ۾ هتي رهڻ جي آگيا ڏيو.

رامچندر چيو:- هي پيارا! تون وقت به وقت مونسان ملڻ لاءِ ايوڌيا ايندو رهج. تون ته مونکي پراڻن کان به وڌيڪ پيارو آهين، پر پرجا جي رکيا ۽ ديش ۾ انتظام رکڻ راجا جو پهريون ڌرم آهي.

شتروگهن کي رامچندر جا اهي ڌرم انوسار وچن قبول ڪرڻا پيا. هو ڪجهه رقت ايوڌيا ۾ رهي پنهنجي راڄڌانيءَ مدرا ڏانهن موٽي ويو.



شترگهن پنهنجي سئنا کي گڏ رواني ڪيو ۽ پاڻ وات تي مهرشي والميڪ جي آشرم ۾ رسي پيو. اتفاق سان انوقت سيتا ي ٻه جاڙا پٽ ڄاوا. مهرشيءَ انهن مان وڏي جو نالو لُو ۽ ٻئي جو نالو ڪش رکيو. اِهو ڏسي شترگهن ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ ماتا سيتا کي پرڻام ڪري ۽ سندس آشيرواد وٺي مٿرا ديش ڏانهن روانو ٿيو.

شترگهن جمنا ندي پار ڪري وڃي مٿرا شهر جي ڀرسان وٽ پهتو. انوقت لوڻاسر پنهنجي کاڄ لاءِ جهنگل مان سوين جانور گڏ ڪري پنهنجي نگر ۾ موٽي رهيو هو ته هڪ هٿيار بند سورهي کي سامهون ڏٺائين. شترگهن کيس چيو:- هي راڪشس! مان مهاراج رامچندر جي آگيا انوسار توکي مارڻ لاءِ هتي آيو آهيان، جو تو ڏاڍا ظلم ڪيا آهن. هاڻي اچي مونسان مقابلو ڪر.

اهو ٻڌي اُهو هيبت ناڪ دئيت چوڻ لڳو:- اڙي ڇوڪرا! راجا ته توکي منهنجي ڀوڄن لاءِ موڪليو آهي. مون ته تو جهڙن گهڻن ئي ڪي ڪک پن مثل مٿيءَ ۾ ملائي ڇڏيو آهي. هاڻي ترس ته مان پنهنجو ترشول کڻي اچان.

شترگهن چيس :- سامهون آيل دشمن کي ڇڏي ڏيڻ ٻڌيمان ماڻهوءَ جو ڪم ناهي. جيڪو دشمن کي وجهه ۽ سهوليت ڏئي ٿو، سو مورک پنهنجي مشڪلات وڌائي ٿو. انلاءِ تون جادي جم لوڪ وڃڻ لاءِ تيار ٿيءُ.

اهو ٻڌي لوڻاسر ڏاڍو تپي ويو ۽ هو وڻ پٽي شترگهن تي




ڪندڙ استريءَ جي تياڳ جو سبب هيءَ آهي تہ اڳئين زماني
ديوتائن ۽ دئيتن جي جنگ ۾ هڪ دفعي دئيتن کي ڀرڳو رشيءَ ج
استريءَ شرڻ ڏيئي رکيا ڪئي هئي. انوقت ڀڳوان وشنوءَ پنهنج
سدرشن چڪر سان ڀرڳوءَ جي استريءَ جو سر ڪٽي ڇڏيو هو. مهرش
ڀرڳوءَ کي جو ڀڳوان وشنوءَ ڪري استريءَ جو ويوڳ سهڻو پيو ه
انلاءِ هاڻي ڀڳوان وشنوءَ کي بہ استريءَ جي ويوگ جو ڏک سهڻو پوند
سيتا جي گرڀ مان رامچندر کي بہ پٽ ڄمڻا ٿيندا. انلاءِ سيتا ج
تياڳ ڪري توهان وياڪل نہ ٿيو. ڀڳوان ڪان وڌي ڪٿليءَ ڪاڻ
سيني کي پنهنجو ڪرم ڀوڳڻ پوڳڻو پوي ٿو. اِنڪري جا ڳالهہ اوس ٿيڻ
آهي انلاءِ سوچ ڪرڻ نہ گهرجي ۽ سداءِ شڀ ڪرمن ۾ لڳو رهجي

اهڙيون ڳالهيون ڪندا، هو ٻئي ڏينهن اچي ايوڌيا پهتا. لڪشم
محلات ۾ اچي ڏٺو تہ رامچندر شوڪ ۾ ٻڏل ۽ اُداس ويٺو آهي
لڪشمڻ اچي ڪيس پرڻام ڪيو ۽ سيتا جو نياپو ڏئي ڪيس ڌيرج ڏ
چئن ڏينهن کان رامچندر راڄ جو ڪو بہ ڪم ڪار ڪين ڪيو ه
پر هاڻي پنهنجي دل کي ڌڏ ڏيئي راجائي ڪاروبار ۾ لڳو. پر س
جي تياڳ جي ڳالهہ ٻڌي مائائن جي دل کي اهڙو صدمو رسيو ج
ڪوشليا، ڪيڪئي ۽ سمترا جلدئي پرلوڪ پڌاريون.

ڪجهہ وقت ڪانپوءِ، جمنا جي ڪناري رهندڙ ڪيترا رشي م
رامچندر جي دربار ۾ آيا ۽ لوڻاسر نالي دئيت جي اتياچار جي ا
داستان ڏنائون. اِهو لوڻاسر راوڻ جي ماسات ڪنڀينسيءَ ۽ مڌو دئي
جو پٽ هو ۽ هن مڌرا (متُرا) ديش کي پنهنجي ظلمن سان ويران ڪر
ڇڏيو هو. اِهو ڀيانڪ دئيت تپسوين جو ماس ڪائي رت پيئندو ه
هن کي شنڪر ڀڳوان جو ڏنل هڪ اهڙو اموگهہ ترشول هو جنهن ڪر
هن کي ڪو بہ جيتي نٿي سگهيو.

رامچندر آيل رشين کي آٿت ڏيئي لوڻاسر جي مارڻ جـ
پرڻ ڪيا ڪئي. شترگهن جي مرضي ڏسي رامچندر ڪيس امو
استر شستر ۽ هڪ وڏي سئنا ڏيئي لوڻاسر جي مارڻ لاءِ روانو

امچندر جي پتورتا استري اسان وٽ آئي آهي. شڌ ۽ پوتر چرتر اري هوندي به، هنجي پتيءَ پنهنجي پرجا جي هٺ لاءِ، هنجو تياڳ ڪيو آهي. هن وقت اسانکي ئي سندس پالنا ڪرڻي آهي، تنلاءِ توهان پنهنجي ڪنيا سمان هن جي پرگهور لهجو ۽ پريم ۽ شردا سان هن جي شيوا ڪجو ته جيئن هنجو من سدائ خوش رهي.

مهرشيءَ جا وچن ٻڌي اُنهن پوتر استرين سيتا کي هردي سان لڳايو ۽ ڪيس ڏاڍي آدر ۽ سڪ سان پاڻ وٽ رهايو. مهرشي والميڪ ۽ پنهنجي ڪنيا ۾ موتي ويو ۽ سيتا به اُنهن تپسوي استرين جي سنگ ۾ پنهنجي من کي آتم ڌيان ڌرم وارتا ۽ تپسيا ۾ جيون نڌارڻ لڳي.



لو ڪش جو جنم ۽ شترگهن هٿان لوڻاسر جو موت.



هوڏانهن گنگا جي پرين ڪناري تان جڏهن لڪشمڻ ڏٺو ته مهرشي والميڪ سيتا کي پنهنجي آشرم ۾ وٺي ويو. تڏهن هن پنهنجي سارٿي سمنت کي واپس هلڻ جي آگيا ڏني ۽ چيو:- هي سمنت! رامچندر لاءِ اِنڪان وڌيڪ ڏک جي ڳالهه ڪهڙي ٿيندي جو پنهنجي پراڻ پياري استريءَ جو تياڳ ڪرڻو پيس! اڳي چوڏهن ورهيه بنواس ڀوڳي ته پتا جي آگيا جو پالن ڪيائين، پر هاڻي ننداخور ماڻهن جي بڪواد ڪري پتورتا استريءَ کي گهر مان ڪڍي ڪهڙو پيچ ڪمايائين؟

سمنت وراڻي ڏني:- هي آريه! توهان رامچندر ۽ سيتا لاءِ ايڏو ڏک نه ڪريو، ڇو ته پنهنجن ڪرمن جو ڀوڳ سڀني کي اوس ڀوڳڻو پوي ٿو. گهڻيئي ورهيه ٿيا ته گرو وسشٽ جي آشرم ۾ ڏرواسا رشي آيو هو، جنهن کان راجا دشرٿ پنهنجي پٽن جي ڀوشيه (آئينده) لاءِ پڇيو هو. ڏرواسا چيو هو ته رامچندر پنهنجي پياري استري ۽ پياري ڀاءُ لڪشمڻ جو تياڳ

لڪشمڻ جا وچن ٻڌي جانڪي مٿان ڄڻ ته اچي وڄ ڪڙڪي هوءَ ڪجهه دير تہ وساءِ وئي، پر پوءِ دل جهلي چوڻ لڳي:- هـ لڪشمڻ! مون اڳلي جنم ۾ اهڙو ڪو پاپ ڪيو ٿو ڏسجي جو نراپ هوندي به مونکي پتيءَ جو ويوگ سهڻو ٿو پوي. مونکان جي پڇي ته پتيءَ توکي گهر مان ڇو ڪڍي ڇڏيو، تنهنکي مان ڪه جواب ڏينديس! اِنڪان ته مان جيڪر گنگا ۾ ٻڏي مران! پر ا ڪرڻ سان رامچندر جو ونس به ناس ٿي ويندو. استريءَ لاءِ پ ئي ديوتا آهي ۽ پراڻ ڏيئي به پتيءَ جي ڀلائي ڪرڻ گهرجي. تو سس کي منهنجو پرڻام ڪج ۽ رگهوناٿ کي چئج ته هي سوامي توهانکي سڌ آهي ته مان پوتر آهيان ۽ منهنجي پريت ۽ ڀڳتي ر توهان ۾ آهي. توهان لوڪ نندا جي ڀپ کان جو منهنجو تياڳ ڪ آهي، تنهنکي دور ڪرڻ منهنجو به ڌرم آهي. توهان سداءِ پرجا ج ڀلائيءَ ۾ لڳا رهجو ۽ منهنجي ڪا چنتا نه ڪجو.

سيتا جا وچن ٻڌي لڪشمڻ ڏاڍو وياڪل ٿيو پر ڪجهه ڪ نه سگهيو. هو جانڪيءَ کي پرڻام ڪري، ڳوريءَ دل سان، نيڻن م نير وهائيندو، ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ٻيءَ پر هليو ويو. ان وقت گهور بن ۾ پاڻ کي اڪيلو ڏسي، سيتا جو هنيون ٽٽي پيو ۽ ه گهٻرائجي روئڻ لڳي. هنجو رودن ٻڌي، پرسان راند ڪندڙ ڪ رشي ڪمار ڊوڙندا آيا ۽ هڪ مها سندر استريءَ کي قيمتي سام سميت بن ۾ اڪيلو روئندو ڏسي اچرج ۾ پرجي ويا ۽ وڃي مهر والميڪ کي سڌ ڏنائون. والميڪ پنهنجي تپو بل سان ڏيان لڳا ڏٺو ته اُها استري مهاراجا رامچندر جي پتورتا استري سيتا آهي هن جي بن ۾ هجڻ جو سبب به معلوم ٿيس. ڪڏهن والميڪ سيتا وٽ آيو ۽ مٺن وچنن سان سندس آدر ۽ سواگت ڪري ڪي سانت ۾ آنداءِ. مهرشي جي آشرم ۾ هڪ پاسي سندس ششٽيون تپسيا سادنا ۾ لڳل رهنديون هيون. والميڪ سيتا کي وٺي انهن تپسو استرين وٽ آيو ۽ اُنهن کي چيائين:- هي ديويون! هيءَ مهار

تياڳ ڌو ڪريان ۽ لڪشمڻ سياڻي ئي سيتا کي والميڪ رشيءَ جي آشرم ٻاهران ڇڏي اچي.

انهيءَ پرجا کي پرسن ڪرڻ لاءِ رامچندر ايڏو وڏو تياڳ پنهنجي جيوت ۾ ڪيو. انوقت نراپراڌ ۽ ستي ساڌوي سيتا کي تياڳڻ ۾ سندس اکين مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي. سندس ڀائرن به انهيءَ ڪم جو وروڌ ڪيو پر تهِ به هو پنهنجي نشچيه تي درڍ رهيو ۽ راجائي مريادا کي نڀاهڻ لاءِ پنهنجي شخصي پريم ۽ سک کي قربان ڪري ڇڏيائين. ٻئي ڏينهن لڪشمڻ سيتا کي بن ۾ ڇڏي اچڻ لاءِ رٿ تيار ڪري سيتا وٽ آيو. جانڪي ڏاڍو خوش ٿي ۽ رشين جي استرين لاءِ گهڻيئي ڪپڙا ۽ مٺيا کڻي اچي رٿ تي ويٺي، پر جلدئي ڪيس اپسوڻ ڏسڻ ۾ آيا ۽ هوءَ گهٻرائجي چوڻ لڳي:- هي لڪشمڻ! منهنجي ڏائي اک ڦڙڪي رهي آهي ۽ جڻ تہ سڄ ئي سڄ ٿي نظر اچي. شل تنهنجو ڀاءُ خوش رهي ۽ پرجا سکي رهي.

اهو ٻڌي به لڪشمڻ کي ڪين ڪڇيو جو هن جو من به ڏاڍو اُداس هو. ٻنهي اُها رات گومتي نديءَ جي ڪناري گذاري ۽ ٻئي ڏينهن رٿ تي چڙهي ٻئج وقت ڪانپوءِ اچي گنگا ڪناري پهتا. جڏهن هو ٻيڙيءَ تي چڙهي گنگا جي ٻيءَ پر والميڪ رشيءَ جي آشرم اڳيان اچي پهتا، تڏهن لڪشمڻ پاڻ جهلي ڪين سگهيو ۽ اچي روئڻ ۾ چڙڪيو. پنهنجي ڏير کي روئندو ڏسي سيتا گهٻرائجي وئي ۽ عجب ۾ پرڇي سندس ڏک جو سبب پڇڻ لڳي. تڏهن لڪشمڻ چيو:- هي ستي ساڌوي ديوي! راجا مونکي اهڙو ڪم سونپيو آهي، جنهن ڪرڻ کان بهتر تہ مان جيڪر مري وڃان. ديشواسين کي توهان تي ڪلنڪ هڻندو ڏسي، رامچندر رگهوڪل جي آبرو بچائڻ لاءِ لوڪن جي استرين جي نيتيءَ جي رکيا لاءِ توهانجو تياڳ ڪيو آهي. مان راجا جي آگيا انوسار ۽ توهانجي بہ اهڙي اِڇا جاڻي، توهانکي هتي ڇڏڻ آيو آهيان. هي ويجهو مهرشي والميڪ جو آشرم آهي ۽ هو پتا سمان توهانجي پالنا ڪندو.



توهانجي اُپديش کي آچرڻ ڪرڻ سان اسانجو پرم ڪلياڻ ٿيندو. هي دين وتسل دين بنڌو ڀڳوان! اسان توهانجي شرڻ آهيون.

انريت پريم ۽ شرڌا سان ڀرت لڪشمڻ شترگهن ۽ هنومان آدي ڀڳتن ڀڳوان رامچندر کان گيان جي پراپتي ڪئي.



## رامچندر جو سيتا کي بن موڪلڻ.

شوڀيا جي کاڻ، شيل ۽ نمرتا واري سيتا سداءِ پتيءَ جي مرضيءَ موجب هلندي هئي. گهر ۾ انيڪ نوڪر چاڪر هوندي به سيتا پنهنجي پتيءَ جي شيوا پاڻ ڪندي هئي. هوءَ راڻي هوندي به سسن جي شيوا ڪندي هئي جو هن کي هٺ يا وڏائي ته پتيءَ کين هو. ڪجهه سمي کانپوءِ سيتا کي گرڀ ٿيو. جنهن ڪري سندس سسون ۽ رامچندر ڏاڍو خوش ٿيا. شري رام ڏاڍي پيار مان جانڪيءَ کي چيو:- هي پراڻ پياري! تنهنجي جيڪا به اِڇا هجي سا مونکي ٻڌاءِ ته مان تتڪال پوري ڪريان.

سيتا مشڪي چيو:- هي ناٿ! منهنجي اِها اِڇا آهي ته مان گنگا ڪناري وڃي رشين منين جي شانت آشرمن ۾ ڪجهه وقت رهان. اڳي جڏهن اسان بنواس ۾ ٿي پيا هئاسين تڏهن اُتي مان تپسوي استرين سان ڌرم چرچا ۽ سندن ساڌنا بابت وارتا لاپ ڪندي هئس ته منهنجو من ڏاڍي آنند ۽ شانتيءَ ۾ رهندو هو. هاڻي اُنهيءَ سماڳم ڪانسواءِ محلاتن ۾ به مان اُٻاڻڪي پيئي رهان.

جانڪيءَ جي اهڙي اِڇا ڏسي رامچندر سندس منورٿ پوري ڪرڻ جو وچن ڏنو. اُن ڏينهن اهڙو اچي سنجوڳ بڻيو جو جڏهن شري رام پنهنجي دستور موجب پنهنجن دوتن کان پرجا جو احوال پڇڻ لڳو ته عام ماڻهو منهنجي لاءِ يا منهنجي عملدارن لاءِ ڪهڙي چڱي مٺي ڳالهه ٻولهه ڪري رهيا آهن ته اُن ڳالهه کي سڌاريو

مَن هٿ جوڙي شري رامچندر جي اُستتي ڪئي ۽ سيني جو آدرستڪار ڪيائين. اُن کان اڳ اهليا ڪنهن جي نظر نہ ايندي هئي، پر هاڻي سراپ سماپت ٿيڻ ڪري ۽ پنهنجي تپسيا ڪري هوءَ شڌ ۽ پوتر ٿي ۽ هنجي موڌ پاونا ۽ جڙتا ناس ٿي ۽ اڳئين وانگر وهنوار ڪرڻ لڳي. ڪنهن ڪانپوءِ هوءَ گوتم رشيءَ وٽ هماليہ جي آشرم ۾ ويئي ۽ اڳئين وانگر پنهنجي پتيءَ سان پريم پوروڪ رهڻ لڳي.

اِن ريت اهليا جو اُڌار ڪري شري رام سيني سميت اچي مٿلا پوريءَ پهتو.



## مهرشي وشوامتر جو جيون ورتانت

جڏهن مها مني وشوامتر ۽ سندس منڊلي جنڪ پوريءَ اچي پهتا تڏهن اُن شهر جي سوڀيا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا. خاص ڪري جو سيتا سويمبر ڪري انيڪ راجائون ۽ ٻيا ڪتري شورويرا اُتي آيل هوا، انڪاءِ شهر ۾ ڏاڍي رونق، پيڙ لڳي پيئي هئي. ڏنش يگيہ لاءِ ڏاڍيون شاندار تياريون ٿيل هيون. جتي ڪٿي انيڪ ديشن جا برهمڻ ۽ ودوان ويد ڌني ۽ گيان وارتائون ڪري رهيا هوا. وشوامتر



منيءَ بہ انهن جي هڪ عمدي باغ ۾ ايڪانت استان ڏسي اچي ڏيرو ڪيو.

راجا جنڪ کي جڏهن سڌ پيئي تہ مها مني وشوامتر پنهنجي منڊليءَ سميت پڌاريو آهي تڏهن پنهنجي گرو شتانند ۽ ٻين برهمڻن ۽ منترين کي وٺي وشوامتر وٽ آيو ۽ اچي ڪيس پرڻام ڪيائين. وشوامتر راجا جنڪ کي آشيرواد ڏيئي ڪشل منگل پڇيو ۽

اُن وقت گوتم رشيءَ ڪروڌ ۾ پرجي اِندر کي سراپ ڏنو: هي دراچاري! تو هڪ ڀڳ (ڀوڳ ڪرڻ جي استان) لاءِ هيءُ پاپ ڪرم ڪيو آهي، انلاءِ تنهنجي شرير ۾ هزارين ڀڳ ٿي پوندا، جن جي پيڙا ڪري تـون ڏاڍو وياڪل ٿيندين. مهرشيءَ جـي انهيءَ سراپ ڏيڻ تي اِندر جي سرير ۾ هزارين ٽنگ ٿي پيا جنهن ڪري هو ڏاڍو دکي ٿيو. گوتـم پنهنجي استريءَ کي ٻه سراپ ڏنـو: هي پاپڻ! تون پٿر ٻڻجي هتي پئي رهه، هوا ۽ برسات سهندي ٻکه ۽ رک ۾ پئي رهه. تون سڀني جيون کان پاڻ لڪائي پئي هوندينءَ ۽ جڏهن دشرٿ ڪمار شري رام هتي ايندو تڏهن اُنجو درشن ڪري تنهنجي مڪتي ٿيندي ۽ تون پنهنجو اڳيون شرير ڌاري مون سان اچي ملندينءَ؟

هي رام! انريت سراپ ڏيئي مهاتما گوتم هيءُ آشرم ڇڏي هماليه جي چوٽيءَ تي وڃي تپسيا ڪرڻ لڳو. هنجي وڃڻ کانپوءِ ٻيا رشي مني ٻه هن پرشٽ ٿيل آشرم کي ڇڏي ويا، رڳو پٿر ٻڻجي سمان ويچاري اهليا پنهنجو سراپ ڀوڳيندي تنهنجي درشن جـو رستو ڏسي رهي آهي. هاڻي تون اُن تي مهر ڪر.

وشوامتر جي چوڻ موجب رامچندر اُن آشرم ۾ ويو. پنتا پاون شري رام جي پرويش ڪندي ئي اُن پرشٽ آشرم جو پاراتو پـورو ٿيو. جا اهليا پنهنجي پشچاتاپ ۽ رشيءَ جي سراپ ڪري ورهين جا ورهيه پٿر ۽ ولين هيٺان منهن لڪائي پٿر پٿروانگر پئي هوندي هئي، سا ڀڳوان جي چرڻ جو سپرش ڪري پنهنجي اڳلي سندر سروپ ۾ اُٿي وئي.






سگهي. گنگا جو چوٿو سان ڪريل جل پيڳوان شوَ جي ور وڪڙ ڳنڍيل وارن جي ڇڳن ۾ ئي بند ٿي ويو جنڪ پيڳوان جي جٽائن ۾ هڪ مها سرورو ٿي پيو. گنگا گهڻيئي جتن ڪيا پر ٻاهر نڪري نہ سگهي.

انريت گنگا کي نہ ڇڱي سيڪت ملي پر ڀاڳيرٿ ڏاڍو مايوس ٿي ويو پر نہ ٻہ هن اورچائي نہ ڇڏي. نيٺ گنگا جي ڇڏائڻ ڪرڻ ۽ ڀاڳيرٿ جي وري تپسيا ڪرڻ تي پڳوان شنڪر پرسن ٿي گنگا کي ٽن ڌارائن ۾ پنهنجي جٽائن مان ٻاهر ڪڍيو. هڪڙي ويئي آڪاش ۾، جنهنجو نالو ديوتائن پاپ ناشني منداڪني رکيو، ٻي ويئي پاتال ۾، جا دک هرڻ واري پرڀاوتي نالي سان سڏي ويئي ۽ ٽين اُها، جا سنتن کي سک ڏيندڙ گنگا ماتا ڪوٺجي ٿي. شنڪر جي جٽائن مان نڪري گنگاجي بندوُ سرووَر ۾ آئي ۽ اُتان نڪري مهاراجا ڀاڳيرٿ جي پنيان هلڻ لڳي. ڀاڳيرٿ ڪيس اُن هنڌ تي آندو جتي سندس وڏن جي رک پيئي هئي. راجا گنگا جل سان سندن ترپڻ ڪيو: نہ هئن جا پاپ ناس ٿيا ۽ هو سرڳ ۾ ويا. تنهن ڪانپوءِ راجا ڀاڳيرٿ هوا مثل تکي هلندڙ رٿ تي اڳيان شنک وڄائيندو هليو ۽ اُنجي پنيان گنگا ناچ ڪندي ڪڏهن تکي، ڪڏهن ماٺي، ڪڏهن گسڪندي ڪڏهن ٽپندي هلڻ لڳي. رستي ۾ ايندڙ سڀني ديشن کي گنگا جي پوتر ۽ آباد ڪندي سمنڊ سان وڃي ملي.

راجا ڀاڳيرٿ ڏاڍي مشڪلات ۽ اورچائيءَ سان گنگاجيءَ کي هماليہ تان هن ديش ۾ آندو ۽ جيڪي ملڪ اڳ ويران رڻ پٽ هوندا هئا ۽ رعيت ڏکر ۾ پئي مرندي هئي، سي ملڪ سرسبز آباد ٿيا ۽ پرجا جو ڏکہ دور ٿيو. ان وڏي جتن ڪري راجا ڀاڳيرٿ جو جس ۽ ڪيرتي سدائين قائم رهندا ۽ ان لاءِ گنگا کي ڀاڳيرٿي بہ ڪري ڇئبو آهي. گنگا جو جل سدائين پاپن کي ناس ڪندو آهي ۽ سندس ڪناري تي رشي مني پراچين زماني کان وني آشرم ناهي تپسيا ڪندا آهن.

-:*:-

ٻاريو. راجا پنهنجن سٺ هزار پٽن کي گهوڙي جي تلاش ۾ موڪليو، جن ڳوليندي ڳوليندي اچي ڪپل منيءَ جي آشرم ۾ گهوڙي کي ٻڌل ڏٺو. اُنوقت مهرشي ڪپل سماڌيءَ ۾ ويٺو هو. اهو ڏسي، ايماني راجڪمار غصي ۾ پرجي ڀڳوان ڪپل ديو کي بد شد ڳالهائڻ لڳا ته هن ئي اسانجو گهوڙو چورايو آهي ۽ هاڻي اکيون ٻوٽي ڍونگ ڪري ويٺو آهي. هن پاپيءَ کي ماري ڇڏيو. ائين چئي هو ڪپلديو تي اُلر ڪري آيا. سگر جي پٽن جون ڳالهيون ٻڌي مها تيجسوي ڪپلديو کي ڪروڌ لڳو ۽ انهيءَ ڪروڌ ۾ هن جي منهن مان هنڪار نڪتي، جنهن جي نڪرڻ تي سگر جا سڀئي پٽ جاءِ رک ٿي ويا.



جڏهن راجا سگر جا پٽ گهوڙو وٺي واپس نه آيا ته راجا سگر اسمنجس جي پٽ انشومان کي اُنهنجي تلاش ۾ موڪليو. ڳولهيندي انشومان اُنهي جڳه تي اچي پهتو جتي سندس چاچا رک جو ڍير ٿيا پيا هوا. اهو ڏسي هنکي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ پرسان پڇيه جو گهوڙو به ڏنائين جتي ڀڳوان ڪپلديو سماڌي لڳائي ويٺو هو. پنهنجن چاچن جو ترپڻ ڪرڻ لاءِ انشومان پاڻيءَ جي ڳولا ڪرڻ لڳو پر هن کي ڪٿي به پاڻي نه مليو جو چوطرف ويران پٽ لڳا پيا هوا. پوءِ انشومان هٿ جوڙي ڪپل ديو جي اُستتي ڪئي، تنهن تي ڪپلديو پرسن ٿي کيس چيو:- انشومان! شوڪ نه ڪر. تنهنجي چاچن جو موت جڳت جي ڪلياڻ لاءِ ٿيو آهي. مون هنن راجڪمارن کي ڀسم ڪيو آهي، تنهنڪري تون هنجو ترپڻ هماليه جي وڏيءَ ڌيءَ گنگا جي پوتر جل سان ڪندين ته سڀ سرڳ ويندا. هاڻي ڀڳيه جو گهوڙو وٺي

ڪاني بي پرسن تـي مهاتما وشوامتر جي چوگرد ڪٺا ٿيڻ لاءِ اچـي ويٺا. مني چوڻ لڳو:- هماليہ پربت سڀني پهاڙن جو راجا آهي ۽ سڀني ڌاتن جو پيدا ڪندڙ بہ آهي. اُن راجا هماليہ جون بہ ڌيئر آهن، وڏي گنگا ۽ ننڍي اُما. ننڍيءَ اُما جو وواهہ ڪئلاس ناٿ مهاديو سان ٿيو ۽ وڏي گنگا ٽنهي لوڪن کـي پوتر ۽ آباد ڪرڻ لاءِ ڪيئن پرٿوي تي پڌاري ۽ سمندر سان وڃي ملي، سا ڪٿا مان توهانکي ٻڌايان ٿو.

اڳين زماني ۾ ايوڌيا ۾ سگر نالي هڪ پراڪرمي ۽ چڪرورتي راجا راڄ ڪندو هو. هن گهڻيئي دفعا سڄي پرٿوي فتح ڪئي ۽ تالجنگهہ، يون، شڪ، هيهيہ ۽ بربر جاتين کي ماري مڃايو پر هنن جو عام قتل نہ ڪيائين. هن اُنهن کي ڪروپ بڻايو يعني ڪن کي صفا وار ڪوڙائڻ جو تہ ڪن کي ڏاڙهي مڇون رکڻ جو حڪم ڪيائين، ڪن کي ڪپڙن پهرڻ بدران ڪپڙن ڍڪڻ جو حڪم ڏنائين ۽ سدائين اُنهن جاتين کي پوري دٻاءُ ۾ رکندو ايندو هو.

راجا سگر کي بہ راڻيون هيون اُن مان ڪيشنيءَ مان ڪيس هڪ پٽ اسمنجس نالي ڄائو ۽ ٻيءَ سمتيءَ جي گـرڀ مان هڪ ٽنبي پيدا ٿي. اُن ٽنبيءَ مان سٺ هزار جيوَ نڪتا جن کي گيهہ جي دلـن ۾ پالي وڏو ڪيو ويو. اُهي سٺ هزار راجڪمار ڏاڍا ٻلوان ۽ ايماني ساماٽا. اسمنجس اڳئين جنم ۾ يوگي هو ۽ هو جڏهن وڏو ٿيو تڏهن ڄاڻي ٻجهي اهڙا ڪوتا ڪرم ڪرڻ لڳو جو پرجا وڃي راجا کي دانهون ڏنيون. راجا پرجا جون دانهون اوناي اسمنجس کي شهر نيڪالي ڏني. هنـکي لڪپندرلي اهو هئو، ٽنهن بن ۾ وڃي پنهنجي اڳلي جنم جي يوگہ سڌنا پوري ڪئي. بن ۾ وڃڻ کان اڳ اسمنجس کي هڪ پٽ ڄائو هو جنہ ڄالو هو انشومان.

هن وقت ڪانپورءِ راجا سگر اشوميڌ يگيہ شروع ڪيو. جڏهن راجا ڪو يگيہ ڪندو هو تہ ديوراج اِندر کي اچي تہ متان سندس اوچ استان نہ کسجي وڃي، انلاءِ جرگهوڙو چورائي وڃي ڪپل منيءَ جي آشرم ۾

ڪندڙ، ناگ، يکيہ يا پيو ڪو بہ يڌ ۾ رامچندر کي جيتي نہ سگهيو.

تنهن کانپوءِ گهڻي پنڌ ڪرڻ کانپوءِ هو ٽيئي اچي وشوامتر جي آشرم ۾ پهتا. اهو سڌ آشرم وڏن گهاٽن وڻن جي وچ ۾ هڪ ايڪانت آستان تي هئوجتي ڪئين رشي مني يوگ ساڌن ۽ تپسيا ۾ لڳا رهندا هوا. وشوامتر شري رام کي ٻڌايو- هي رام! ڀرپائين هيءَ آشرم ڀڳوان وامن جو هو، جتي رهي هن انيڪ ورهيہ تپسيا ڪري سڌي پراپت ڪئي هئي. هن کان پوءِ هن آستان تي انيڪ سڌن ۽ جوگين پنهنجون ساڌنائون ڪيون آهن. مان بہ ڀڳوان وامن جو ڀڳت آهيان ۽ هتي ئي تون منهنجي يگيہ جي رکيا ڪري راڪشسن سان يڌ ڪندين.

وشوامتر ۽ ٻنهي راجڪمارن کي ڏسي آشرم ۾ رهندڙ تپسوين اگتي وڌي اچي مهرشيءَ کي پرڻام ڪيو ۽ رام لڪشمڻ کي آشيرواد ڏني. ٻئي ڏينهن تي وشوامتر مؤن ورت ڌارڻ ڪري پنهنجو انوشٺان شروع ڪيو ۽ رامچندر ۽ لڪشمڻ پنهنجا استر شستر ڪٺي ساوڌان ٿي



سنڌس رکيا ڪرڻ لڳا. ان ريت پنج ڏينهن راتيون گذريون جنهن ۾ ايڪمارن ننڊ بہ نہ ڪئي. ڇهين ڏينهن جڏهن يگيہ جي ويديءَ مان ... لاٽ ۽ دونهون مٿي ويو ۽ آهوتيون پوڻ شروع ٿيون تہ گجگوڙ ٻڌڻ ۾ آئي. مهابلي ماريچ ۽ سباهو راڪشس ... سهيت آڪاش ۾ هڪ وڏي ڪاري ڪڪرمثل ڇانئجي

سندس نڪ ۽ ڪن ڪپي ڇڏيا. اهو ڏسي منيءَ وشوامتر ڪين چيو:- هي رام! هن راڪشسياڻيءَ کي مارڻ ۾ تون استري هتيا جو خيال نہ ڪر، ڇو جو تہ پرجا جي رکيا لاءِ هن مها پاپڻ کي مارڻ اڌرم ناهي. هاڻي جلد هن کي ماري ڇڏ نہ تہ رات جو راڪشسن کي جيتڻ ڏاڍو مشڪل آهي.

وشوامتر جي انريت سمجهائڻ تي رامچندر تاڙڪا کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ هوڏانهن تاڙڪا آڪاس مان پيڻکر گرجنا ڪندي رام لڪشمڻ جي مٿان اچي ڪڙڪي تہ جڻ کين ڳرڪائي وڃي. هن کي



انريت ٻاڻ ٿي ڪرندو ڏسي، رامچندر هڪ ٻاڻ اهڙي تہ زور سان هنيس جو هنجي ڇاتي ڦاٽي پيئي ۽ هوءَ زمين تي ڪري مري وئي. تاڙڪا کي مئل ڏسي وشوامتر ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ پوءِ هنن ٽنهي اُها رات اُن بن ۾ گذاري.

ٻئي ڏينهن مني وشوامتر رامچندر کي ديہ استر شستر سيکاريا. ڊنڊ چڪر، ڪال چڪر، وشڻو چڪر، اِندر چڪر، مهاديو جو شولونت استر، اِندر جو وجر، برهما جو برهم استر ۽ وشنوءَ جو نارائڻ استر ۽ ٻين اموگهہ استرن جي وشوامتر رامچندر کي سکيا ڏني ۽ کيس اها ترتيب بہ سيکاريائين تہ اهي استر واپس موٽي ڪيئن اچن. اهي ديہ استر راڪشسن کي مارڻ لاءِ شري رام کي ڏاڍا ڪارائتا ٿيا ۽ ان ڪري ديوتا،



شري رام ۽ لڪشمڻ جو تاڙڪا راڪشسڻ کي مارڻ.

نڪتي آهي ۽ سروور کان نڪرڻ ڪري سندس نالو سرجو پيو آهي ۽ اُن ندي جي ڪناري ايوڌيا ۽ ٻيا وڏا شهر وسيل آهن.

## رامچندر جو تاڙڪا ۽ سباهو، آدي راڪشسن کي مارڻ.

پاڻ ولڪ مني چوڻ لڳو:- هي ڀاردواج! وشوامتر مني ٻنهي راجڪمارن کي وٺي گنگا جي ٻئي ڪناري تي هڪ گهاٽي ٻيلانڪ بن ۾ اچي پهتو. اُن بن ۾ ماڻهن جي اچڻ وڃڻ جو ڪو نشان به نه هئو. ۽ چوطرف رڳو ڀيانڪ هنسڪ جيو- شينهن، چيتا، سوئر، بگهڙ ۽ جهنگلي هاٿي پئي گهميا. اهڙي نرجن بن مان هلندي هلندي شري رام جي پڇڻ تي وشوامتر کيس ٻڌايو:- هي رام! هتي اڳيئر ملد ۽ ڪروش نالي ٻه آسودا ۽ پراچين ديش هوندا هوا، جن کي تاڙڪا نالي ڀيانڪ راڪشسيائي ويران ڪري ڇڏيو آهي. هن جي بدن ۾ ڏهه هزار هاٿين جيترو بل آهي ۽ هنجي ظلم ۽ ڏهڪاءُ ڪري هن ديش جا گهڻا رهواسي پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويا آهن ۽ باقي بچيلن کي هوءَ کائي ويئي آهي. هوءَ ماريچ جي ماءُ آهي ۽ جي توهن هن ظالم راڪشسيءَ جو انت آڻيندين ته پرجا نرڀئه ٿيندي ۽ هي ويران ملڪ وري وسندا.

مهاپراڪرمي رام هٿ جوڙي جواب ڏنو:- گروديو! گئو، براهمڻ ۽ پرجا جي رکيا لاءِ مونکي جيڪا آگيا ڪندا سا مان بجا آڻيندس. ائين چئي شري رام ڌنش جي ڏوري ڇڪي اهڙي ٽنڪار ڪئي جنهن سان ٻارئي ڏسائون پڙجي ويئون ۽ بن جا سڀ جانور ڏهلجي ويا. انهو آواز ٻڌي تاڙڪا ڏوڪيندي آئي ۽ لڳي اهڙي ته ڌوڙ وسائينءَ جو ڪجهه ڏسڻ ۾ ئي نه ٿي آيو. پوءِ هوءَ ٻنهي ڀائرن تي پٿر ... ۽ پيئنڪر گوڙ ڪري ڏهڪائڻ لڳي. تڏهن رامچندر ... سندس ٻئي ٻانهون ڪپي ڇڏيون ۽ لڪشمڻ

رام ۽ لڪشمڻ هٿن ۾ دستانا پائي، تير ڪمان ڪلهي ۽ ڪمر ۾ تلوارون لٽڪائي هلڻ لڳا. ان ريت سرجو ندي جي ڪناري هلندي جڏهن هو ڏيڍ ڪوهه ويا تڏهن وشوامتر کين چيو: ”هي رام ۽ لڪشمڻ! هاڻي توهين ٻئي، سرجو نديءَ ۾ سنان ڪري مونکان بلا ۽ اتيبلا نالي ود يائون سکو جنهنڪري توهان ۾ شڪتيءَ ۽ تيج جو بيحد واڌارو ٿيندو ۽ ڪڏهن به توهانکي ٿڪ، چنتا، بک ۽ اُڃ نه ستائيندي. انهن وديائن جي ابياس ڪري توهان تي ننڊ ۾ يا غفلت ۾ ڪو به حملو ڪري جيتي نه سگهندو ۽ ٽنهي لوڪن ۾ توهان جهڙو بلوان ۽ پراڪرمي ڪو نه ٿيندو.

ان موجب شري رام ۽ لڪشمڻ سنان ڪري پوتر ٿيا ۽ منيءَ کان اهي ٻئي وديائون سکيا، انهن وديائن جو ابياس ڪرڻ تي هنن کي منيءَ جي ٻڌايل ڦل جي پراپتي ٿي. ٽنهن ڪانپوءِ رات ٿيڻ تي ٽنهي گاهه وڇائي سرجوءَ جي ڪناري آرام ڪيو ۽ ٻئي ڏينهن پرهه ڦٽيءَ جو ٻنهي راجڪمارن سنان ترپڻ ڪري گايتريءَ جو جپ ڪيو ۽ پوءِ اچي وشوامتر اڳيان متو ٽيڪيائون. وري سندن سفر شروع ٿيو. رستي تي هلندي هلندي وشوامتر کين انيڪ گيان ۽ وديا جون وارتائون ٻڌائيندو هليو ۽ ٻئي راجڪمار به ڏاڍي ادب سان سندس شيوا ڪندا هوا.

سانجهيءَ ٽاڻي هو ٽيئي انهيءَ آستان تي پهتا جتي سرجو ۽ گنگا نديون پاڻ ۾ ملن ٿيون. پرڪرتيءَ جي اُن شوڀنيڪ جڳهه تي هڪ رمڻيڪ آشرم هو جتي ڪئين رشي منيِ تپسيائون ۽ پاٺ پوڄا گيان وارتائون ڪندا هئا. اُنهن مهاتمائن وشوامتر ۽ ٻنهي راجڪمارن کي ڏاڍي آدر ڀاءُ سان پاڻ وٽ رهايو ۽ پوڄن ڪرايو. ٻئي ڏينهن صبوح جو هنن کين آشرم جي ٻيڙي گهرائي ڏني ۽ هو ٽيئي اُن تي چڙهي ندي پار ڪرڻ لڳا. درياهه جي وچ ۾ ٻنهي ندين جو ڇوهه سان وهندڙ پاڻي پاڻ ۾ ٽڪري گجگوڙ ڪري رهيو هو. وشوامتر ٻنهي راجڪمارن کي ٻڌايو ته ڪئلاس پربت تي مانسروور مان سرجو ندي

لڙائي ڄاڻندو ئي ناهي، سو مان ان کي هرگز نہ موڪليندس.

اهو ٻڌي وشوامتر ڏاڍو ناراض ٿيو ۽ چوڻ لڳو:- هي راجن! ارمان آهي جو ٻهريائين وچن ڏيئي، هاڻي ڦري ٿا وڃو. اهو توهانجي رگهو ڪل جي-شان وٽان ناهي. چڱو، مان خالي موٽي ٿو وڃان ۽ توهين پنهنجو وچن ڀڃي پنهنجن مترن ۽ مائٽن سان سکي رهو!

وشوامتر جو ڪروڌ ڏسي گرو وسشٽ راجا کي چيو:- مهاراج! مهرشي وشوامتر سان رام کي موڪلڻ ۾ توهين ڪنهن قسم جو الڪو نہ ڪريو. وشوامتر جي سنڀال هيٺ راڪشس سندس وار بہ ونگو ڪري نہ سگهندا. وشوامتر تپسيا ۽ ڌرم جو پندار آهي، ڪائونس هلندڙ، گذريل ۽ ايندڙ وقت جي ڪابہ ڳالهہ ڳجهي نہ آهي ۽ هنکي سڀني استرن شسترن جي ڄاڻ آهي. هو پاڻ راڪشسن کي سولائيءَ سان ماري سگهي ٿو پر توهانجي پٽن جي ڇڱائي لاءِ ئي هو توهانکان رام جي گهر ڪري رهيو آهي. توهين رام ۽ لڪشمڻ کي رشيءَ سان وڃڻ ڏيو ۽ راڪشس هنن جي سامهون بہ نہ سگهندا. مهرشي وشوامتر جهڙا مهاتمائون جيڪي ڪم ڪن ٿا سو پنهنجي لاءِ نہ، پر جڳت جي ڪلياڻ لاءِ ڪم ڪن ٿا.



گروءَ جا وچن ٻڌي راجا کي دلجاءِ ٿي ۽ هن رام ۽ لڪشمڻ کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ پريم سان سندن مٿو چمي ٻنهي-جي ٻانهن وشوامتر کي سونپي ڏنائين. مها تپسوي وشوامتر راجا کان موڪلائي ٻنهي راجڪمارن کي ... روانو ٿيو. اڳيان ... ۽ سندس پٺيان

شٽ ڪري رهيا آهن. اُنهنڪي سراپ به ڏنيئي نٿو سگهان جو يگيه ۾
ڪنهنتي به ڪروڌ ڪرڻو ناهي. انلاءِ توهين پنهنجو وڏو پٽ رام مونسان
يو ته هلي منهنجي يگيه جي رکيا ڪري. هو ٻلوان ۽ پراڪرمي آهي
هنجي هٿان بس راڪشسن ڪي مئل ئي سمجهو.

راجا ڪي جا ڳالهه خواب خيال ۾ به نه هئي سا ٻڌي هو اهڙي
پريشانيءَ ۾ پئجي ويو جو دم ساعت وات مان هڪ اکر به نه پيو
اُڪليس. هو پاڻڪي ٻن باهين جي وچ ۾ سمجهڻ لڳو، يا ته پنهنجن
سڪيلڌن ٻالڪن کي ڀيانڪ راڪشسن جي منهن ۾ ڏي، يا ته وشوامتر
جو ڀيانڪ ڪروڌ پنهنجي سر تي کڻي. نيٺ ٿوريءَ دير ڪانپوءِ
چيائين:- هي منيشور! منهنجو ٻالڪ رام اهڙن ڀيانڪ راڪشسن سان
ڪيئن ساموهون ٿي سگهندو؟ مونکي هن وڏ اوسٿا ۾ سڪي سڪي
پٽر ٿيا آهن تنهن مان به سڀني ۾ وڏيڪ مونکي پيارو رام آهي،
تنهن ڪومل شرير رام کي مان هيبتناڪ راڪشسن جي مقابلي ۾ ڪيئن
موڪليان! توهان ويچار ڪري وچن نه ٻوليا آهن. توهين هرو ڀرو
رام کي وٺي وڃڻ چاهيو ٿا ته مان ۽ منهنجو لشڪر به ساڻ هلندو.
اسين سڀيئي انهن راڪشسن سان لڙنداسين ۽ توهانجو يگيه نروگهن
پورو ٿيندو. هي مني! اهي راڪشس ڪير آهن ۽ اُنهن جو حمايتي
ڪير آهي؟

وشوامتر وراڻيو:- تنهي لوڪن کي آزاريندڙ لنڪا جي راجا راوڻ
جي چيڙڻ تي ماريچ ۽ سباهو منهنجي يگيه ۾ وگهن وجهي رهيا آهن.

اهو ٻڌي راجا دشرٿ ڪنبي ويو ۽ چوڻ لڳو:- هي مني سريشٽ!
توهين ڏرماتما آهيو ۽ منهنجي پٽن تي دَيا ڪريو! راوڻ سان جنگ
جوڙڻ جي مونهه به سرٿي نه آهي، جنهن راوڻ جي اڳيان ديوتائون،
دانو گندرو ۽ يکيه به يڏ . ساموهون ٿيڻ جي همٿ ڪري نٿا سگهن،
تنهنجو مقابلو . ڪ . . ي سگهنداسين! هن سان لڙائي
ڪري . هيڏي لشڪر هوندي به راوڻ
يا . ٿ آهيان ۽ منهنجو ٻالڪ رام نه

شري رامچندر جيتوڻيڪ پاڻ گيان جو ڀنڊار ۽ سڀ ڪجهه ڄاڻڻهار هئو پر تہ بہ مريادا جي رکيا لاءِ پنهنجي گروءَ کان گيان اُپديش ورتائين ۽ جنهن اُپديش ڪري انيڪ جيون جو ڪلياڻ ٿيو آهي. جيڪو سرو وياپڪ، اِڇا رهت، اَجنما، نرگڻ، نام ۽ روپ کان رهت آهي سوئي پرڀو ڀڳتن جي ڪلياڻ لاءِ اَديت ليلائون ڪري رهيو آهي.

-:※:-

## وشوامتر جو رام لڪشمڻ کي ٻن وٺي وڃڻ.

هڪڙي ڏينهن راجا دشرٿ پنهنجي گروءَ ۽ منترين سان درٻار ۾ پٽن جي وواهہ بابت صلاح ڪري رهيو هئو تہ مهرشي وشوامتر راج دوار تي اچي دوارپالن کي چيو تہ منهنجي اچڻ جي خبر راجا کي ٻڌايو. منيءَ جي اچڻ جو ٻڌي راجا ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ منترين سميت اُٺي دروازي وٽ وڃي منيءَ کي پرڻام ڪيائين ۽ کيس وٺي آڻي پنهنجي سنگهاسن تي وهاريائين. راجا منيءَ جا چرڻ ڌوئي پوڄا ڪري کيس ڀوڄن ڪرايو ۽ پوءِ هٿ جوڙي چيائينس:- هي مها مني! اڄ منهنجا ڌنيہ ڀاڳہ آهن جو توهان چرڻ گهمائي منهنجي گهرکي پوتر ڪيو آهي. توهان جو اهڙي ڪرپا اڳہ ڪڏهن نہ ڪئي آهي سو ضرور ڪنهن سبب سان آيا هوندا. هاڻي ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ مان توهانجي ڪهڙي شيوا ڪريان؟ مان توهانجي هرڪا ڪامنا پوري ڪندس.

اهڙيءَ طرح ٻنا ويچار ۽ سنڪوچ جي راجا دشرٿ منيءَ کي خاطري ڏيئي پاڻ کي ٻڌي چڏيو ۽ سندس نمرتا ڀريل مٺا وچن ٻڌي وشوامتر ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ چوڻ لڳو:- هي راجن! جي وچن تو چيا آهن ڪل تي شل دري رهي اُنهن جي پالنا ڪرين. مون يگيہ شروع ڪيو آهي جنهن ماريچ ۽ سباهڙ نالي ٻہ راڪشس وگهن وجهي رهيا آهن. هو يگيہ يدت... ۽ ماس وجهي سڀ اپوتر ڪري رهيا آهن ۽ يگيہ کي

پرشٽ ڪري رهيا آهن. اُنهنڪي سراپ به ڏيئي نٿو سگهان جو يگيه ۾ ڪنهنتي به ڪروڌ ڪرڻو ناهي. انلاءِ توهين پنهنجو وڏو پٽ رام مونسان ڏيو ته هلي منهنجي يگيه جي رکيا ڪري. هو ٻلوان ۽ پراڪرمي آهي ۽ هنجي هٿان بس راڪشسن کي مئل ئي سمجهو.

راجا کي جا ڳالهه خواب خيال ۾ به نه هئي سا ٻڌي هو اهڙي پريشانيءَ ۾ پئجي ويو جو دم ساعت وات مان هڪ اکر به نه پيو اُڪليس. هو پاڻکي ٻن ٻاهين جي وچ ۾ سمجهڻ لڳو، يا ته پنهنجن سڪيلڌن ٻالڪن کي ڀيانڪ راڪشسن جي منهن ۾ ڏي، يا ته وشوامتر جو ڀيانڪ ڪروڌ پنهنجي سر تي کڻي. نيٺ ٿوريءَ دير کانپوءِ چيائين:- هي منيشور! منهنجو ٻالڪ رام اهڙن ڀيانڪ راڪشسن سان ڪيئن سامهون ٿي سگهندو؟ مونکي هن وڏ اوستا ۾ سڪي پٽر ٿيا آهن تنهن مان به سڀني ۾ وڏيڪ مونکي پيارو رام آهي، تنهن ڪومل شرير رام کي مان هيبتناڪ راڪشسن جي مقابلي ۾ ڪيئن [illegible]! توهان ويچار ڪري وچن نه ٻوليا آهن. توهين هرويرو [illegible] چاهيو ٿا ته مان ۽ منهنجو لشڪر به ساڻ هلندو.
[illegible] ڪشسن سان لڙنداسين ۽ توهانجو يگيه نروگهن
[illegible] ڪشس ڪير آهن ۽ اُنهن جو حمائتي

شري رامچندر جيتوڻيڪ ٻاڻ گيان جو ڀنڊار ۽ سڀ ڪجهه ڄاڻڻ جاڻڻهار هئو پر تہ بہ مريادا جي رکيا لاءِ پنهنجي گروءَ کان گيان اُپديش ورتائين ۽ جنهن اُپديش ڪري انيڪ جيون جو ڪلياڻ ٿيو آهي. جيڪو سرو وياپڪ، اِڇا رهت، اجنما، نرگڻ، نام ۽ روپ کان رهت آهي سوئي پريو ڀڳتن جي ڪلياڻ لاءِ اديت ليلائون ڪري رهيو آهي.

-:⊱✧⊰:-

## وشوامتر جو رام لڪشمڻ کي بن وٺي وڃڻ.

هڪڙي ڏينهن راجا دشرٿ پنهنجي گروءَ ۽ منترين سان درٻار ۾ پٽن جي وواهہ بابت صلاح ڪري رهيو هئو تہ مهرشي وشوامتر راج دوار تي اچي دوارپالن کي چيو تہ منهنجي اچڻ جي خبر راجا کي ٻڌايو. منيءَ جي اچڻ جو ٻڌي راجا ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ منترين سميت اُٿي دروازي وٽ وڃي منيءَ کي پرڻام ڪيائين ۽ کيس وٺي آڻي پنهنجي سنگهاسن تي وهاريائين. راجا منيءَ جا چرڻ ڌوئي پوڄا ڪري کيس پوڄن ڪرايو ۽ پوءِ هٿ جوڙي چيائينس:- هي مها مني! اڄ منهنجا ڌنيہ ڀاڳ آهن جو توهان چرڻ گهمائي منهنجي گهرکي پوتر ڪيو آهي. توهان جو اهڙي ڪرپا اڳي ڪڏهن نہ ڪئي آهي سو ضرور ڪنهن سبب سان آيا هوندا. هاڻي ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ مان توهانجي ڪهڙي سيوا ڪريان؟ مان توهانجي هرڪا ڪامنا پوري ڪندس.

اهڙيءَ طرح بنا ويچار ۽ سنڪوچ جي راجا دشرٿ منيءَ کي خاطري ڏيئي ٻاڻ کي ٻڌي ڇڏيو ۽ سندس نمرتا ڀريل مٺا وچن ٻڌي وشوامتر ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ چوڻ لڳو:- هي راجن! جي وچن توچيا آهن ڪن کي شل درڍ رهي اُنهن جي پالنا ڪرين. مون يگيہ شروع ڪيو آهي جنم ماريچ ۽ سباهو نالي ٻہ راڪشس وگهن وجهي رهيا آهن. هو يگيہ ويديءَ ۾ رت ۽ ماس وجهي سڀ اپوتر ڪري رهيا آهن ۽ يگيہ کي

سي هوُ نر آسڪت من سان، نانڪ ۾ پارٿ ڪرڻ مثل ڀوڳي ٿو: استري
آدڪ ڀوڳن جي ڀوڳڻ سان نہ هن کي آنند اچي ٿو ۽ نہ دکہ ڏئي ٿو. هو
نہ ڪنهن وشيہ جي اِڇا ڪري ٿو ۽ نہ ڪنهن کان نفرت ڪري ٿو. هو
ڀوڳہ ڀوڳيندي بہ اڀوڳتا آهي. هو سکہ دکہ کي سمان ڄاڻي ٻڍاپو ۽
جواني، موت ۽ جيئڻ، راجائي ۽ فقيريءَ کي هڪ جهڙو ڏسي ٿو. هو
سمجهي ٿو تہ ديہہ ۽ اِندريون پنهنجي قدرتي خاصيت موجب پنهنجا
ڪم ڪري رهيون آهن ۽ هو ساکي ٿي اُهي ڪم ڏسي ٿو
۽ اُنهن ۾ لپائمان نٿو ٿئي. جيئن ڏرن ۾ تيل جو هئڻ قدرتي آهي
تئين هن سرير ۾ اِندرين جون ڪريائون بہ قدرتي ٿينديون رهن
ٿيون. انريت باهرين وهنوار ۾ جهڙو گياني آهي تهڙو اگياني آهي. تفاوت
فقط واشنا ۾ آهي، ڇو تہ واشنائي بنڌن ۽ موکش جو ڪارڻ آهي.
اگيانيءَ جو من سکہ دکہ ۾ لپٽيل آهي، جنهنڪري هو بنڌن ۾ ۽
گيانوان جو من اَسنگہ آهي، جنهنڪري هو مکت آهي. اِندرين ۽
من جون جيڪي بہ ڪريائون گيانوان ڪري ٿو تن ۾ سندس ڪرتا
بڌي نہ آهي، تنهنڪري گياني ڪرم ڪندي بہ اَڪرتا آهي. پر
جنهنجي چت ۾ واشنائون ڀريل آهن سو ڪرم نہ ڪندي بہ ڪرتا
دا نوڪ سرڳہ جو انيؤ ڪرائڻ واري من جي

۽ سيني پراڻين جي اندر آهي. اُنجي پوڄا جي وڏي آهي اُن جو يان يعني اُنکي هرهنڌ هروقت محسوس ڪرڻ. اهو ڏيان ڪرڻ ئي سڀ کان وڏي اُپاسنا ۽ اُتم پوڄا آهي. هلندي، چلندي، ڏسندي، ٻڌندي، ڇهندي، سنگهندي؛ مطلب تہ سيني ڪريائن ڪندي، آتما جو ڌيان قائم رکڻ گهرجي. انريت نت نيم سان سانڌم اڀياس ڪندي چت شڌ ٿئي ٿو ۽ آتما جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ انيؤ ٿئي ٿو تہ هڪ ست چت آنند آتما ئي جت ڪت اسٿت ٿي رهيو آهي.

هي رام! جڏهن ننهي لوڪن ۾ چيتن آتما ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ ٿيوئي ڪونہ، تڏهن دشمن ۽ دوست ڪنهنکي چوان! آتما سڀ ڪنهن هنڌ پورڻ آهي ۽ هن ڪان الڳہ ڪابہ وستو ڪانهي. آتما ۾ نہ ٻنڌن آهي ۽ نہ موڪش. جنهن آتما جوگيان پاڻو آهي، تنهن کي پوڄا پاٺ جي يا ڌيان لڳائڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ هو نہ مري ٿو، نہ ڄمي ٿو؛ نہ ست آهي، نہ اُست آهي، نہ سکي آهي، نہ دکي آهي. هي رگهونندن! تون پاڻ آتم نشچي کي ڌارڻ ڪر تہ سڀ مان ئي آهيان. تون نت شڌ ٻڌ روپ ۽ برهم آهين. تون ڪيول سروپ، جڳت جو سوامي ۽ چيتن سورج سيني کي پرڪاش ڪندڙ آهين.

هي رگهونندن! گيانوان پرش پاڻ کي سرير کان الڳہ سمجهي سرير جي سکہ دکہ ڪري سکي يا دکي نٿو ٿئي، مگر اگياني پرش لاءِ سرير انيڪ دکن جو ڪارڻ بڻجي ٿو. چاڪاڻ تہ هو سرير جي ناس ٿيڻ ڪري پاڻ ناس ٿيل سمجهي ٿو. گيانوان کي ديهہ ناس ٿيڻ تي بہ ڪو دکہ نٿو ٿئي چاڪاڻ تہ هو سدائين اُن پرم پد ۾ اسٿت رهي ٿو جو پورڻ آهي، شانت آهي، اننت آهي ۽ اکنڊ آهي. گيانوان جيتوڻيڪ سريرڌاري آهي تڏهن بہ سرير سان هنجو سنبنڌ ناهي، جئن سرووياپڪ آڪاس دلي ۾ هوندي بہ دلي جي سنبنڌ کان آجو آهي. گيانوان سيني ڪرمن جي ڪرتا هوندي بہ ڪرم ۾ ليپائمان نٿو ٿئي ۽ سدائين هڪ آتم ديو جي رس ۾ پريل رهي ٿو.

هي رام! گيانوان کي سهج سڀاءُ جيڪي پوڳہ پراپت ٿين ٿا

پٺاندر سوچ ڪرڻ آهي ”ويچار“. هي رام! جنهن پڇ آتما پرش گيان جا اهي چار ساڌن ساڌيا آهن ۽ هردو شڌ ڪيو آهي، اُن کي آتما جو انڀوَ ۽ گيان ٿئي ٿو.

هي رگهونندن! جئن سمنڊ جون لهرون سمنڊ کان جدا نه آهن، تئن جڳت جا سڀ پدارٿ برهم کان جدا نه آهن. درحقيقت تون برهم آهين، آءٌ برهم آهيان ۽ هيءُ سارو جڙ ۽ چيتن جڳت برهم آهي. گياني پرش اُن ۾ منجهي نٿو، جئن هڪ صراف انيڪ گهڻن کي ڏسي به سڀ سونو ئي سونو سمجهي ٿو. هي رام! تون نشچيه سمجهه ته جڳت ۽ آتما يعني برهم ۾ ڪوئي ڀيد نه آهي. جڳت جي روپ ۾ برهم ئي ڏيکاري ڏيئي رهيو آهي.

هي رگهونندن! چشمي مان نڪرندڙ جل مثل من مان واشنائون ۽ سنڪلپ نڪرندا رهن ٿا. انهن واشنائن ۽ سنڪلپن جي جار ۾ جيو ائين بيوس ٿي رهيو آهي، جيئن ريشم جو ڪينئون پاڻ کي پنهنجي تندن تارن جي جار ۾ بند ڪندو آهي. پر جنهن ويچاروان پرش برهم پاونا جي تلوار سان پنهنجن واشنائن روپي جار کي ڪٽي ڇڏيو آهي، تنهن لاءِ جڳت جي هستي ئي ڪانهي. هن کي چوطرف مٿي هيٺ، اوري پري هڪ برهم جي سَتا سمايل ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هن کي ڪنهن به وستوءَ جي چاهنا نٿي رهي ۽ نه ڪنهن حالت ۾ خوش ٿئي ٿو ۽ نه رنج ڪري ٿو. هو جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي سم، شانت ۽ نروڪلپ روپ موکيه پد کي پائي ٿو. پر جيڪو ائين سمجهي ٿو ته آءٌ سرير آهيان ۽ استري گهر ڌن آدڪ پدارٿ منهنجا آهن سو پنهنجي مٿان دنيا جون آپدائون نازل ڪري ٿو. هي رام! اهو پڪ ڄاڻ ته جيوپڻي جي پاونا بنڌن آهي ۽ ست چت آنند پري پورڻ برهم پڻي جي پاونا موکش آهي.

هي رام! ست چت آنند برهم ۾ آتما جي پاونا رک. آتما جي پوڄا ۽ آراڌنا ڪر. اُن ديون جي ديو آتم ديو جي پوڄا لاءِ ڪنهن مندر يا سامگريءَ جي ضرورت نه آهي. هو ته سڀ جڳهه موجود آهي

ڪان ٿين ٿا. مان، اپمان، پيدائش، موت، موهه، بيماري ۽ ٻيا انيڪ پرڪارن جا ڪشٽ منش کي ديهه جي ڪري پراپت ٿين ٿا. انڪري هن دکه جي گهر شرير ۾ منهنجو موهه ناهي. توهين اهڙو ڪو اپاءُ ٻڌايو جنهن ڪان هن شرير ۾ منهنجو "مان پڻو" نه رهي.

هي گـروجي! جيوَ جي بالڪ اوستا مورکتا، چنچلتا، دينتا ۽ ٻئي ۾ دکي گذري ٿي ۽ جوڀن اوستا ۾ جيوُ وشيه ڀوڳن جي گهپ ۾ ڦاسي پوي ٿو. جوڀـن اوستا روپي اونداهيءَ رات ۾ ڪام ڪروڌ اهنڪار روپي چور آتم آنند روپي ڌن کي لٽي وڃن ٿا، جنهنڪري هيءُ جيوُ سکه ۽ شانتي نٿو پائي. جوڀن اوستا ۾ وويڪ، ويـراڳ ۽ سنتوش ناس ٿي وڃن ٿا ۽ جوڀن اوستا واري منش کي وشين جي ٻنڌڻان ڇوڙندي ڪڏهن به ترپتي نٿي ٿئي ۽ هو سدائين ترشنا جي آگ ۾ جلندو رهي ٿو. نيٺ ٻڍاپي روپي ٻاي جوڀن روپي ڪوئي کي ٿائي پرسن ٿئي ٿي. ٻڍي جي نربل شرير ۾ سڀ بيماريون اچي ٺهر ڪن ٿيون ۽ جيئڻ جنجال ٿيو پـوي. اُن وقت استري، پٽ ۽ ٻيا مٽ مائٽ به اُن مـان ڪڪ ٿيو پون. آخـر هڪ ڏينهن اهو شرير ڪال جي پيٽ ۾ هضم ٿي وڃي ٿو. ڪئيليءَ ڪان وٺي برهما تائين سڀ ڪال جو ٻکه ٿين ٿا، پر پيٽوڙي ڪال ڪڏهن به نٿو ڍاپي.

هي منيشور! جڳت جا جيترا به پدارٿ آهن سي سڀ نـاس ٿي ويندا، تنهجو آسرو ڪرڻ يا تن ۾ دل لڳائڻ مورکتا آهي. هن جڳت روپي ٻن ۾ ڀوڳه روپي اگني سڀني جيون کي جلائي رهي آهي. ـڄ جي چمڪي مثل ڀوڳه ۽ آيوُ استر نٿا رهن. جنّن هاٿيءَ جي ٻيرن ڍنان ٻوٽا ڇپيائيجن ٿا، تئن ڀوڳن ڪان جيو پيسجي دکه پائي رهيا آهن. انـڪري هي سوامي! مونـکي اهو اپديش ڪريو جنهن ڪان چت جي شانتي پراپت ٿئي ۽ شوڪ منجي وڃي. مونـکي ٻڌايو ته منهنجو ڪلياڻ ڇا ۾ آهي ۽ هن منجهائيندڙ سنسار ۾ ترشنا روپي ڏائڻ ڪان ڇوٽڪارو ڪيئن ملي؟ اهو ڪهڙو اپاءُ ۽ ڪهڙو ساڌن آهي، جنهن




آهي چٽ روپي جاري ڪئي

ي اهڙو اُپاءُ ٻڌايو جنهن ڪان ڪام روپي باندر، روپي من وارو وچرڻ ۾ ڦن روپي ترشنا مان جنهن کجھ به حامل
ت ٿيان.

ترشنا روپي ڦن ۾ وچرڻ وارو من روپي باندر، ڪام روپي
جي انيڪ ٿارين تي ٽپي رهيو آهي؛ جنهن مان ڪجھ به حاصل
طلب نٿو ٿئي. سيني دکن جو پيدار ترشنا ئي آهي. جيو جو شرير
ورتي وچي ٿو پر ترشنا پڊي نٿي ٿئي. سنتوش آدڪ سڀ گڻ
ي ترشنا ناس ڪيو ڇڏي ۽ انڪري وڏا وڏا ڏيرجوان پرش به ويڪ
ڪان اٿڏا ٿي وڃن ٿا. سڀ پرڳھ مها روڳھ آهن جي ڦن ڪي سنتوش
ڪرائڻ ۾ سمرٿ ناهن.

هي مني! جئن گهوڙن کي ٻڌڻ لاءِ ڪلا ٿين ٿا ۽ هاٿين
ڪي ٻڌڻ لاءِ ٿنيا ٿين ٿا تئن پرش جي ٻلڌڻ لاءِ استري جوڙيل
آهي. ڪام جي پوڳڻ لاءِ پرش جنهن استريءَ جي چاهنا ڪريٿو سا
وشنا ۽ موترسان پريل، رت ۽ ماس جي پتلي آهي، جا پراڻن جي
آسري سڀ کيل ڪري ٿي. جئن ناڳڻ جو بدن تمام ڪومل ڏسڻ
۾ ايندو آهي، مگر هوءَ ڇهڻ سان دڳي ٿي، تئن استري به پرش
جو ناس ڪري ٿي. جئن پتنگ پنهنجي ناس ڪرڻ لاءِ باهه جي اڃا
ڪري ٿو تئن ڪامي پرش استريءَ جي اڃا ڪريٿو. ناڳڻ نه
جڏهن ڪڪي تڏهن انجو زهر چڙهي ٿو، مگر استري روپي ناڳڻ
نه پريان ڏسڻ ۽ ڇتوڻا ڪرڻ سان ئي ڪام روپي زهر چڙهي
ي ٿو. انلاءِ جيڪو پرش اهڙي دکدائي استريءَ جي چاهنا ڪريٿو سو
و موڙکھ آهي.

هي گروجي! هن شرير روپي وڻ ۾ ترشنا روپي زهر سان پريل
ڦن روپي ناڳھ رهيٿو ۽ جيڪو منش ڪامنائن جي پوري ڪرڻ لاءِ
اُن وڻ جو آسرو وٺي ٿو سو اُن ترشنا روپي زهر ڪان پيڙجي مري ٿو.
هيءَ سرير وڏو ڳڻ چور آهي جو هيتري ڪارائڻ پيٺارڻ تني به انت ۾
ساٿي نٿو رهي ۽ ناس ٿي وڃي ٿو، انلاءِ هن شرير ڪي پوڳھ پوڳائي ٿلهو
ڪرڻ بي سود آهي. جيترا به دکھ آهن سي شرير جي سنجوڳھ

ٻوڙندي حيران ٿي رهيو آهي. هميشه هڪ روپ ۾ رهڻ وارو ڪوئي پدارٿ نہ آهي. جڏهن خود پنهنجو شريرئي گهٽندو وڌندو رهي ٿو تڏهن ٻين پدارٿن جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي! بازيگرو انگر ۽ن بہ ڪڻ ڪڻ ۾ پنهنجا روپ بدلائي ليلائون ڪريٿو جو ڪڻ ۾ آنند وارو، ڪڻ ۾ شوڪ وارو ۽ ڪڻ ۾ شانت ٿيو وڃي.

هي سنسار جو وهڪرو ڪيئن سڪدائي مڇجي! هت تہ جيوُ مرڻ جي ٻوٽا اُنهن ٿين ٿا؛ سنسار جا سڀ وهنوار چنچل آهن؛ جيڪي بہ وشيہ ڀوڳہ آهن سي دکہ جو ڪارڻ آهن، سمپتي آفت جو روپ آهي، سکہ فقط دکہ لاءِ آهي ۽ جيئڻ مرڻ جي لاءِ آهي. ڪوڙي سکہ لاءِ جيوُ ائين گهاڃو پيا وڃن، جيئن رڻ پٽ ۾ پاڻيءَ جي پاڇي پنيان هرڻ پيو ٻوڙندو آهي. سنسار جي ڪنهن بہ پدارٿ ۾ سکہ ناهي. لڪشمي (ڌن) بہ دکہ روپ آهي جو ڌن جي ڪمائڻ ۾ دکہ، ڌن جي سانڀي رکڻ ۾ دکہ ۽ ٻيپ، ڌن جي هڃڻ ڪري پٽ بہ دشمن ٿيو پوي تہ بابو مري تہ ڌن ملي. ڌن لڪشميءَ سمان منوهر روپ ڌارڻ ڪري من جي ورتيءَ کي چڪي وٺيٿو جو ايڏي دکدائي هوندي بہ ڌن جي پراپتيءَ لاءِ جيوَ انيڪ دشٽ ڪرم ڪري ٻين کي دکي ڪريٿو؛ پر پاڻ کي بہ سکہ نٿو ملي.

جيوَ جو چت سمنڊ جي لهرين سمان ڌرو بہ نهر نٿو پائي ۽ وشين جي پنيان سکہ لاءِ ائين ٻوڙندو رهي ٿو جيئن ڪتو ٽڪر لاءِ در در ڀونڪيندو رهندو آهي. من وري گهڙيءَ پل ۾ ئي پدارٿن کان ائين ڪنڌ ٿئي ٿو جيئن بالڪ رانديڪن مان. جيئن چاڙهيءَ ۾ پاڻي پرجي نٿو سگهي، تيئن چت بہ ڀوڳن مان ڪڏهن بہ ڍاپي نٿو. هي منيشور! وقتي چت ۾ گيان اچي ٿو پر وري ڀوڳن کي ڏسي ائين موهجي ٿو وڃي جيئن سرڻ ماس جي ٽڪر کي ڏسي آسمان مان لامارو ڏيئي زمين تي لهي ايندي آهي. هي گروجي! جيئن مڇي جار ۾ ڦاسي دکي ٿيندي آهي تيئن واشنائن روپي ڌاڳن واري چت روپي جار ۾ مان ڦاسي دکي ٿيو آهيان، تنهن ڪري توهين ڪرپا

نالا رکيا ۽ انوقت به راجا براهمڻن، نگرواسين ۽ پنهنجن ڪرمچارين کي پوڄن ڪرايو ۽ وري به براهمڻن کي جهجهو دان ڏنو.

رامچندر ۽ ڀرت رنگ جا سانورا ۽ لڪشمڻ ۽ شترگهن رنگ جا گورا هوا. جيتوڻيڪ چارئي بالڪ سندر ۽ منوهر ها ته به شري رام جو گڻ ۽ تيج سڀني کان سرس هو ۽ راجا دشرٿ به کيس سڀني کان وڌيڪ پيارو هو. لڪشمڻ ننڍي هوندي کان ئي رامچندر جو ڀڳت هو ۽ ٻئي اِئين ورتندا هوا ڄڻڪ ٻن ديهن ۾ هڪ جيو هو. لڪشمڻ سدائ شري رام جي مرضيءَ موجب هلندو هو ۽ هن ٻنان نه ننڊ ڪندو هو ۽ نه ڪو سوادي کاڄ کائيندو هو. انريت شترگهن ۽ ڀرت به هڪ ٻئي کي پراڻن کان وڌيڪ پيار ڪندا ها. انريت سانوري ۽ گوري راجڪمارن جون به جوڙيون ڏسي سندن ماتائون خوشيءَ ۾ نه ماپنديون هيون. جئن جئن بالڪ ويا وڌا ٿيندا تئن تئن سڀني جو پريم به مٿن ويو وڌندو. جڏهن چارئي راجڪمار هٿن ۽ ڌنش باڻ کڻي کنهن رستي تان لنگهندا هوا ته اُتي جا سڀ استريون پرش پنهنجا ڪم ڪاريون ڇڏي ڪين پريم ڀريل نيڻن سان نهارڻ لڳندا هوا ۽ پنهنجي ڀاڳ کي ساراهيندا هئا.

اُنريت اوڪاري ۽ اڪرتا پرماتما رگهوڪل ۾ منش اوتار وٺي منش جهڙا ڪم ڪيا، پر ويچار ڪري ڏسجي ته هوڪجهه به نٿو ڪري.



## شري رامچندر جو وڏاڳ

جڏهن چارئي راجڪمار ڪجهه وڏا ٿيا تــه ماتا پتا ڪين جٽيا ٻارايا ۽ گورو وسشٽ جي آشرم ۾ وديا پرائڻ لاءِ موڪليو. گوروءَ هنن کي لکڻ پڙهڻ، سواري ڪرڻ ۽ رٿ هڪلڻ ۽ سڀ قسم جا استر شستر (هٿيار) هلائڻ سيکاريا. شري رام کي ڏنر وديا جي اڀياس جو ڏاڍو

ڪوشليا ۽ ڪيڪئيءَ ڏاڍيءَ خوشيءَ سان پنهنجن حصن مان اڌ سمترا کي ڏنو. ان ريت ٽيئي راڻيون ڳرڀوتيون ٿيون ۽ راجا جو منورٿ پورو ٿيو.

يگيه پوري ٿيڻ کان ٻارهن مهينا پوءِ چيٽ سڌي نومي ڏينهن جو راڻي ڪوشليا شڀ لڇڻن واري رام کي جنم ڏنو. انوقت پنرواسو نڪتر ۽ ڪرڪ لگن گذري رهيو هو ۽ پنج گره يعني سورج، منگل، شني، گورو ۽ شڪر پنهنجن استانن تي هئا ۽ لگن ۾ چندرمان، سان ورهسپتي گڏ هو. اهڙن شڀ لگن ۾ چاول اُن ٻالڪ جون اکيون وڏيون، چپ ڳاڙها، ٻانهون ڊگهيون ۽ آواز گنڀير هو. ٻار جي رئڻ جو وڻندڙ آواز ٻڌي محلات جون سڀ راڻيون ڊوڙنديون آيون ۽ پٽ جي جنم جو ٻڌي راجا دشرٿ نه ڄڻ پرم آنند ۾ لين ٿي سڌ ٻڌ وڃائي ويٺو.

راجا جي گهر پٽ جي جنم جو ٻڌي شهر ۾ چؤطرف خوشيون ٿيڻ لڳيون ۽ نغارا، ڍول، ۽ شرنايون وڄڻ لڳيون. راجا براهمڻن کي هزارين ڳئون، گهوڙا، هاٿي، رٿ، سون، رتن ۽ ڪپڙا دان ڪيا. ٿورنڪانپوءِ ڪيڪئيءَ جي ڳرڀ مان ڀرت ڄائو ۽ سمترا لڇمڻ ۽ شترگهن کي جنم ڏنو. انهن جي جنم جي وارتا ٻڌي ايوڌيا جي گهر گهر ۾ خوشيون ٿيڻ لڳيون ۽ جتي ڪٿي راڳ ڳائجڻ لڳا ۽ واڌايون ورڻ لڳيون. سڄو شهر جهنڊين ۽ ٻانڌڻن سان سينگاريو ويو ۽ گلاب جل، ڪستوري، چندن ڪيسر ۽ عطري اُڏائي وئي جو سڄو رايو منڊل سگنڌ سان ڀرپور ٿي ويو. نگر جون استريون هار سينگار ڪري ۽ سوني جي ٿالهين ۾ منگل مٿه وسنو ڪٺي راجمحل ۾ اچي ٻالڪن جي آرتي اُتارڻ ۽ گهورون گهورڻ لڳيون. سيڪو ڪليءَ دل سان دان ڪرڻ لڳو ۽ راجا دشرٿ کان ته جنهن جيڪي ٿي گهريو سو ٿي مليس. ڪنهنکي راضي ڪيو ۽ سيڪو چئني راجڪمارن کي آسيسون

گورو وسشٽ راجڪمارن جي جنمءَ

ريو هو، پر هن سيني کي انڪار ڪيو جو هن وشنو ڀڳوان کي ئي
منهنجو پتي بڻائڻ ٿي چاهيو. جڏهن منهنجي پتا شنپاسر نالي دئيت
ي به انڪار ڪيو ته هن دئيت منهنجي پتا کي ماري ڇڏيو. پر
مان پنهنجي پتا جي گهاتڪ وٽ وڃڻ کان نابري واري ۽ وشنو
ڀڳوان جي ملڻ لاءِ هيءَ مها تپسيا ڪري رهي آهيان. منهنجو اهو
درڍ سنڪلپ آهي ته جي ورينديس ته وشنو ڀڳوان کي نه ته ساري
عمر ڪنواري رهنديس.

ويدوتيءَ جي ايتري چوڻ تي به راوڻ ڪيس ريجهائڻ لڳو ۽
جڏهن هن کي هٿ ڪرڻ لاءِ پرسان ويو ته ويدوتيءَ پاڻ بچائڻ
لاءِ يگيه جي اگنيءَ ۾ پاڻ جلائي ڇڏيو. پاڻ جلائڻ کان اڳ ويدوتيءَ
راوڻ کي چيو:- هي پاپي! هيءَ ديهه ته مان جلائي رهي آهيان پر
مان ٻيو جنم وٺي تنهنجي موت جو ڪارڻ بڻبس ۽ هن ڪيل تپسيا
جي ڦل ڪري وشنو ڀڳوان جي پتني ٿينديس.

ڀاردواج! اها ويدوتي ٻئي جنم ۾ سيتا ٿي ۽ وشنو ڀڳوان جي
اوتار رامچندر جي اَرڌانگني ٿي ۽ راوڻ جي موت جو سبب بڻي.
هاڻي سيتا جي جنم جو ورتانت ٻڌ. هڪ دفعي راوڻ رشين منين کان
به ڍل جي طلب ڪئي. پلا بنواسي تپسوي ڇا ڏيئي سگهندا، انلاءِ
اُنهن پنهنجي سرين مان رت ڪڍي هڪ دلو ڀري راجا راوڻ ڏانهن
ڍل طور موڪلي ڏنو. راوڻ جي دربار ۾ جڏهن اهو هيبت ناڪ دلو
پهتو، تڏهن راوڻ حڪم ڏنو ته اهو دلو سندس دشمن راجا جنڪ جي
راڄ ۾ وڃي پوريو وڃي. راجا جي حڪم موجب نوڪرن اهو دلو وڃي
جنڪ پوريءَ جي هڪ ٻنيءَ ۾ ڏٽيو.

اُن ڪانپوءِ راجا جنڪ جي ملڪ ۾ مينهن وسڻ بند ٿي ويو،
. ڍنڍون، نديون، تلاءَ ۽ کوهه سڀ سڪي ويا ۽ ملڪ
دايو ڏڪر پيو. ڏڪر به اهڙو پيو جو ماڻهن جا ڏاڍا برا حال
پي ويو. گروءَ جي چوڻ موجب راجا ۽ راڻي
لڳا. هر ڪيڙيندي راجا جنڪ کي ٻنيءَ مان

هڪ ننڍڙي ٻالڪي ملي جا ساڪيات لڪشمي سمان سند ر ۽ گڻوان هئي. راجا ۽ راڻي هن کي ڏاڍي پيار سان گهر کڻي آيا ۽ ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان نپائڻ لڳا. هنن اُن شوڀياوان ڪنيا جو نالو رکيو سيتا ۽ اُها آهڙي نہ سدوري ۽ ڀاڳيوان هئي جو هن جي ليندي ئي برسات جا وسڪارا پوڻ لڳا ۽ ملڪ ۾ ڏڪر جو نالو بہ نہ رهيو. انلاءِ راجا جنڪ جو سيتا ۾ ڏاڍو پيار هوندو هو.



## ڀڳوان رام جو اوتار وٺڻ.

شوجي چوڻ لڳو:- هي پاروتي! راڪشسن جڏهن زور ورتو تڏهن ڌرم کي پاڙون پٽڻ جا ڪم ڪرڻ لڳا. جپ، تپ، هوم هون ۽ ٻيا شڀ ڪرم بند ڪرائي ڇڏيائون ۽ سڄو سنسار آچار ڀرشٽ ٿي پيو. چور، جواري ۽ بدمعاش وڌڻ لڳا جي پرائو ڌن ۽ اِستريون ڌڪڻ لڳا. پٽ ماءُ پيءُ کي ڌڪارڻ لڳا ۽ ششيہ گرن کان ٽهل ڪرائڻ لڳا. اهڙن ڪڪرمن جو بوجهو پرٿوي جهلي نہ سگهي ۽ گئوءَ جو روپ ڌاري، سيني ديوتائن ۽ رشين کي ساڻ وٺي ڀڳوان وشنوءَ جي شرڻ وئي. جڏهن سڀ ديوتائون ۽ پرٿوي سچيءَ دل سان ڀڳوان کي ياڌائڻ لڳا ۽ پنهنجي رکيا لاءِ وينتي ڪرڻ لڳا تڏهن آڪاس واڻي ٿي تہ:- هي پرٿوي ۽ ديوتائون! توهان هاڻي ڪو فڪر نہ ڪريو. مان ايوڌيا ۾ راجا دشرٿ جي گهر جنم وٺي پرٿويءَ جو بار لاهيندس ۽ راڪشسن جو انت آڻيندس. توهان ديوتائون بہ وانرن جي روپ ۾ جنم وٺو. اها آڪاس واڻي ٻڌي ديوتائن ۽ پرٿويءَ کي دلجاءِ ٿي ۽ ديوتائن وڃي وانرن جي روپ ۾ جنم ورتو.

ياگيہ ولڪ مني چوڻ لڳو:- هي ڀارد واج! هاڻي ايوڌيا ۽ اُنجي راج ونش جو ورتانت ٻڌ جنهن ۾ رامچند ر جنم ورتو. وشال ڪوشل ديش ني آد جڳاد ڪانوني مها پرتاپي اڪشواڪو ونس جي سورج ونسي

ٻريو هو، پر هن سيتي کي انڪار ڪيو جو هن وشنو ڀڳوان کي ئي پنهنجو پتي بڻائڻ ٿي چاهيو. جڏهن منهنجي پتا شنياسر نالي دئيت کي به انڪار ڪيو ته هن دئيت منهنجي پتا کي ماري ڇڏيو. پوءِ مان پنهنجي پتا جي گهاتڪ وٽ وڃڻ کان نابري واري ۽ وشنو ڀڳوان جي ماڻ لاءِ هيءَ مها تپسيا ڪري رهي آهيان. منهنجو اهو ئي سنڪلپ آهي ته جي ورينديس ته وشنو ڀڳوان کي نه ته ساري عمر ڪنواري رهنديس.

ويدوتيءَ جي اهڙي جواب تي به راوڻ کيس ڇڪڻ لڳو ۽ جڏهن هن کي هٿ ڪرڻ لاءِ پرسان ويو ته ويدوتيءَ پاڻ بچائڻ لاءِ يگيه جي اگنيءَ ۾ پاڻ جلائي ڇڏيو. پاڻ جلائڻ کان اڳ ويدوتيءَ راوڻ کي چيو:- هي پاپي! هيءَ ڏيهه ته مان جلائي رهي آهيان پر مان ٻيو جنم وٺي تنهنجي موت جو ڪارڻ بڻبس ۽ هن کيل تپسيا جي ڦل ڪري وشنو ڀڳوان جي پتني ٿينديس.

ڀاردواج! اها ويدوتي ٻئي جنم ۾ سيتا ٿي ۽ وشنو ڀڳوان جي اوتار رامچندر جي اردانگني ٿي ۽ راوڻ جي موت جو سبب بڻي. هائي سيتا جي جنم جو ورتانت ٻڌ. هڪ دفعي راوڻ رشين منين کان به ڏل جي طلب ڪئي. پلا ٻنواسي تپسوي چا ڏيئي سگهندا، انڪاءِ انهن پنهنجي سريرن مان رت ڪڍي هڪ دلو ڀري راجا راوڻ ڏانهن ڏل طور موڪلي ڏنو. راوڻ جي درٻار ۾ جڏهن اهو هيبت ناڪ دلو پهتو، تڏهن راوڻ حڪم ڏنو ته اهو دلو سندس دشمن راجا جنڪ جي راڄ ۾ وڃي پوريو وڃي. راجا جي حڪم موجب نوڪرن اهو دلو وڃي جنڪ پوريءَ جي هڪ ٻنيءَ ۾ ڏٽيو.

اُن ڪانپوءِ راجا جنڪ جي ملڪ ۾ مينهن وسڻ بند ٿي ويو. جهنڪري ڍنڍون، نديون، تلاءُ ۽ کوهه سڀ سڪي ... ڏڪر پيو. ڏڪر به اهڙو پيو جو ...

سگريو ڪي گهڻ وڌ ڳالهائي راوڻ دکڻ سمنڊ تي آيو جتي مهاٻلواز ٻالي سنڌيا اُپاسنا ڪري رهيو هو. راوڻ کي گرجندو ۽ ٻانهون ڌوڪيندو ايندو ڏسي به ٻاليءَ جپ ڪرڻ بند نه ڪيو پر جڏهن راوڻ سندس اڳيان آيو ته زور سان چنبو هڻي راوڻ کي ائين ته سوگهو جهليائين، جئن ٻلي ڪوئي کي پڪڙيندي آهي. پوءِ ٻاليءَ راوڻ کي ڪڇ ۾ وڌو ۽ پوڄا ڪندو رهيو، ۽ جڏهن دکڻ سمنڊ تي پوڄا پوري ڪري اولهه سمنڊ تي پوڄا لاءِ ويو تڏهن به راوڻ ڪڇ ۾ سوگهو پيو هوس. انرينت اُتر ۽ اوڀر سمنڊن تي به نت نيم واري پوڄا ڪري ٻالي آڪاس مارگ رستي پنهنجي راڄڌانيءَ ڪشڪندا ۾ موٽي آيو ۽ اُتي اچي راوڻ کي پنهنجي ڪڇ مان ڪڍيائين ۽ حال احوال پڇڻ لڳو. ٻاليءَ جو اَديت ٻل ڏسي راوڻ کيس نمرتا سان چيو:- هي وانر راڄ! تون ٻل ۽ شڪتيءَ جو ساکيات پنڊار آهين. مان لنڪا جو راجا راوڻ آهيان ۽ تنهنجي هاڪ ٻڌي توسان يڌ لاءِ آيو هوس، پر مونکي يڌ ملي چڪي ۽ هاڻي مان تنهنجي مترتا جو اڀلاکي آهيان. تڏهن ٻاليءَ اگنيءَ کي ساکي رکي راوڻ سان مترتا ٻڌي ۽ راوڻ کائونس موڪلائي لنڪا موٽيو.

هڪ دفعي بن ۾ گهمندي راوڻ هڪ مهاسندر رشي ڪنيا ڏٺي جيڪا هرڻ جي کل پهري تپسيا ۾ مگن هئي اُن ڪنيا جي اَديت شوڀيا ڏسي راوڻ مٿس موهت ٿي پيو ۽ کيس چوڻ لڳو:- هي سندري! تون پنهنجي هن نئينءَ جوانيءَ ۾ تپسيا ڇا لاءِ ڪري رهي آهين. تنهنجي سندرتا ڏسي ئي سڀ منش مست ٿي پوندا. تپسيا ڪرڻ نه پر ماڻهن جو ڪم آهي ۽ تنهنجي هيءَ اوستا ته موجن ماڻڻ جي آهي. انلاءِ تون هيءَ تپسيا ڇڏي، منهنجي راڻي ٿي سنسار جا سڀ ڀوڳ پدارٿ ماڻ ۽ آنند ۾ رهه.

انهيءَ ڪنيا وراڻيو:- هي راڄن! مان ڪشڌوج نالي رشيءَ جي ڪنيا آهيان ۽ منهنجو نالو ويدوتي آهي. ڪيترن ئي راڄائن،

دهشت ناڪ پراڪرم جون ڳالهيون ٻڌي مونکي ڏاڍو اچرج ٿيو
. ڇا سنسار ۾ ٻيو ڪو اهڙو بلوان ئي ڪونه هو جنهن سندس
نوڙيو هجي؟
يا ڳيو راڪ ورائيو:- پاردواج! هن سنسار ۾ ڪهڙو به وڏو ويڙ
پر اُنکان به وڌيڪ طاقتور ڪونه ڪو ٿيندو ئي آهي. راوڻ کي
سر باهو ارجن ۽ وانرراج بالي ۽ کان هار کائڻي پئي هئي سو ورتانت
ان توکي ٻڌايانٿو. هڪ دفعي نرمدا جي ڪناري راوڻ مهاديو
مورتي ٻڌائي پوڄا ڪري رهيو هو. هو مٽيءَ مان مهاديو جهڙي
ٿي ٺاهي انيڪ استوترن ۽ منترپڙهي مورتيءَ تي ٻل پتر ۽ پشپ
ڪي پوڄا ڪري رهيو هو. اُنکان ٿورو پرڀرو مهشمتي نگر جو راجا
باهو ارجن پنهنجن استرين سان نرمدا ۾ جل ڪريڙا ڪري رهيو
پنهنجن ٻانهن سان جل جي وهڪري کي روڪي ڇرچا ۽ رانديون
رهيو هو. وهڪرو رڪجڻ ڪري جل چڙهي آيو ۽ راوڻ جي
جي سامگري وهائي ويو. اُن تي راوڻ کي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽
باهوءَ سان دوبدو لڙائي شروع ڪيائين، پرنيٺ سندس هار ٿي ۽
باهو ڪيس نوڙين ۾ ٻڌي پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ آڻي قيد ڪيو.
پنهنجي پوٽي راوڻ جي قيد ٿيڻ جو ٻڌي پلستيه مني مهاراج
وٽ آيو، جنهن سندس پوڄا ڪئي ۽ ڏاڍو آدرستڪار ڪيائينس.
پلستيه جي چوڻ تي سهسر باهو ارجن راوڻ کي آزاد ڪيو ۽ اُنئيءَ
کي رکيءَ ساٿس مترتا ڳنڍيائين.
سهسر باهو ارجن کان هار کائي به راوڻ گهمنڊ ۾ پرجي پرٿويءَ
ڻ جهڙو بلوان ڳوليندو وتندو هو. هن ٻڌو ته ڪشڪندا جي
و راجا بالي ڏاڍو بلوان آهي. اهو ٻڌي هو پشپڪ ومان تي
ڪشڪندا آيو پر اُن وقت بالي شهر ۾ ڪونه هو. سندس پاءُ
راوڻ جي اچڻ جو مطلب ٻڌي، ڪيس چيو:- راڪشسراج !
س ته جلد بالي پوڄا ڪري موٽندو پر جي مرڻ جي جلدي
ته ڏکڻ سمنڊ تي وڃي باليءَ جو درشن ڪر!




ورائيس:- هي راجن! مونکي ڇڏ: هو مان هن وقت
پاڻئي نل ڪبير وٽ وڃي رهي آهيان ۽ انڪري مان
نهن ٿيس ۽ نون مونڪان پري ٿي. راوڻ چيس:- رنڀي! نهن
ٿيندي آهي جا ڪنهن هڪ پرش جي استري هجي. توهان ا
جو نه ڪو پتي ناهي. ائين چئي راوڻ رنڀا سان هڪ پتر جي
ني ڀوڳ ڪيو. رات گذاري جڏهن رنڀا ڪابل وارن، بگڙيل
۽ گهٽن سان وڃي نل ڪبير کي سموري واردات ٻڌائي، تڏهن
ڪبير راوڻ کي سراپ ڏنو ته جي هو ٻيهر ڪنهن به اس
جي مرضيءَ برخلاف سائس ڀوڳ ڪندو ته سندس مستڪ جا
ٽڪرٽي ڪري پوندا. اهو سراپ ٻڌي رشي مني ۽ پتورتا اسا
خوش ٿيون ۽ اُن ڪانپوءِ راوڻ ڪنهن به استريءَ سان زوريءَ
ڪرڻ ڇڏي ڏنو.

جڏهن راڪشسن ديولوڪ تي وڃي گهيرو ڪيو ته ديوتائ
سان ڏاڍي گهمسان لڙائي ڪئي ۽ راوڻ جي ناني سمال
ڪيترن وڏن جوڌن کي ماري ڇڏيو. اُن وقت ميگ
پراڪرم ڏيکاريو جو ديوتائن جي سئنا ۾ ٻاڪر ڪنو مچائي
ديوراج اِندر کي قيد ڪري وٺي آيو. انريت ديوتائن کي
راڪشس لنڪا ۾ موٽي آيا. اُنوقت برهماجيءَ ميگهناد وٽ اچي اِند
ڇڏي ڏيڻ لاءِ چيو. ميگهناد برهما جي پوڄا ڪئي ۽ سندس
موجب اِندر کي آزاد ڪيو. برهماجيءَ پرسن ٿي ميگهناد کي
ور ڏنا ۽ کيس اِندرجيت جي پدوي ڏني. هوڏانهن اِندر
لهڻي ٿي وڃي ديولوڪ ۾ راڄ نه ڪرڻ لڳو پر سداءِ راڪشس
دٻپ ۾ رهندو هو.



ارجن ۽ ٻاليءَ هٿان راوڻ جي هار ۽ سيتا جي جنم ڪٿ

---

ڀاردواج ياڳيه ولڪ منيءَ کان پڇڻ لڳو:- هي منيشور

هو ڪند روَن تي ڪاهي ويو ۽ ڪبير کي لڙائيءَ ۾ شڪست ڏيئي وٺائي گهڻيئي هيرا جواهر ۽ پشپڪ ومان ڦري آيو. پشپڪ ومان هڪ عجيب ومان هئو جو من جهڙي تيز رفتار سان اُڏامندو هو ۽ اُنجي ٿنڀن ۾ هيرا ۽ مٽيون جڙيل هيون. اُن ومان ۾ گرمي يا سردي نه ٿيندي هئي سدائين هڪ جهڙي وڻندڙ مند رهندي هئي. اُن ومان ۾ هال ۽ ڪوٺيون ٺهيل هيون ۽ ڪڏهن به پيچي پري نه سگهندو هو. اهڙو دويه ومان پراپت ڪري راوڻ وڌيڪ گهمنڊ ۾ پرچي ويو.

هڪ ڏينهن راوڻ پشپڪ ومان تي چڙهي ڪيلاس پربت وٽان تي لنگهيو ته هماليه جي اوچائيءَ ڪري ومان اڳتي وڌي نه سگهيو تنهن تي راوڻ چيو ته جنهن پربت ڪري پشپڪ ومان جي گتي روڪجي وئي تنهنکي ئي پٽي ڦٽو ڪريان. جڏهن هو پنهنجن ويهن ٻانهن جو زور لڳائي پربت کي کڻڻ لڳو ۽ ڪيلاس کي ڏودڻ لڳو، تڏهن مهاديو پنهنجي آڱوٺي جي زور سان پربت کي دٻايو ته راوڻ هيٺان چيپاٽجڻ لڳو. اُنوقت راوڻ وياڪل ٿي روئڻ لڳو ۽ مهاديو جي اُستتيءَ ۾ انيڪ استوتر ڏاهي پولانات کي پرسن ڪيائين. اُنوقت شوجيءَ چيس :- هي دشگريو! مان توتي پرسن ٿيو آهيان توکي هيءَ وجئه ڪندڙ تلوار ڏيانٿو. هيءُ جو پربت کان دٻجي تو روئڻ "راو" شبد ڪيو، ان لاءِ اڳتي تون راوڻ جي نالي پرسد ٿيندين. راوڻ مهاديو کي وارنوار پرڻام ڪري تلوار ورتي ۽ پشپڪ ومان تي چڙهي واپس لنڪا موٽي آيو.

ڪجهه وقت کانپوءِ راوڻ راڪشسن جو وڏو لشڪر سنبرائي سڄي پرٿويءَ تي دگوجيه ڪرڻ لاءِ نڪتو. جنهن به ديوتائون مانيس تني کين ناس ڪيائين ۽ دئيتن، دانون ۽ منشن جي سڀني راجائن کي آڻ مڃائي پنهنجو زيردست بڻايائين. سندس ڀيڻ شورپنڪا جي پتيءَ ودنيجهوءَ سندس اڌڪار مڃڻ کان انڪار ڪئي ته اُن کي به ماري ڇڏيائين. راڪشسن جيڪو جيڪو ملڪ فتح ڪيو، اُنهون جا مال متاع ۽ دولت ڦريون، سندرسندر استريون ۽ ڪنيائون لنڪا ۾ کڻي آيا.

ڪسيءَ کان وشروا جڏهن اچڻ جو سبب پڇيو تڏهن هوءَ مڌر
يءَ ۾ چوڻ لڳي :- هي سندر مني! منهنجو نالو ڪيڪسي آهي ۽
ن پنهنجي پتا جي رضامنديءَ سان توهان وٽ آئي آهيان. توهان
ڙو سوپياوان ۽ تيجسوي پٽي پائي مان خوش ٿينديس ۽ پنهنجي
مت چڱي سمجهنديس.

وشروامنيءَ ڪي ڪيڪسيءَ جي سندرتا ۽ مڌر واڻي ڏاڍي
ي. هو چوڻ لڳو:- هي سندري! تون پترسنتان جي اڀلاکا رکي
ٽ آئي آهين، پر هيءَ جو تون سنڌيا جي هن ڀينڪر ويلي ۾
ٽ آئي آهين، اُن لاءِ تنهنجا پٽ ٻه ڀينڪر سڀاءَ وارا ٿيندا ۽
جي براهمڻ ڪل کي ڇڏي نردئي راڪشسن سان پريت رکندا.
منيءَ جا اهي وچن ٻڌي ڪيڪسي چوڻ لڳي تہ :- مونکي
اچاري پتر نہ گهرجن. تڏهن وشروا چيس :- تنهنجو سڀ کان
و پٽ ڌرماتما ۽ منهنجي برهمڻ ونس جي انوسار سداچاري ٿيندو.
ڪانپوءِ ڪيڪسي وشروا منيءَ جي استري ٿي اُنجي آشرم ۾
ڻ لڳي ۽ وقت پائي کيس هڪ ڀينڪر شڪل وارو عجيب ٻالڪ
و جنهنکي ڏهہ سر ۽ ويهہ ٻانهون هيون ۽ رنگہ هوس ڪاري سرمي
و. اُنجي پيدا ٿيڻ تي بادل ڀينڪر گرجنا ڪرڻ لڳا، سورج جي
ت ڦڪي ٿي ويئي، ڌرتي ڌرڪڻ لڳي ۽ سمند ۾ طوفان لڳڻ
ا. وشروا منيءَ اهڙي ڀيانڪ ٻالڪ جو نالو رکيو دشگريو يعني ڏهن
ين وارو، جو پوءِ راوڻ جي نالي سان مشهور ٿيو.
راوڻ کانپوءِ ڪيڪسيءَ کي ٻيو ٻالڪ ڄائو سو ٻہ مهابلوان هئو
نجو نالو رکيائون ڪنڀ ڪرڻ. تنهنکانپوءِ ڪيڪسيءَ کي شورپنکا
ي هڪ ڌيءَ ڄائي ۽ سڀکانپوءِ هن ڌرماتما وڀيشڻ کي جنم ڏنو.
ن چئني ٻارن مان ڪنڀ ڪرڻ ڏاڍو مست ۽ تامسي هوندو هو
هو جلد کجور جي وڻ جيڏو ڏگهو ٿي ويو ۽ ڪيترو ٻہ گهٽو کائيندو هو ته
سندس پيٽ نہ ڀربو هو ۽ هو ٻن ۾ وڃي رشين منين
ندو هو. اهي ٽيئي ٻالڪ پنهنجي پتا جي آشرم ۾
اڀياس ڪندا هئا ۽ راوڻ تہ ڏاڍو ودوان ٿيو.

بل جاڳيو جو انهن ۾ به نئون جوش ۽

يچڻ لڳا. ديوتائن ۽ گنڌرون ۾ به ماليوان، سمالي ۽ نيٺ جڏهن

ڪا ۾ به راڪشسن جي بٺ نہ ڇڏي. ۽ لنڪا ڪي به ماريو آهي،

يءَ ڏنو تہ سندن سڄو لشڪر لڙائيءَ ۾ مارجي ويو آهي، ۽ استرين پنهنجن

ڇڏي لنڪا ڇڏي ۽ سندن راجا ڪبير ويا آهن تڏهن هو

سءن چوگرد ويڙهي آئي ۽ سندن راجا ڪبير رکا. لنڪا گنڌرون جي هٿ آئي

ميٺ پاتال ۾ وڃي ديس ۾ رهڻ لڳا.

ي راڄ ڪرڻ لڳو ۽ ديوتائون بہ نشچنت ٿي پنهنجي ڪو اهڙو پنهنجو

هوڏانهن پاتال ۾ راڪشس انهيءَ کي چنتا ۾ رهڻ لڳا تہ هو ۾ اُنهن ۾

وڇايل راڄ ۽ شان شوڪت ڪيئن حاصل ڪن. پر سگهي

براڪرمي راڪشس ڪو نہ بچيو هئو جو اهو مها ڪنن ڪم ڪري جنهن

ڪجهہ ورهيہ گذرڻ بعد سماليءَ کي هڪ سندر ڪنيا ڄائي

بالو هن ڪيڪسي رکيو. اُها جڏهن جوان ٿي تہ سمالي هن کي لنڌ

ونـــي آيو، جتي ڪبير جو شان ۽ دبدبو ڏسي سماليءَ ڪيڪسي

کي چيو:- هي ڏيءَ! تون هاڻي وواهہ يوڳيہ ٿي آهين. تون ڪبير

جي پتا مها تيجسوي وشروامنيءَ کي وڃي پنهنجو پتي بڻاءِ تہ جئن

توکي بہ ڪبير سمان براڪرمي ۽ بلوان پٽ ڄمن جيڪي راڪشس-

جاتيءَ کي ذاليت جي کوهہ

مان ڪڍي اڳئين اوج تي

پهچائين.

پتا جـــي آگيا موجب

ڪيڪسي مهرشي پلستيہ جي

پٽ وشروا منيءَ جي آشرم

۾ آئي. اُن وقت سنڌيا جو

وقت هو ۽ مني اگني هوتر

ڪري وينو هو تہ ڪيڪسي

بہ وڃي سندس پرسان ويني

۽ پنهنجي شرميلي نگاهن

رکيس ڏسڻ لڳي. چنڊ

سندر



## لنڪا ۾ راڪشسن جو راڄ ۽ راوڻ جو جنم

ياگيه ولڪ مني چوڻ لڳو:- ڀاردواج! هاڻي راوڻ ۽ ڪنڀڪرڻ جو جنم ورتانت ٻڌ. راڪشسن جي جاتيءَ ۾ ماليوان، سمالي ۽ مالي نالي ٽي مها ٻلوان راڪشس هوا جن گهور تپسيا ڪري برهما کان وردان ورتا ۽ وڏي طاقت ۽ شڪتي حاصل ڪري سمنڊ جي وچ ۾ وچي لنڪا ٻيٽ وسايو. انهن لنڪا ٻيٽ جي ترڪوٽ نالي پربت تي هڪ مضبوط قلعو اڏايو، جنهن ۾ سوني ۽ مڻين سان جڙيل عاليشان محلات ۽ گهر ٺاهيائون. اُن قلعي ۾ منوهر باغ باغيچا، وڏيون شاندار سڙڪون ۽ آرام گاهه ٺاهيا جن ۾ خوشبودار ٻوٽا ۽ گل ڦل هوندا هئا. مطلب ته ناگن جي ڀوڳوتي ۽ اندر جي امراوتيءَ کان به وڌيڪ سندر ۽ رمڻيڪ لنڪا هئي، جتي رهي اُهي ٻلوان راڪشس پرٿويءَ تي راڄ ڪندا هئا.

ماليوان، سمالي ۽ مالي ته اڳ ئي مها ٻلوان هئا ۽ وري جو لنڪا جهڙو اڄيت قلعو ٺاهيائون ته پوءِ هنن کي ڪنهن جو ڀؤ نه رهيو. هو راڪشسن جا وڏا وڏا ڪٽڪ وٺي ديوتائن ۽ گندرون تي چڙهايون ڪري انهن جا ملڪ ويران ڪرڻ لڳا. هو رشين منين جا آشرم ڊاهي ۽ انهن جا يگيه بگاڙي سندن تپسيائون ۽ ڌرم ڪريائون بند ڪرائڻ لڳا. هو ساڪيات ڪال سمان ڀينڪر هئا ۽ مست ٿي سڀني کي پيا آزاريندا هئا، پر ڪنهن کي به سندن مقابلو ڪرڻ جي يا سمنڊ جي وچ ۾ لنڪا جهڙي مضبوط قلعي تي چڙهائي ڪرڻ جي جرئت نه ٿيندي هئي.

نيٺ سڀ ديوتائون، گندرو ۽ رشي مني وشڻو ڀڳوان جي شرڻ ويا ۽ ڪيس راڪشسن جي انياچار ۽ پنهنجي ڏک جو ورڻن ڪري ٻڌايائون. وشڻو ڀڳوان کين سهائتا ڪرڻ جو وچن ڏنو ۽ سڀني جو پاڻ ۾ سنگهٺن ڪري ۽ اُنهن ۾ پنهنجو تيج ۽ ٻل ڀري راڪشسن تي چاڙهي موڪليو. پوءِ ته اچي ڀينڪر يڌ لڳي جا ڪيترائي ورهيه هلندي رهي. جڏهن وشڻو ڀڳوان ڏنو ته ديوتائون ۽ گندرو پاڻ ملي ڪري به راڪشسن کي جيتي نٿا سگهن تڏهن هو پاڻ وچي ديوتائن جي طرفان لڙڻ لڳو. پوءِ ته چوطرف راڪشسن ۾ هاهاڪار مچي ويو ۽ هو هار

ھوڙي کي وڃي طبيلي ۾ ٻڌو. راجا سوئل جو جاڳي پاڻ کي محلات ۾ ڏسي عجب ۾ پيو ۽ منيءَ جي سڌ مهاتما هجڻ جو پڪو ويساھ ٿيس. هنجي ساراھ ڪرڻ لڳو. تن ڏينهن ڪانپوءِ ڪپٽي مني ۽ ڪال ڪيتو روپ بدلي راجا وٽ آيا ۽ اچي ڪيس سڀ سمجهايائون. انهن جي چوڻ موجب راجا هڪ لک براهمڻن کي پوڄڻ ڪرائڻ لاءِ پاڻ وٽ گهرايو. هن ڪپٽي راڪشس ۽ منيءَ پوڄڻ تيار ڪيو، جنهن ۾ انيڪ پرڪارن جا طعام هئا جنهن ۾ ماس ملايو هئائون. راجا اهو پوڄڻ پرڇي براهمڻن کي ڏنو ته اُنوقت آڪاس واڻي ٿي ته:- هي براهمڻو! اُٿو، اُٿو. هي پوڄڻ مٿان ڪانو جو انهن براهمڻن جو ماس مليل اٿو.

آڪاس واڻي ٻڌي سڀ براهمڻ اُٿي کڙا ٿيا. راجا به وياڪل ٿي ڏاڍو ٿيو پر مٿس اهڙو ڪو جادو چڙهيل هئو جو ڪجهه ڪجهه ڪجهي نه سگهيو. تڏهن براهمڻن اِنهيءَ پاپ ڪرم لاءِ راجا کي جوابدار سمجهي، ڪروڌ ۾ پرڄي ڪيس سراپ ڏنو ته:- هي مورک! جئن تو هڪ راڪشس جو ڪم ڪري سڀني براهمڻن کي ڪٽنب سميت ناس ڪرڻ ٿي چاهيو، تئن شل تنهنجو بل ۽ راڄائي ناس ٿئي ۽ تون ڪٽنب سميت وڃي راڪشس ٿيءُ.

راجا اهڙو ڀيانڪ سراپ ٻڌي بيهوش ٿي پرٿويءَ تي ڪري پيو. ان ريت راجا کي سراپ ڏياري ڪپٽي مني ۽ ڪالڪيتو پڇي ويا ۽ ٻين راجائن کي وٺي اُتي مٿس چڙهائي ڪيائون. پرتاپ ڀانو ۽ اري مردن لڙائيءَ ۾ مارجي ويا ۽ سندس ڪٽنب ۾ به ڪو ڪونه بچيو. ياگيه ولڪ چوڻ لڳو:- هي ڀاردواج! ڀلا براهمڻن جو سراپ به ڪو مٽي؟ جڏهن وڌاتا ڪنهن سان رسندو آهي ته اُن لاءِ واريءَ جا ڪڻا به پربت، نوڙي نانگ ۽ پٽا به ڪال ٿي پوندو آهي. پڇي جنم ۾ پرتاپ ڀانو ڪٽنب سميت وڃي راڪشس ٿيو ۽ ڏاڍو ٻلي ساماٿو هن جو نالو راوڻ ۽ سندس ڀاءُ جو نالو ڪنڀڪرڻ ٿيو. اُنهنکي مارڻ ان اوتار ورتو.

لاءِ نرم آسڻ ڏنو. جڏهن راجا جي ٿڪاوٽ دور ٿي تڏهن منيءَ کائونس پريچيه پڇيو ته راجا چيو:- هي مني! مان پرتاپ ڀانوءَ نالي راجا جو وزير آهيان ۽ شڪار جي پٺيان ڊوڙندي رستو وڃائي ويٺو آهيان. اهو ٻڌي منيءَ چيو:- ٻچا! مونکان ڀاڄ نه لڪاءِ جو اسانکي پنهنجي تپسيا جي ٻل ڪري سڀ معلوم آهي ته تون ڀاڻ راجا پرتاپ ڀانوُ آهين. مان تنهنجي شيل سڀاءَ ۽ نمرتا ڪري ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان سو تون مونکان ڪو من گهريو ور گهر.

ڪپٽي منيءَ جي ڳالهه ٻڌي راجا جو منس وشواس جمي ويو ۽ هو کيس سڏيءَ وارو ڀهتل تپسوي سمجهي چوڻ لڳو:- هي ڪرپانڌان! مونکي اهڙو ور ڏيو جو مان اَجر اَمر رهي سوين ڪلپن تائين پرٿويءَ جو راڄ ڪندو رهان ۽ مونکي ڪو به جيتي نه سگهي. تپسويءَ وراڻيو:- راجن! اهو ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. تون مها پراڪرمي آهين ۽ پرٿويءَ جو ڪو به ڪتري جوڌو نه توکي جيتي نٿو سگهي. مگر توکي براهمڻن کانسواءِ ڪو به آڌين ڪري نه سگهندو. براهمڻن کي آڌين ڪرڻ جو اُپاءُ هيءُ آهي ته جيڪو ڀوڄن مان تيار ڪريان سو تون پرچي براهمڻن کي کاراءِ. جيڪو به اُهو اَن کائيندو سو تنهنجي آڌين رهندو. تون جڏهن پنهنجي راجڌانيءَ ۾ پهچين تڏهن هڪ لک براهمڻن کي ڏاڍو کارائج ۽ مان انوقت تنهنجي گهر براهمڻ جي روپ ۾ اچي ڀوڄن تيار ڪندس. پر اها ڳالهه ٻئي ڪنهنکي به نه ٻڌائج. چا لاءِ ته يوگه، يڪتي، تپ ۽ منترن جو پرڀاءُ تڏهن ٿيندو آهي جڏهن اهي ڪم لڪي ڪيا آهن. هينئر تون آرام ڪر ته مان توکي پنهنجي يوگه جي ٻل سان تنهنجي گهوڙي سميت محلات ۾ پهچائيندس ۽ ٽئين ڏينهن توسان اچي پروهت جي ويس ۾ گڏبس.

راجا کي ڪپٽي منيءَ تي وڏيڪ ويساهه جمي ويو ۽ هنجي آگيا پائي سمهي پيو. انوقت راڪشس ڪال ڪيتوُ آيو جنهنکي ڪپٽي منيءَ سڄي حقيقت ٻڌائي، جا ٻڌي هو ڏاڍو خوش ٿيو. هن راڪشس راجا کي کڻي آڻي سندس محلات ۾ پلنگه تي سماريو ۽ سندس



# رامايڻ

مالڪ ڀڳوان جي
اهو َمن ۾ سوچي مايا جي
۾ ۾ قائو ھجي، ڀڳوان جي اوتار وٺڻ جو جيڪو
نوڻ گهرجي. هڪ ٻئي ڪاپ ۾ برتاپ ڀانوءَ
ڀڙاياڻو. راجا کي ڀرتاپ ڀانوءَ
ب ٿيو سو ٻہ ماڻ ٿوکي نالي ستيہ ڪيتوءَ ٻئوان هئا ۽ پاڻھ
ڪيڪئہ ديش جي هئا، جي مها ٻلوان ۽ وڌو پت ڀرتاپ ڀانوءُ
ي مردن نالي ٻہ پت هوندا سندس ڪانپورءِ ستيہ ڪيتوءَ براهمڻن ۽
دو پيار هوندو هون. آٿي اٿيٺ جو راڪشسن ڪينرن ۽ ڪيتوءَ نالي راڪشس جي
عمت ني وينو ۽ هن ڪال هن ادکري رکيا ڪئي. آزاريندا
هالماڻ جي ۽ ٻڌن کي بہ ماريو هو جو جو هو رعيت کي ڀرتاپ ڀانوءَ
ڏهن ڀائرن ۽ سؤ ٻڌن جي کي جهنگل ۾ لڪو. ڌرم جي استاپنا
هئا ۽ پر ڪال ڪيتوءُ پاڻ پيڇي وڃي شانتي ۽ ۽ سدائين
هڪ ٻئي ظلمي راجا کي جيتي سندس راڄ ۾ رهڻ لڳو پر هو
ڪئي. اُهو راجا ۾ جهنگل ۾ وڃي تپسوي ٿي رهندو هو.
برتاپ ڀانوءَ کان بدلو چڪائڻ جي فڪر ۾ دشمن يعني اُن راجا
هڪ دفعي جهنگل ۾ برتاپ ڀانوءَ جي ٻنهي هڪ ٻئي سان
۽ راڪشس ڪال ڪيتوءَ جي پاڻ ۾ ملاقات ٿي ۽ ٻنهي هڪ سازش
پنهنجو حال اوريو ۽ پرتاپ ڀانوءَ جي درگتي ڪرڻ لاءِ رهيو
ستي. هڪ دفعي جڏهن برتاپ ڀانوءَ جهنگل ۾ شڪار ڪري راجا
هو تڏهن ڪال ڪيتوءُ هڪ سوئر جي روپ ۾ سندس اڳيان ويو. رمزسان
ڪيس نير هڻندو ڦٽيائڻس پيو، پر اُهو ڪيٽي سوئر اڏري ۽ ڀانوءَ کي
ڊوڙندو ٻئي ويو جو ڪيس هڪ بہ نيري ٿي لڳو ۽ هو پرتاپ جهنگل
ڪيٽي تپسويءَ جي ڪٽيا پرسان آٿي گم ٿي ويو. راجا اُن گهاتي اڃي
۾ سوئر کي ڳوليندي رستو ڀلجي پيو ۽ جڏهن ڪيس اُڃ ۽ ٿڪ ڀانوءَ
وياڪل ڪيو تڏهن اُن منيءَ جي آشرم ۾ گهڙي ويو. برتاپ
جو هارايل راجا هڪ منيءَ جي روپ ۾ اُلي رهيو پيو هو.
ڪيٽي مني برتاپ ڀانوءَ کي پاڻ وٽ ڏسي ڏاڍو ڀرسن ٿيو
پر راجا ڪيس سڃاڻي نہ سگهيو ۽ هن کي سچو تپسوي سمجهي برتا
ڪيس پڙهڻ لاءِ جل، کائڻ لاءِ ڦل ڦول ۽ آرام ڪر



ڪئي. ڪيترن ورهين گذرڻ بعد ڀڳوان مٿن پرسن ٿيو ۽ کين پنهنجو درشن ڏنائين. شنک، چڪر، گدا ۽ پدم ڌاري ڀڳوان کي ساکيات پنهنجي اکيان ڏسي هو ٻئي گد گد ٿي ڀڳوان کي وارنوار پرنام ڪرڻ لڳا. جڏهن ڀڳوان کين ور گهرڻ لاءِ چيو تڏهن هو ٻئي چوڻ لڳا:- ڀڳوان! اسانکي توهان جهڙو پٽ گهرجي.

ڀڳوان چيو:- تٿاستو! راجن. پرمون جهڙو ته ٻيو ڪوبه ڪونهي انلاءِ مان پاڻ اچي اوهانجو پٽر ٿيندس. هاڻي توهان ٻئي اِندرپريءَ ۾ رهي ديوتائن جا سک ڀوڳيو ۽ پوءِ توهان تريتا جڳ ۾ جنم وٺي ايوڌيا جا راجا دشرٿ ۽ راڻي ڪوشليا ٿيندءِ تڏهن مان توهانجو پٽر ٿي توهانجو منورٿ پورو ڪندس. ائين چئي ڀڳوان انترڌان ٿي ويو ۽ سوايم ڀو منوُ ۽ شت روپا ڪجهه وقت ڪانپوءِ ديهه تياڳي اِندرپوريءَ ۾ وڃي ديوتائن جا سک ڀوڳيا. وقت پائي اهي ٻئي راجا دشرٿ ۽ ڪوشليا ٿيا ۽ ڀڳوان پنهنجي ڏنل ور کي سچو ڪرڻ لاءِ اُنهن جيءَ گهر اوتار ورتو.

ياگيه ولڪ چوڻ لڳو:- ڀاردواج! هرهڪ ڪلپ ۾ ڀڳوان جو اوتار ٿيندو آهي ۽ اوتار وٺڻ جا انيڪ سبب آهن جي سندر ڪٿائون رشي مني ورڻن ڪندا آهن. جئن ڀڳوان بي انت آهي تئن سندس ليلائن جو به انت ناهي. ڀڳوان جي مايا ڏاڍي پربل آهي.

सुरनर मुनि कोउ नाहिं, जेहि न मोह माया प्रबल।
अस बिचार मन माहिं, भजिय महा माया पतिहि॥

ديوتا، منش ۽ رشي مني اهڙو ڪوبه ڪونهي جيڪو مايا جي




جڏهن سويمبر سڀا برخواست ٿي ۽ ٻيا راجائون موٽي ويا ڪڏهن
ڊ ۾ ڏاڍو نراس ٿيو ۽ پاڻ جو ڪلڻ هاب ٿيو هڪوسو ٻاٽيءَ ۾ وڃي
پنهنجي شڪل ڏٺائين. پنهنجي باندر جهڙي شڪل ڏسي نارد ڪي
ڀڳوان تي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ وري جو ساهوڻ ڀڳوان کي ڏٺائين ته
مالڪ سراپ ڏنائينس:- هي ڪپٽي! هيءَ منش ديهه ڌاري جو مونکي
ٺڳيو اٿئي سو وڃي مرتيو لوڪ ۾ منش جوڻ وٺ ۽ جئن مونکي استريءَ
جو وڇوڙو ڏنو اٿئي تئن توکي به وڃي استريءَ جي جدائيءَ جو ڏک
ڀوڳڻ ۽ منهنجي شڪل، جو باندر جهڙي بڻايئه سو باندر ئي تو کي
سهائتا ڪندا.

اُنوقت ڀڳوان پنهنجي مايا ڇڪي ورتي ته اُها نگري ۽ وشو
موهني راجڪماري الوپ ٿي وئي. اها روبڪار ڏسي نارد ڀڳوان
جي مايا کي سمجهي ويو ۽ اهنڪار مٽجي ويس. هو ڀڳوان جي
چرڻن تي ڪري پنهنجي ڀل بخشائڻ لڳو ۽ پنهنجي سراپ لاءِ
پڇتائڻ لڳو. ڀڳوان کيس ڌيرج ڏيئي روانو ڪيو ۽ پنهنجي ڀڳت
جو سراپ انگيڪار ڪري شري رام جي روپ ۾ منش لوڪ ۾
اوتار ورتو.

ﻫﻫﻫ

منو ۽ شت روپا جي تپسيا ۽ پرتاپ ڀانوءَ کي سراپ.

---

شوجي چوڻ لڳو:- هي اُما! ڀڳوان جي اوتار وٺڻ جو ٻيو به
هڪ سبب ٻڌ:- سوايمڀو منوءَ ۽ سندس استريءَ شت روپا کان هيءَ
منش سرشٽي شروع ٿي آهي. اُنهن ٻنهي گهڻيئي سنتان پيدا
ڪئي ۽ گهڻئي ورهيه راڄ ڪيو ۽ نيٺ اُنهن کي گيان اُپجيو ته
ڀڳوان جي درشن ڪانسواءِ اسان پنهنجي جيوت اڪارٿي وڃائي
ڇڏي. اهو سوچي اُنهن ٻنهي وڃي ڀڳوان جي ڪئن تپسيا

نارد کي رستي تي هڪ عاليشان شهر ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جي سندرتا ۽ بناوت وئڪنٺ کان به وڌيڪ هئي ۽ نگرواسي ڪامديو ۽ رتيءَ سمان روپوان هئا. اُن شهر جي راجا پنهنجي وشوَ موهني ڪنيا جو سويمبر رچيو هو جنهن لاءِ ڪٿان ڪٿان جا راجڪمار اچي ڪٺا ٿيا هئا. جڏهن نارد سويمبر سڀا ۾ وڃي راجڪماريءَ جي سونهن ڏٺي ته سڌ ٻڌ وڃائي ويٺو ۽ اهو ويچار ڪرڻ لڳو ته اهڙو ڪو اُپاءُ ڪريان جو هيءَ راجڪماري مون تي ريجهي مونکي ورمالا پهرائي. اهو سوچي نارد ايڪانت ۾ ويهي ڀڳوان جو ڌيان ڪيو ته هو دين ديال اچي پرگهٽ ٿيو. نارد ڀڳوان کي هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي ته:- هي ڀڳون! ڪرپا ڪري مونکي اهڙي سندرتا ڏيو جو راجڪماري اٽپچو مونکي پسند ڪري. هي ناٿ! مان توهانجو داس آهيان سو جنهن ۾ منهنجو ڀلو ٿئي، تئن ڪريو.

پنهنجي مايا جي پربلتا ڏسي ڀڳوان من ۾ مشڪي نارد کي چيو:- جنهن ۾ توهانجي ڀلائي ٿيندي سو ڪم آءٌ ضرور ڪندس. جئن بيمار جي گهرڻ تي به حڪيم کيس نقصان ڪندڙ شيون نه ڏيندو آهي، انهيءَ طرح مان به توهانجي ڀلائي ڪندس.

ائين چئي ڀڳوان انتردان ٿي ويو ۽ مايا جي موهه ۾ ڦاٿل نارد کي ڀڳوان جي وچن جو رهسيه سمجهه ۾ نه آيو. هو سويمبر سڀا ۾ ٻين راجائن جي پر ۾ ٺهي ٺڪي وڃي ويٺو. هن پڪي سمجهيو ته هو اهڙو ته روپوان ٿو لڳي جو راجڪماري کيس ڏسندي ئي مٿس موهت ٿي پوندي. پر حقيقت ۾ ڀڳوان سندس شڪل هڪ باندر جهڙي ڪري بڻائي هئي. راجڪماري سڀني راجائن کي ڏسندي ويئي پر ڪروپ نارد ڏانهن اک کڻي به نه نهاريائين. تڏهن نارد وياڪل ٿي، راجڪماريءَ جو ڌيان ڇڪڻ لاءِ آسڻ تي اُٿي ويهڻ ڪرڻ لڳو، جنهن تي ٻيا راجائون مٿس چٿرون ڪرڻ لڳا. انوقت هڪ راجا جو روپ ڌاري ڀڳوان به اُتي آيو، جنهن جي سروپ تي موهت ٿي راجڪماريءَ کيس ورمالا پهرائي.



ٽي جنم ورتو. ڀڳوان وراهه اوتار ڌاري هرڻاڪش سان گدا يڌ ڪئي ۽ نيٺ کيس ماري ڇڏيو. هرڻڪشپ جو پٽ ڀڳت پرهلاد هو جنهنجي رکيا لاءِ ڀڳوان نرسنگهه اوتار ڌاري هرڻڪشپ جو انت آندو. ٻئي جنم ۾ اهي ٻئي ڀائر راوڻ ۽ ڪنڀ ڪرڻ جي روپ ۾ ڄاوا، جن کي مارڻ لاءِ ڀڳوان، رامچندر جو اوتار ورتو. هي ڀاردواج ٽئين جنم ۾ انهن دئيتن ششوپال ۽ دنت وڪرتي جنم ورتو جنکي ڀڳوان، ڪرشڻ اوتار ۾ ماريو ۽ انريت سنتڪمارن جو سراپ ڀوڳي ڄمڻ ۽ وڃڻ وري وڃي ڀڳوان جا پارشد ٿيا.

شوجي چوڻ لڳو:- هي پاروتي! شري رامچندر جي اوتار ڌارڻ جو ٻيو سبب نارد جو سراپ به هئو. اهو ٻڌي پاروتي عجب ۾ پرجي چوڻ لڳي:- هي ڪرپانڌان! نارد جهڙي ڀڳت ۽ گياني ڀڳوان کي سراپ ڇا لاءِ ڏنو؟ تڏهن مهاديو چيو:- پاروتي! نه ڪوئي گياني آهي ۽ نه ڪو مورک! جنهنکي جنهن وقت شري رام، جهڙو بڻائي ٿو سو اهڙو ئي ٿيو پوي. هڪ دفعي ڪامديو، رنڀا آدي اپسرائن سان نارد منيءَ کي ريجهائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر نارد کي ڊانواڊول ڪري نه سگهيو. ڪامديو ته هار کائي موٽي ويو پر نارد تي اهنڪار غالب پئجي ويو، سو هو جتي ڪٿي ٿانءِ ۾ پرجي پنهنجي وڏائي ڪرڻ لڳو. ڀڳت هتڪاري ڀڳوان ڏٺو ته منهنجي ڀڳت جي هردي ۾ اهنڪار جو سلو اڀريو آهي سو موڪي ٻئي ڪڍڻ گهرجي، انلاءِ ڀڳوان مايا جو هڪ کيل رچايو.

پرنتو ٻه ڏسي ٿو، سرير نه اٿس پرنتو ٻه ڇهي ٿو، اندريت هنجا سڀ ڪرم الوڪڪ آهن ۽ هنجي مهما جوڪو ٻه ورڻن ڪري نٿو سگهي. اُهو نرگڻ پرماتما دشرٿ جو پٽ راجا رامچندر آهي جنهنجي نالي ڳنهڻ سان انيڪ جنمن جا پاپ ناس ٿين ٿا ۽ منش ڀوساگر لنگهي پار پوي ٿو.

هي پياري! نرگڻ پرماتما منش ديهه ڇو ڌاري سو هاڻي ڏيان ڏيئي ٻڌ. اها ڪٿا ڀڳين جي راجا گرڙ کي ڪاڪڀشنڊيءَ ٻڌائي هئي سا هاڻي مان توکي ٻڌايانٿو. جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿيندي آهي ۽ دشٽن جا ٻچڙا ڪم ۽ ظلم وڌي ويندا آهن تڏهن ڌرم جي اسٿاپنا ڪرڻ لاءِ ۽ ڀڳتن جو دکه دور ڪرڻ لاءِ ڀڳوان اوتار ڌارڻ ڪندو آهي. شري رامچندر جو جنم ٻه انهيءَ ڪري ئي ٿيو هو.

هڪ دفعي مها تيجسوي سنتڪمار رشي ڀڳوان جو درشن ڪرڻ لاءِ وئڪنٺ ڌام ويا ته جئه ۽ وجئه نالي ڀڳوان جي ٻن دوارپالن کين ڀڳوان وٽ وڃڻ نه ڏنو. جيتوڻيڪ اهي چارئي آتم گياني ڪمار سڀ کان عمر ۾ وڏا آهن پرنتو ٻه سدائين پنجن ورهين جا ننڍڙا ٻالڪ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. جڏهن انهن چئن اُگهاڙن ٻالڪن کي جئه وجئه ڀڳوان وٽ وڃڻ کان روڪيو تڏهن سنتڪمارن جئه وجئه کي هنريت پاراتو ڏنو:- ڀڳوان لاءِ ته نه ڪو ننڍو آهي نه وڏو ۽ نه اُگهاڙو ۽ نه ڍڪيل، پر هيءُ جو توهان پاسخاطري لڳائي ويٺا آهيو ۽ ڀڳوان وٽ وڃڻ کان روڪيو ٿا، ان لاءِ توهان هتي رهڻ لائق نه آهيو. توهان وڃي مرتيو لوڪ ۾ دئيتن جي جوڻ وٺو.

جڏهن جئه ۽ وجئه اهو ڀيانڪ برهم سراپ ٻڌو تڏهن سنتڪمارن جي چرڻن تي ڪري معافي گهرڻ لڳا ۽ هنن کان پنهنجي اُڌار جو اُپاءُ پڇيائون. سنت ڪمارن چيو:- توهان ٽي دفعا دئيتن جي جوڻ ۾ جنم وٺندءُ ۽ ٽيئي دفعا ڀڳوان اوتار ڌاري توهانجو انت آڻيندو، تنهنکانپوءِ توهان وري اچي ڀڳوان جا پارشد ٿيندا.

ان کانپوءِ سنتڪمار ڀڳوان جو درشن ڪري هليا ويا ۽ انهن جي سراپ ڪري جئه ۽ وجئه ٻهرين جنم ۾ هرڻيڪشپ ۽ هرڻاڪش

## جٿ وجٿ کي سراپ ملڻ ۽ نارد جو ڀڳوان کي سراپ ڏيڻ.

شو ۽ پاروتي جي اهڙي منوهر ڪٿا ٻڌي ڀاردواج رشي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ ياگيه ولڪ منيءَ کي وڌيڪ ڪٿا ٻڌائڻ لاءِ وينتي ڪيائين. ياگيه ولڪ هن جي شرڌا ڏسي چيو:- هي مني! ڪئلاس پربت تي هڪڙو وڏو گهاٽو ٻڙ جو وڻ آهي جنهنجي شيتل ڇايا ۾ سگند واري هوا ٻئي لڳندي آهي. اُن وڻ جي هيٺان هڪڙي ڏينهن شنڪر ڀڳوان ويٺو هو ۽ سندس پياري پاروتي به اُتي اچي ويٺي ۽ ڪيس چوڻ لڳي:- هي ناٿ! توهين جو سداءِ رام نام پيا سمريو سو رام ايوڌيا جو راجا هئو ڪين ٻيو ڪو اَجنما، الک ۽ نرگڻ ڀڳوان آهي؟ اڳيئين جنم ۾ مون رامچندر جي پريکيا ورتي ۽ سندس مهما ڏٺي ته به مون مند ٻڌيءَ کي پوري ڄاڻ نه ٿي ۽ جنهنجي سيکت مونکي اها ملي جو توهان کان ويوگ ٿيو. هاڻي مونکي سموري رام ڪٿا ٻڌڻ جي ڏاڍي چاهنا آهي سا ڪرپا ڪري ٻڌايو ۽ ڀوريائين اهو ٻڌايو ته نرگڻ ڀڳوان سگڻ اوتار ڇا لاءِ ڌاريو؟

پنهنجي پياريءَ جا اهي وچن ٻڌي شوجي چوڻ لڳو:- هي پاروتي! نرگڻ ۽ سگڻ ۾ ڪو به ڀيد ڪونهي. جيڪو ڀڳوان نرگڻ، روپ-رهت، الک ۽ اَجنما آهي سوئي ڀڳتن جي پريم ڪري سگڻ ٿيو پوي، جئن ٿڌ جي ڪري پاڻي برف ٿي پوندو آهي. خوشي، رنج، گيان، اگيان، ممتا ۽ ايمان اهي سڀ جيو جا ڌرم آهن ۽ جيتوڻيڪ اهي سڀ است آهن پر است هوندي به سک يا ڏک ڏين ٿا، جئن سپني ۾ ڪو سر وڍي ته سواءِ جاڳڻ جي اهو ڏک نه ورت نٿو ٿئي. شري رامچندر الهي سپني جي ڀرم کان پري، پاربرهم، سرو وياپڪ، سچدانند سروپ آهي ۽ هنجو نه آدي آهي ۽ نه انت. ويد ۽ پراڻ چون ٿا ته هنجا پير ناهن ته به هلي ٿو، ڪن ڪينهنس [illegible] پر ڪارج ڪري ٿو، نيتر ڪينهنس

سرپ ڏاريءَ مان ٿوڪي ڪهڙو سک ملندو؟ تون انهيءَ اگهوريءَ جو خيال لاهي ڇڏ. اسان تنهنجو وواهه منوهر روپوان ۽ گڻوان وشڻو ڀڳوان سان ڪرائينداسين.

پاروتيءَ وراڻي ڏني! منيشورو! شنڪر ڪهڙو به آهي، مونلاءِ گڻن جو ڀنڊار آهي. مان هردوهاري چڪي آهيان ۽ اُنهر ڪو ڦيرن پوندو. مان وواهه ڪنديس ته مهاديو سان نه ته ڪنواري رهنديس.

پاروتيءَ جو شوجيءَ لاءِ اهڙو اٽل پريم ڏسي ست ئي رشي گد گد ٿي ويا ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳا:- هي جڳدمبي! هي ڀواني! تنهنجي سداءِ جئه ٿئي. تون مايا ۽ شوجي ڀڳوان آهي ۽ اوهين جڳت جا ماتا پتا آهيو.

ائين چئي ست ئي رشي هماچل وٽ آيا ۽ کيس پاروتيءَ ڏي موڪليائون، جو کيس گهر وٺي آيو. پوءِ ست ئي رشي برهما کي وٺي مهاديو وٽ آيا ۽ اچي کيس پاروتيءَ جي دِرڍ پريم جي حقيقت ٻڌايائون ۽ وينتي ڪيائون ته هو پاروتيءَ کي وواهه ۾ انگيڪار ڪري. شنڪر، برهما جي ڳالهه سويڪار ڪئي، جنهن تي ست رشي هماچل وٽ ويا جنهن اُهو سڳ خوشيءَ سان قبول ڪيو. پوءِ ته ٻنهي پاسن وواهه جون تياريون ۽ شادمان ٿيڻ لڳا. سڀئي ديوتائن پنهنجا ومان ۽ سواريون سينگاريون ۽ شوجيءَ کي گهوٽ جي ويس ۾ هماچل جي گهر وٺي آيا، جتي شڀ مهورت ۾ سندس پاروتيءَ سان وواهه ٿيو. هماچل پنهنجي ڌيءَ کي بيشمار ڏاج ڏنو ۽ سندس استريءَ مئنا پاروتيءَ کي اهوئي اُپديش ڏنو ته ”سداءِ مهاديو جي شيوا ۾ رهج ڇو جو پتيءَ ڪانسواءِ استريءَ جو ٻيو ڪو به ديوي ديوتا پوڄڻ لائق ناهي.“ شوجي پاروتي کي وٺي ڪئلاس آيو ۽ ٻيا ديوتائون به پنهنجي پنهنجي گهر راهي ٿيا. ڪئلاس ۾ شو پاروتي ڏاڍي آنند ۾ رهڻ لڳا ۽ ڪجهه وقت ڪانپوءِ پاروتيءَ کي ڪارتڪيه نالي مها پراڪرمي پٽ ڄائو جنهن تارڪاسر دئيت کي ناس ڪري ديوتائن کي سکي ڪيو.



ملي. هن ڏنو ته يگيه ۾ مهاديو لاءِ ڪو حصو نه رکيو ويو هئو ۽ دڪش شوجيءَ جي نندا ڪري رهيو هئو. ستيءَ کان پنهنجي پتيءَ جو اپمان سٺو نه ويو ۽ هوءَ ڪروڌ ۾ ڀرجي يگيه سڀا ۾ چوڻ لڳي :- هي سڀاسدو! جنهن به مهاديو جي نندا ڪئي آهي ۽ ٻڌي آهي تنهن کي جلد اُن جي سيڪت ملندي ۽ منهنجي پتا کي به پڇتائڻو پوندو. جو شنڪر ڀڳوان ساري جڳت جو آتم سروپ، هتڪاري ۽ ڪرتا ڌرتا آهي تنهن ديا جي ساگر جي نندا منهنجو گهمنڊي پتا ڪري رهيو آهي. منهنجو هيءَ شرير اهڙي اگياني ۽ مند ٻڌيءَ مان پئدا ٿيو آهي ان لاءِ ڌڪار جوڳو آهي ۽ تنهنڪري مان هن سرير جو تياڳ ڪريان ٿي.

ائين چئي ۽ مهاديو جي چرڻن جو ڌيان ڌري ستيءَ پنهنجي يوگ بل سان پنهنجي سرير کي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيو. اهو ڏسي يگيه سڀا ۾ هاهاڪار مچي ويو. اُن وقت ستيءَ سان آيل گڻن يگيه کي بگاڙڻ چاهيو پر ڀرگوُ آدي رشين ۽ دڪش جي ماڻهن کين هڪالي ڪڍيو.

جڏهن ڪيلاس ۾ مهاديو ستيءَ جي ڀسم ٿيڻ ۽ پنهنجن سيوڪن جي هڪالجڻ بابت ٻڌو ته هن ڪروڌ ۾ ڀرجي پنهنجي هڪ جٽا مان ويرڀدر نالي هڪ ڀيانڪ ديو کي پئدا ڪيو. مهاديو دڪش جي يگيه ناس ڪرڻ لاءِ ويرڀدر کي آگيا ڪئي ته هو مها ڀينڪر گرجنا ڪندو وڃي دڪش جي يگيه تي ڪڙڪيو. هن سڄو يگيه ڊاهي سڀني ديوتائن ۽ رشين منين کي ماري ڪُٽي پوري سزا ڏني ۽ دڪش جو سر لاهي اگني ڪنڊ ۾ جلايو. اُن يگيه ۾ آيلن جي اُها گتي ٿي جا شوجيءَ کان بي مکن جي ٿيندي آهي.



جڏهن ستيءَ ديوتائن ۽ سندن استرين کي هار سينگار ڪري پنهنجن ومانن ۾ چڙهي مڌر ۽ سريلا راڳ ڳائيندو ويندو ڏٺو ۽ پنهنجي پتا جي گهر ۾ مها يگيه جو سماچار ٻڌو تڏهن هوءَ مڌر واڻيءَ سان شوجيءَ کي چوڻ لڳي :- پراڻناٿ! پتا جي يگيه ۾ ڏادي ڌوم ڌام ٿي رهي آهي سو جي توهان موڪل ڏيو ته مان اوڏانهن وڃان. شايد ڪنهن ڪم سبب پتاجيءَ کان اسانکي نوتو موڪلڻ وسري ويو آهي. مونکي پنهنجن مائٽن سان ملڻ جي سڪ به لڳي آهي، سو اوهان سان به ماڻديس ۽ مها يگيه به ڏسنديس.



تڏهن مهاديو ستيءَ کي دڪش جي ويرڀاءُ جي ڳالهه ٻڌائي چيو:- توهان ري ڪوٺي ويندينءَ ته آدرستڪار ڪو نه ٿيندءِ. جيتوڻيڪ متر، سواميءَ، پتا ۽ گروءَ جي گهر ري ڪوٺيو وڃڻ ۾ ڪو اهم ڪونهي پر جي اُتي به ويرڀاءُ هجي ته ڪڏهن نه وڃجي. تلوار ۽ ٻاڻ جو زخم ته ڪجهه ڏينهن ۾ ڇٽي وڃيٿو پر پنهنجن مائٽن جي اپمان جو گهاءُ اهڙو ته گهرو ٿئي ٿو جو رات ڏينهن پيڙا ڏئي ٿو. انڪاءِ پنهنجي پتا جي گهر وڃڻ ۾ تنهنجي ڀلائي نه ٿيندي.

مهاديو جي ايتري سمجهاڻي ٿي به، هوونهارَ جي وس ٿي، جڏهن ستيءَ هٺ ڪيو تڏهن مهاديو ساڻس ڪي گڻ ۽ سيوڪ ڏيئي کيس روانو ڪيو. جڏهن ستي پتا جي گهر پهتي تڏهن سندس پتا سندس ڪو به آدر ڀاءُ نه ڪيو ۽ هنجي ڏپ ڪري ٻين مائٽن به کيس ڪين ڪيڪاريو، رڳو سنديس ماتا اچي ساڻس پريم سان

ڀاوي ڏاڍي پربل آهي. اهو سوچي مهاديو پڪو اِرادو ڪيو تہ ستيءَ جي هِن ديهہ سان مان ميلاپ نہ ڪندس.

مهاديو جو پرڻ ٻڌي مارگہ ڪيي درد ڪندڙ هئو ۽ ان لاءِ ديوتائن آڪاش واڻي ڪئي تہ :- هي شنڪر! توهانجي سداءِ جئہ هجي. توهانجي ٻڌي نهچل ۽ درڍ آهي جو اهڙو ڪٺن پرڻ ڪيو اٿو. اها آڪاش واڻي ٻڌي ۽ شنڪر جو رخ ڏسي ستي سمجهي وئي تہ مهاديو ڪيس تياڳيو آهي ۽ ان لاءِ من ۾ ڏاڍو وياڪل ٿيڻ لڳي. شنڪر ڀڳوان ڪيلاس ۾ پهچي ۽ پنهنجي پرڻ کي ياد ڪري ڪيترائي ورهيہ سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويو. اُن وقت ستي ڏاڍو وياڪل ٿي وقت گذارڻ لڳي ۽ شري رام جو سمرڻ ڪري اهائي چاهنا ڪرڻ لڳي تہ سندس اها ديهہ جلد ڇٽي تہ ٻيءَ ديهہ سان پنهنجي پتيءَ کي پائي سگهي. ستاسي هزار ورهيہ گذرڻ کان پوءِ مهاديو "رام - رام" چئي سماڌي کولي ۽ ستيءَ کي دکي ڏسي ڪيس انيڪ منوهر ڪٿائون ٻڌائڻ لڳو.



## دڪش جي يگيہ ۾ ستيءَ جي ديهہ تياڳڻ.

اُنهيءَ سمي ستيءَ جي پتا دڪش کي برهماجيءَ سڀني پرجاپتين جو مکي بڻايو هو جنهنڪري هو گهمنڊ ۾ ڀرجي ويو ۽ پاڻ جهڙو ڪنهنکي نٿي سمجهيائين. چاڪاڻ تہ :-

नहिं कोऊ अस जममेउ जग माहीं। प्रभुता पाइ जाहिं मद नाहीं।

هن سنسار ۾ اهڙو ڪو بہ جائو ڪونهي جو پد وي پائي وڏائيءَ جي نشي ۾ ڀرجي نہ وڃي. دڪش بہ وڏائي ۾ ڀرجي هڪ مها يگيہ ڪيو جنهن ۾ سڀني ديو ديوتائن ۽ گندرون کي نيند ڏيئي گهرايائين. پر اُن کان اڳ هڪ دفعي برهما جي سڀا ۾ مهاديو ٻين ديوتائن وانگ اُٿي بيهي پرجاپتيءَ کي نمسڪار نہ ڪيو هئو، جنهن ۾ دڪش پنهنجي اپمان ٿيل سمجهي، مهاديو سان وير رکندو هو. ان لاءِ هن پنهنجي يگيہ ۾ اچڻ لاءِ پنهنجي ڌيءَ ستيءَ ۽ ناٺيءَ مهاديو کي ڪوٺ نہ ڪئي

رام هڪ رواجي منش وانگر چريتر ڪئن ڪندو، سا منهنجي شنڪا ڪرپا ڪري نورت ڪريو.

اهو ٻڌي ياگيه ولڪ منيءَ مرڪي وراڻيو:- هي مني! مان توکي سندر رام ڪٿا ٻڌايان ٿو جا ڪن ڏيئي ٻڌ. هڪ دفعي پاروتيءَ کي پڻ اهو ساڳيو شڪ اُڀريو هو، جنهنجي نو تي هن ريت ٿي هئي.

هڪ سمي ترينا يگم ۾ شنڪر پاروتيءَ سان گڏ اگست منيءَ جي آشرم تي ويو، جتي مني سندن پوڄا ڪئي ۽ پوءِ مهاديو ۽ اگست ڏاڍي پريم سان شري رام جي گڻن ۽ ليلائن بابت هڪ ٻئي سان ڳالهائيندا رهيا. جڏهن شنڪر ڀڳوان منيءَ کان رخصت وٺي موٽيو، تڏهن سندس دل ۾ رامچندرجي ڏاڍي ڀڳتي هئي ۽ چاهيائين ته جيڪر ڀڳوان جو درشن ٿئي. اُن وقت پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ ڀڳوان رگهونش ۾ شري رام جو اوتار وٺي منش چريتر ڪري رهيو هو ۽ راوڻ جي سيتا چورائڻ تي بن بن ۾ سيتا کي ڳولهي وياڪل ٿي رهيو هو. جنهن پرماتما لاءِ نه ميلاپ آهي نه وڇوڙو، تنهن انترياميءَ ڀڳوان شري رام جو بن ۾ مهاديو کي درشن ٿيو.

شري رام جو درشن ڪري مهاديو آنند ۾ پرجي ڪيس پرڻام ڪري چيو:- جئه سچدانند! جئه جڳت کي پوتر ڪرڻ وارا!

انريت نمسڪار ڪري شنڪر جڏهن اڳتي وڌيو تڏهن ستي (پاروتي) جي من ۾ شنڪا ٿي ته مهاديو ته جڳت جو پريو آهي ۽ سڀ ديوتائون، گندرو ۽ منش سندس پوڄا ڪن ٿا، تنهن هڪ راڄڪمار کي "سچدانند" چئي پرڻام ڪئن ڪيو. جنهن وشڻو ڀڳوان منش اوتار ڌاريو آهي، سو ته مهاديو وانگر جاڻندڙ آهي، سو هه اُجاڻ منش وانگر استريءَ جي جدائيءَ ۾ دکي ٿي ڪيئن گهمندو!

ستيءَ جي من جي شنڪا جاڻي انترياميءَ ڀڳوان شنڪر کيس سمجهائڻ لڳو ته "هي ستي! مون ۽ اگست منيءَ جنهنجي مهما ورڻن ٿي ڪئي سو منهنجو اشٽ ديو شري رام اهوئي آهي."

دين ديال پرڀو شري رام جي چرڻن ۾ پرڻام ڪري سندس پوتر ڪٿا
شروع ڪريون. هيءَ پوتر ڪٿا جيڪو به پڙهندو ۽ ٻڌندو تنهنکي
ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش جي پراپتي ٿيندي.

## ستيءَ جو شري رام جي پريکيا وٺڻ ۽ مهاديو جو پرڻ.

شري رامائڻ جي هيءَ منوهر ڪٿا ڀڳوان شنڪر پرڀائين پارونتيءَ
کي ٻڌائي هئي ۽ پوءِ ڪاڪڀشنديءَ کي، رام جي ڀڳتيءَ جو اڌڪاري
جاڻي ۽ ٻڌائي هئائين. ڪاڪڀشنديءَ ياگيه ولڪ کي ۽ ياگيه ولڪ
ڀاردواج کي هيءَ ڪٿا ٻڌائي. ڀاردواج منيءَ جو رمڻيڪ آشرم پرياگ
۾ هوندو هئو ۽ جيڪي سنت مهاتمائون ترويڻي جو پوتر سنان ڪرڻ
لاءِ ايندا هئا سي اُن آشرم ۾ اچي رهندا هئا. اُتي سنان، ڌيان،
جپ تپ ڪري پاڻ ۾ ويهي گيان گوشٽ ڪندا هئا ۽ مهرشي ڀاردواج
کان پوتر رام ڪٿا ٻڌندا هئا. اهي سادو سنت جڏهن پنهنجن آشرمن
۾ موٽي ويندا هئا ته اُتي وڃي رام ڪٿا ڪندا هئا. انريت هن سندر
رام ڪٿا جو پرچار ٿيو.

اها ڪٿا ياگيه ولڪ ڀاردواج کي هن ريت ٻڌائي هئي جو ڪنهن
سمي ياگيه ولڪ رشي ڀاردواج جي آشرم تي آيو ته ڀاردواج سندس
ڏاڍو آدرستڪار ڪيو ۽ منٿون ڪري ڪيترا ڏينهن پنهنجي آشرم
۾ رهائي ڇڏيائينس. هڪ ڏينهن ڀاردواج ياگيه ولڪ کان پڇيو:- هي
مني! اوهين سڀني ويدن جي تتو کي ڄاڻندڙ آهيو ۽ مونکي هڪ
شنڪا اُڀي ٿي آهي سا ڪرپا ڪري نورت ڪريو. اها هيءَ آهي
ته سيڪو ٻيو چوي ته رام نام جي مهما اپار آهي، سو اهو رام ڪهڙو
آهي؟ جيڪو ايوڌيا جي راجا دشرٿ جو پٽ هئو ۽ پنهنجي استريءَ
جي ويوگ ۾ وياڪل ٿي ٻن ٻن ۾ ڀيو گهمندو هئو ۽ نيٺ راوڻ کي
ماري پنهنجي استري هٿ ڪيائين، سو رام اُهوئي ڪين ڪو ٻيو
هي؟ جنهن شري رام جي پوتر نام کي شوجي به جپي ٿو سو ڀڳوان ۱

ڪانسواءِ ويڪ نٿو ٿئي ۽ رام جي ڪرپا ڪانسواءِ ست سنگ ملڻ سولو ناهي. ست سنگ ئي آنند ۽ ڪلياڻ جو مول ڪارڻ آهي.

مان سڀني سنت مهاتمائن کي پرڻام ڪريان ٿو. سنت مهاتمائون ڪپهه جي مثل آهن؛ جيئن ڪپهه پچڻ، ڪتجڻ، اُڻجڻ ۽ سبڻ جا ڏک سهي ڪپڙو ٿي ٻين کي ڍڪي ٿي، تيئن سنت پرش پاڻ ڪشٽ سهي به ٻين جا عيب ڍڪين ٿا. اهڙن سنتن ئي دشٽ پرشن جي سنگ جو اثر نٿو ٿئي؛ جيئن نانگ جي سر ۾ زهر جي پرسان رهندي به نانگ جي مڻي زهريلي نٿي ٿئي ۽ اونده ۾ روشني ڪريٿي. اهڙن مهاتمائن جو نه ڪو دوست آهي ۽ نه دشمن. هو سداءِ ايڪ رس سمچت رهن ٿا. جيئن گل کي عزت سان رکجي يا مهٽي چنجي نه به اُهو پنهنجي سرهاڻ نٿو ڇڏي، تيئن سنت مهاتمائون به مان ڏيڻ واري يا اَپمان ڪرڻ واري جي سمان ڀاوَ سان ڀلائي ڪندا رهنٿا. اهڙن سنتن کي مان وارنوار نمسڪار ٿو ڪريان.

مان سچيءَ ڀاونا سان دشٽ پرشن کي پڻ نمسڪار ٿو ڪريان. هو ٻين جي نقصان کي سمجهن ٿا پنهنجو فائدو ۽ ٻين جي فائدي کي پنهنجي هاڃي. هو ٻين جو ڪم بگاڙڻ ۾ هزار ٻانهن وارا، ٻين جي عيبن ڏسڻ لاءِ هزار اکين وارا، ٻين جي ڳالا ٻڌڻ لاءِ هزارين ڪنن وارا ۽ ٻين جي نندا ڪرڻ ۾ هزارين منهن وارا ٿيو پون. بڇڙا آدمي، جي ٻين جي ڪم بگاڙڻ لاءِ مڇي مڙس ٿيو پون، سي سچ پچ مينهن جي ڳڙن وانگر آهن. ڳڙا جنهن کيتيءَ ۾ ڪرن تنهنکي ناس ڪيو ڇڏين، پر پاڻ به ٿوريءَ ويرم ۾ ڳري چٽ ٿيو وڃن.

انريت مان سنتن ۽ دشٽن ٻنهي جي وندنا ٿو ڪريان. ڀڳوا ٻنهي کي جوڙيو آهي ۽ ٻئي پنهنجي ڪمن موجب جس يا اَپجس جا ڀاڳي بڻجن ٿا. برهماجي هيءَ سڄي سرشٽي چڱائيءَ ۽ مندائ سان ڀريل آهي. ڏک ۽ سک، پاپ ۽ پڃ، ڏينهن ۽ رات، ديوتا دئيت، راجا ۽ رنڪ، امرت ۽ وش، گڻ ۽ اوگڻ ڀڳوان ئي جوڙيا آ انريت ڀڳوان جي هن سرشٽيءَ ۾ گڻ ۽ دوش (چڱائي ۽ مندائي)

جنهنجي مايا جي وس سڄي سرشٽي، برهما آدي ديوتائون، داناءَ سڀ جيو آهن، جنهنجي سٽا ڪري نوڙيءَ ۾ نانگ جي ڀرم وانگر، هيءَ سڄي جهڙو سنسار سچو ڀاسي رهيو آهي، جنهنجا چرڻ، هن ڀؤساگر مان ترڻ لاءِ، هڪ ٻيڙيءَ مثل آهن، اُن ڪارڻن جي ڪارڻ، رام جوالڻ واري ڀڳوان هريءَ جي مان وندنا ٿو ڪريان.

मूक होइ वाचाल पंगु चढ़इ गिरिबर गहन ।
जासु कृपां सो दयाल द्रवउ सकल कलिमल दहन ॥

جنهنجي ڪرپا سان گونگا گهڻو ٻولڻ وارا ٿيو پون، لولا لنگڙا ڏکيا پهاڙ چڙهيو وڃن، اهو ڪلجگ جا پاپ جلائڻ وارو ديالو (ڀڳوان) موتي ديا ڪري.

مان گيان ۽ وديا جي ڀنڊار پنهنجي گروءَ ۽ سڀني برهمڻن کي نمان ٿو، جي من جا سنديهه ۽ اگيان کي دور ڪن ٿا. مان سنتن ۽ مهاتمائن کي به پريم پوروڪ پرڻام ٿو ڪريان، جي گهمندڙ ڦرندڙ تيرٿن مثل آهن. اُنهن تيرٿن ۾ شري رام جي ڀڳتيءَ روپ گنگا سدا وهندي رهندي آهي. جيڪي ڀاڳيوان پرش انهيءَ گنگاجيءَ ۾ پريم پوروڪ ٽٻي لڳائين ٿا، سي ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش کي پراپت ڪن ٿا.

ست سنگ جي تيرٿ جي سنان جو ڦل اُماڪ ئي ملي ٿو جو ڪانؤ به ڪوئل ۽ بگلو به هنس ٿيو پوي. انهي ڪو اچرج نه ڪري، ڇوته ست سنگ جي مهما اپار آهي جيئن پارس لڳڻ ڪري لوهه به سونو ٿي پوندو آهي. والميڪ جهڙو ڀاڪئي، نارد جهڙو داسي پٽر ۽ اگست جهڙو ڀاڄي، اهي سڀ ست سنگ ڪري مهاتمائون ٿي پيا.

मति कीरति गति भूति भलाई । जब जेहिं जतन जहां जेहिं पाई ॥
सो जानब सतसंग प्रभाऊ । लोकहुँ बेद न आन उपाऊ ॥

نه ڪنهن جتن سان ٻڌي، ڪيرتي، عبدو، سمپتي ۽ ... ڪٺي آهي، سو سڀ ست سنگ جو نتيجو سمجهو. آپتيءَ جو ٻيو ڪو به اُپاءُ ڪونهي. ست سنگ



شري گڻيشايه نمهه

# شري تلسي رامائڻ



## بال ڪانڊ

### منگلاچرڻ

वर्णानामर्थसंघानां रसानां छन्दसामपि ।
मङ्गलानां च कर्तारौ वन्दे वाणीविनायकौ ॥

اکرن، جملن، ڌات پرج، رسن، سلوڪن ۽ ڪلياڻ ڪرڻ واري
واڻيءَ (سرسوتي) ۽ گڻيش (ٻڌيءَ) جي مان وندنا ٿو ڪريان.

भवानी शङ्करौ वन्दे श्रद्धाविश्वासरूपिणौ ।
याभ्यां विना न पश्यन्ति सिद्धा स्वान्तःस्थमीश्वरम् ॥

شرڌا ۽ وشواس روپ شري پاروتيءَ ۽ شنڪر جي وندنا ٿو ڪريا
جنهن بنا سڌ پرش به پنهنجي اندر موجود ايشور کي ڏسي نٿا سگ

لنڪا ڪانڊ



اُتر ڪانڊ




Printed by Mellaram M. Vaswani
at the Sunder Printing Press, Ajmer.
and published by
Shri Lokram P. Dodeja 25 Budhwar Peth....Poona-2.

# وشئه سوچي

اهو جو اوکيءَ ويل ڪم اچي. مهاتما تلسيداس چيو آ ”ڌيرج، ڌرم،
اُور ناري، آپدا ڪال پرکيئي يه چاري.“

**ڪنتري ويرتا**- رامائڻ جي ڪٿا انوسار ٻن ڪنتري ويرن سڄي ڀارت ور،
تان راڪشس جاتيءَ جو اَياچار ۽ ظلم ناس ڪيو. جتي جتي ڌرم جي هاڃي ٿئي
ڪمزور تي شهزور اَياچار ڪري، تپسويءَ جي تپسيا ۾ وگهن پوي، ظلم
راجا ٻلن جي ڀلائي پرجا جي لهو چوسي، اُتي هڪ سچي ڪنتري ويرَ جو ڪر
ڪيتر آهي. سامهون ڪهڙو به زبردست ظالم هجي، پر هڪ هندو وير همت
نٿو هاري.

اهو آدجڳاد کان هلندو آيو آهي ته هڪ استريءَ جي رکيا لاءِ هندو جاتي
ڪڏهن به پراڻ ڏيڻ ۾ گهٽ ناهي. سيتا لاءِ راڪشسن جي سلطنت تباهه ڪئي
ويئي! هڪ دروپديءَ جي بيعزتيءَ جو بدلو چڪائڻ لاءِ ڪورون جو وشال
راڄ ۽ ڪروڙين حمايتي ناس ڪيا ويا. هڪ پدمڻيءَ لاءِ چتوڙ جا راجپوت
مرندي مري ويا پر پدمڻي ڪين ڏنائون. اهي ڪم ڏيکارين ٿا ته اها جاتي
زندهه دل سورهيه آهي. ڀارت ورش ۾ اڄ به ساڳيون حالتون آهن. ڀارت
جي پراچين سندو ديش ۽ پنجاب مان لکين بي گناهه ماڻهن کي لوڏيو ويو آهي
۽ هزارين هندو نارين کي ڌرم ڀرشٽ ڪيو ويو آهي. انهن بيوس اَبلائن
جي دانهن ۽ ڪيڪن ٻي به هندو ويرن جي ننڊ ڪين کلي آهي. ويرتا جي
سونهري آدرش واري هندو جاتي اهنسا جي ڀرم ۾ ڦاسجي غفلت جي ننڊ ۾
غلطان آهي. رام راڄ جي استاپنا رگهو ڳالهين سان نه، پر رام جهڙي تياڳ، ويرتا
۽ پراڪرم سان ٿي سگهندي.

**پرجا جي مت جو مان**- پرجا راجا کي ديوتا سمجهي پوڄا ڪندي
هئي. هو راجا ۾ سڀني گڻن جو واسو سمجهندا هوا. راجا جي شخصي يا
راڄنيتي جيون جي هلت چلت تي پرجا جي سخت نگاهه هوندي هئي. راجا
پرجا جي ۽ پرجا راجا جي گڻن ۽ دوشن جو نرڻيه ڪرڻ واري آهي. هڪ
آدرشي راجا جو اهو ڌرم آهي ته پرجا جي فيصلي انوسار پاڻکي ڏنڊ به ڏي
فيصلي جي ٺيڪ يا غلط هجڻ جو نرڻيه واسطيدار ڌر کي ڪرڻو ناهي.

رامچندر پاڻکي ڏنڊ ڏيئي اهڙيءَ مٿين آدرش جو روشن مثال ت
ڏيکاريو آهي. پرجا جي آلوچنا ٻڌي هن پنهنجي ڌرمپتنيءَ سيتا جو ت
ڪري ڇڏيو. پراڻ پياريءَ سيتا جو تياڳ رامچندر لاءِ موت جي سزا کان
وڌيڪ دکدائي هو. پر رامچندر جي پرتگيا هئي:-




...م ڪيو ۽ سنڌس اچڻ جو سبب پڇيو: درواسا چيو:- مهاراج
...ڪ هزار ورهيه اُپواس رکي ٽپسيا ڪئي آهي ۽ اڄ توهان وٽ
... ڪري اُهو ورت سماپت ڪندس.
...رامچندر مها تيجسوي درواسا کي ڀوڄن ڪري ترپت ڪيو
...درواسا بہ کيس آسيس ڪندو هليو ويو. پوءِ شري رام چنتا ۾
...گن چپ چاپ ويٺو رهيو. اهو ڏسي لکشمڻ کيس چوڻ لڳو:-
...هاراج! توهان مونلاءِ ڪو ڏک نہ ڪريو ۽ منهنجو گهات ڪري پنهنجي
...پرتگيا پوري ڪريو.

اهو ٻڌي رامچندر هڪ وڏي مونجهاري ۾ پئجي ويو ۽ ڪجهه
سمجهه ۾ نٿي آيس تہ هو ڇا ڪري! جنهن پراڻ پياري ڀاءُ پنهنجي
استري ۽ آرام جو تياڳ ڪري بہ ساٿس بنواس جا ڪشٽ ڀوڳيا هئا
تنهنکي ري گناهه سزا ڪيئن ڏي! هن پنهنجن منترين ۽ گرن کي
سموري حقيقت ٻڌائي صلاح پڇي. انوقت ٻيا سڀيئي تہ ماٺ ۾
اهي ويا پر گورو وشسٽ چيو:- مهاراج! راجا کي ڪڏهن بہ پنهنجي
...ـگيا ڀڃڻ ڪين گهرجي. اِلاءِ توهان ڌرم جي رکيا لاءِ
لکشمڻ جو تياڳ ڪريو ڇو تہ چڱي ماڻهوءَ جو تياڳ ڪرڻ يا وڌ
ڪرڻ هڪ برابر آهي.

تڏهن رامچندر اکين ۾ پاڻي آڻي لکشمڻ کي چيو:- پيارا
سلکشڻ! مان ڌرم جي رکيا لاءِ تنهنجو تياڳ ٿو ڪريان.

اهو ٻڌي لکشمڻ جي اکين مان بہ آنسو وهڻ لڳا ۽ هو رامچند...
کي پرڻام ڪري سڌو سرجو نديءَ جي ڪناري تي ويو. هن ندي...
جي ڪناري تي ويهي پنهنجا پراڻ برهم رنڌر ۾ چاڙهيا ۽ سهه...
...ير سميت پرم ڌام پڌاريو. هو وشنو ڀڳوان جو چوٿون ...
لکشمڻ جي پرم ڌام پڌارڻ جو ٻڌي رامچند...
...ديءَ تي پرت کي و...

جو ويس ڌاري شري رام وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو:- هي! مهاراج! مونکي توهان سان ڪا ڳجهه ڳالهه ڪرڻي آهي، پر مان اُها ڳالهه تڏهن ٻڌائيندس، جڏهن توهان اِها پرتگيا ڪندا ته جي ڪو ٽيون ماڻهو اسانجي وچ ۾ اچي ويو ته توهان اُنجو وڌ ڪندا.

رامچندر اُن منيءَ جي اِها ڳالهه سويڪار ڪئي ۽ لڪشمڻ کي گهرائي سموري ڳالهه ٻڌائي ۽ هنکي ٻاهر دروازي تي پهرو ڏيڻ جي آگيا ڪيائين. ڪنهنڪانپوءِ ايڪانت ۾ ڪال ديوتا شري رام کي چوڻ لڳو:- هي پربو! توهان ته ساکيات وشنو ڀڳوان آهيو ۽ پرٿويءَ جو ٻار لاهڻ لاءِ ۽ ڌرم جي رکيا لاءِ اوتار ڌارڻ ڪيو اٿو. هاڻي توهانجو اُهو ڪارج پورو ٿي چڪو آهي سو جي توهانجي مرضي هجي ته پنهنجي پرم ڌام پڌاريو.

اهو ٻڌي رامچندر چيو:- مان جتان آيو هوس، جلد اُتي واپس ويندس.

جڏهن هي ٻئي ڳالهيون ڪري رهيا هوا ته دروازي تي رشي درواسا اچي سهڙيو. ۽ لڪشمڻ کي چيائين ته هو ڪيس جلد رامچندر سان ملائي. لڪشمڻ ڏاڍيءَ نمرتا سان هٿ جوڙي درواسا کي چيو:- ڀڳوان! هن وقت مهاراج رامچندر هڪ ضروري ڪم ۾ رڌل آهن. توهان ٿورو ترسو يا ته توهانجي جيڪا آگيا هجي سا مونکي ٻڌايو ته مان پوري ڪريان.

درواسا اُنوقت ٻڪ جي ڪري ڏاڍي ڪروڌ ۾ هو سو چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! جي تون يڪدم وڃي رامچندر کي منهنجي اچڻ جي سڌ نه ڏيندين ته مان سراپ ڏيئي سمورو رگهوونس ۽ ايوڌيا واسين کي ڀسم ڪري ڇڏيندس.

لڪشمڻ سمجهيو ٿي ته جي هو اُنوقت رامچندر وٽ ويندو ته ضرور ناس ٿيندو، پر سڀني ونس ۽ ايوڌيا واسين جي رکيا لاءِ هن جو ناس ٿيڻ چڱو سمجهيو. اِهو سوچي هن اندر وڃي شري رام درواسا رشيءَ جي اچڻ جي سڌ ڏني. رامچندر ٻاهر اچي درواسا

देशे देशे कलत्राणि देशे च बान्धवाः। त तु देश न पश्यामि यत्र भ्राता सहोदरः॥
यथैव मां वनं यान्तमनुयाति महाद्युतिः। अहमप्यनुयास्यामि तथैवेनं यमक्षयम्॥

"ديشان ديش وواهه ٿوڪجي، استريون يا متر ملي سگهن ٿا؛ پر مونکي اهڙو ڪو به ديش ڏسڻ ۾ نٿو اچي جتي ڀاءُ ملي سگهي. مها تيجسوي لڪشمڻ ان ۾ ايندي وقت جيئن منهنجي پٺيان آيو هو، تيئن مان به هن جي پٺيان يم لوڪ ويندس."

رامچندر جي ڀائرن جو ڀي هن لاءِ ساڳيو ئي پريم هو. لڪشمڻ پنهنجي استريءَ ۽ ماتا کي ڇڏي به رامچندر سان گڏ بن ڀوڳي ٿو. محلاتن جي سکن کي لت هڻي ڀاءُ لاءِ بن جا ڪشٽ مٺا ڪري ٿو سمجهي. شتروگهن هڪ سوتنتر راجا ٿي رهڻ کان ايوڌيا ۾ ڀاءُ جو شيوڪ ٿي رهڻ وڌيڪ پسند ٿو ڪري. ڀرت جي سڀاءَ ۽ پريم کي ياد ڪري ته هرديه گد گد ٿيو وڃي. ماڻس ڪيڪئيءَ کيس ايوڌيا جو راڄ وٺي ڏنو ۽ ڀيندس ڀاءُ کي بن موڪليو. هن راڄ قبول نه ڪيو ۽ ڪيڪئيءَ کي ڏاڍو ڌڪاريو. اهڙي ڪيڪئيءَ جي هتيا الهيءَ ڪري نه ڪئي جو کيس ڀپ هئو ته رامچندر کيس ماتر گهاتي سمجهي ڌڪاريندو. ڀرت بن ۾ وڃي رامچندر کي واپس آڻڻ جي هرممڪن ڪوشش ڪئي. پر جڏهن هو واپس نٿو موٽي تڏهن پاڻ به سڀ راجائي ڀوڳ ڇڏي ٿو ڏي. جيترا سال رامچندر بن ۾ رهيو، تيترا سال ڀرت ڀي ايوڌيا جي ويجهو بن ۾ جهوپڙي ٺاهي، جٽاڌاري ٿي زمين تي سمهي، ڦل ڦول کائي ۽ گيڙو ڪپڙا پائي رهيو ۽ رام جو سيوڪ ٿي راڄ جي رکيا ڪندو رهيو. اهو ڀرت ئي هو جنهن دنيا ۾ سنياس ۽ ڪرم جو اڌڀت ميل ڪري ڏيکاريو ته هندو آدرش موجب تپسوي ۽ راجا هڪ ئي وقت ڪيئن ٿي رهجي. هڪ ڀاءُ بن ۾ رهي دک ڀوڳي ۽ ٻيو ڀاءُ سک ڪيئن ڀوڳي؟

سڀيٽي جي اهي آدرش پڙهي دل سان هنڊايون ته جيڪر گهر ۾ پريم جي گنگا وهي، ڪورٽن مان ڪيترائي ڪيس اکري وڃن، ڀاءُ ڀاءُ جو دک ونڊي ۽ جتي ڪٿي سک سمپدا ڏسڻ ۾ اچي.

سنيهه پرتگيا- مها راجا دشرٿ کي سڌ هئي ته رام جي جدائيءَ ۾ مان مري ويندس، پر ته به ڪيڪئيءَ سان ڪيل قول ڪوڙو نه ٿئي، الٽو رام کي بنواس ڏياريائين ۽ پراڻ تياڳيائين. پرتگيا پالڻ لاءِ رامچندر پراڻن کان پياري ڀاءُ لڪشمڻ جو به تياڳ ڪيو. ٻوءِ چاهي پاڻ به لڪشمڻ کانسواءِ جيئرو رهي نه سگهيو." "رگهو ڪل ريت سدا چلي آئي، پراڻ جائي پر وچن نه جائي."
اڄ ڪلهه اسانجي اينتري ته اڌوگتي ٿيل آهي جو واپاري ٿوري اگهن جي گهٽا وڌي لاءِ ڪيل سودا الٽي ٿا وڃن. وڏا وڏا راجنيتيءَ جا مدبر سوارٿ لاءِ

پر-پرش جي پاڪر ۽ اهي پهرين لي لاءِ ليون ڪن! هندو جاليءَ جي ڪيتري
۽ اڏوگتي لي چڪي آهي!!

**استرين جي سورهيائيءَ** جا ۽ ڏاڍا سندر پرماڻ راماڻ ۾ ڏنل آهن. ڪوشليا پنهنجي پٽ جي راڄگديءَ لي وڏيون خوشيون مناڻي رهي آهي. اوچتو رامچندر اچي ٿو چوي: "پتا مونکي راڄگديءَ بدران ۱۴ ورهيه بنواس ڏنو آهي سو مون سان موڪل ڏيو." ڪوشليا لاءِ اها ڌرم ۽ پتر-پريم جي وچ جنگ هئي. پر هوءَ اُن ۾ سوڀاري ٿي ۽ رامچندر کي ڌرم تي قائم رهڻ لاءِ چيائين. ڪيڪئيءَ جڏهن جي ميدان ۾ دشرٿ جي جان بچائي هئي. سيتا نه اهو سڀ ڪري ڏيکاريو ته دنيا جي وڏي ۾ وڏي هستي سان هڪ ستيءَ اڳيان ڪي ڪجهه. هو پيالڪ راڪشس جي بند ۾ هئي، تڏهن به جنهن راوڻ کان سڄو سنسار ڪنبي رهيو هو تنهن راوڻ کي هن اهڙا جنهن لرزيتا سان ڦٽ لعنت وڌي، سو ڏيکاري ٿو ته استري اهڙا هوندي ۽ جي پنهنجي سَت تي قائم آهي ته دنيا جي ڪابه هستي هن کي آڻ مڃائي نٿي سگهي. وري جڏهن ڪوڙي ڪلنڪ ڪري کيس گهر مان ڪڍيو ويو، اوچتو هن سورهيءَ گرڀ سان هوندي به همت نه هاري. استري اڪيلي هوندي به پتيءَ ۽ پرجا جي ڀلائي لاءِ ئي ڪري، اُنو اهڙي ڪلياڻ لاءِ چاهنا ئي ڪري ۽ ٻن پٽن کي پراڪرمي ودوان ئي ڪئي. اهو آهي هڪ سچي آريه ناريءَ جو چرتر ته سداءِ ڌرم تي قائم رهي، پر-پرش جي سپرش کان پرهيز ڪري، سهل ۽ سڀ ۾ رهي دشمن جي مقابلي جي همت رکي، پتيءَ ۽ ڪٽنب جي سيوا ۾ لڳي رهي ۽ سداءِ سنتوک ۾ رهي ڪميا ڌارڻ ڪري.

**پراتري پريم**- رام، لڪشمڻ، ڀرت، شتروگهن جو پاڻ ۾ اهڙو ته پيار هو جو جڻڪ چئن شرِيرن ۾ هڪ ئي آتما وسي رهي هئي. رامچندر جو جڏهن راڄ تلڪ ٿي رهيو هو تڏهن هن لڪشمڻ کي چيو ته "مونسان گڏ هن پرٿويءَ جو راڄ ڪر. منهنجو راڄ ۽ جيوت سڀ تولاءِ آهي. مونکي ارمان رڳو اهو آهي ته پيارا ڀاءُ ڀرت ۽ شتروگهن هتي ڪونه آهن. اسان چارئي ڀاءُ نه هڪ ٿي آهيون ۽ الين ليڪ نه آهي ته ٻن کي ڇڏي رڳو منهنجو راڄ تلڪ ٿئي."
وري جڏهن راڄ جي بدلي کيس بنواس مليو ۽ ڀرت کي راڄ گدي ملي تڏهن چيائين. "اڪن وڏيڪ خوشيءَ جي ڳالهه مون لاءِ ڪهڙي ٿيندي جو پراڻ پياري ڀرت کي راڄگدي ملي. مان پنهنجي ڀاءُ ڀرت لاءِ نه سيتا کي، راڄ کي، ڌن دولت کي ۽ پنهنجن پراڻن کي به وڏيءَ خوشيءَ سان تياڳ ڪري سگهان ٿو." جڏهن راوڻ جي شڪتي لڳڻ ڪري لڪشمڻ مورڇت ٿو ٿيو، تڏهن رامچندر ڪهڙا سندر وچن اچيا:-

تي سچو رام ٿيو ۽ چمڪيو. شري رام جون شڪتيون جيترو پرڪاش جي ڪرڻن ۾ ظاهر ٿيون سي هواند اوديا جي سنڌر سڪين ورلن ۾ پرگهٽ ڪين ٿين ها.

رامچندر جي ڌرم يعني ادويت گڻن ڪري ٿي وانرن جي دلين ۾ ايڏي نہ شرڌا ۽ پريم پيدا ٿيو جو هن لاءِ پراڻ نڇاور ڪرڻ لاءِ بہ تيار ٿيا. الهيءَ ڪري ٿي راڪشسن جي بہ ڀاڱ ۾ ڦوٽ پئجي جو سمجهڻ لڳا تہ سنڌن اڌرم روپي لنڪا ٿي ڪين ٽڪيندو. رامچندر کي ڌرماتما ڄاڻي ٿي ويڀشڻ رامچندر وٽ آيو ۽ کيس مدد ڪيائين. رامائڻ جي اهائي سکيا آهي تہ منش سڀ ڪجهہ تياڳ ڪري بہ چڱا لڇڻ، شيل چار، نمرتا ۽ ٻيا گڻ ڪين ڇڏي. اهي گڻ ئي ڌرم آهن ۽ ڌرم جي سدا جئہ ٿيندي آهي.

**ناري ڌرم:**- سيتا هڪ سچيءَ آريہ ناريءَ جو آدرش آهي. هوءَ پنهنجي پتيءَ جي دک ۾ دکي ۽ سک ۾ سکي آهي. سچي پتي ارڌانگني اڌ سرير آهي. بن جي ڏک ڏاکڙن کي بہ هن سک جي سيج ڪري سمجهيو ۽ سداءِ پتيءَ جي سيوا ۾ لڳي رهي. آپدا جي وهل بہ ڌرم نہ ڇڏيائين ۽ ترلوڪيءَ جي ڌن دولت جي لالچ ۾ بہ هوءَ ڪين آئي. هن چيو- "راوڻ کي تہ مان ڪبي پير جي آڱوٺي سان بہ ڪين ڇهنديس. منهنجو پتي ڀاهي اولو لنگڙو ڪنگال هجي تہ بہ منهنجي لاءِ هو ديوتا آهي." اهڙيءَ ستيءَ اڳيان پنهنجو پاڻ شرڌا سان متو جهڪي ٿو پوي. هن وقت جو سنڌو ديش ڇڏڻ ڪري هندو نارين مٿان آپدا جي گهڙي آئي آهي، انوقت سيتا جو مثال شل انهڪي ٻل ۽ همت ڏي.

سيتا جي سڄي عمر ڏکن ۾ گذري، پر انهڪي پنهنجي پراٻڌ جو ڀوڳ سمجهي متو ڪري سنائين ۽ سداءِ سنتوک ۽ ڪميا ۾ رهي. رامچندر جي سوٽ تيڻ ڪالپوءَ، هنومان سندس پهريدار راڪشياڻين کي قتل ڪرڻ جي آگيا گهري، پر هن انهڪي ڪميا ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ستائيندڙن جي رکيا ڪيائين.

پر- پرش کان پرهيز ڪرڻ آريہ ناريءَ جو ڌرم آهي. سيتا ٻيالڪ راڪشسن جي وچ رهيل هئي، راڪشياڻيون هنکي ڌمڪائي رهيون هيون ۽ هوءَ پتيءَ سان ملڻ لاءِ وياڪل هئي. انوقت هنومان کيس چيو تہ "منهنجي پٺ تي چڙهي هل تہ اج ئي مان توکي رامچندر وٽ پهچايان." پر سيتا اها قبول ڪين ڪئي. اهوئي آدرش هڪ آريہ ناريءَ لاءِ رکيائين تہ آپد ۾ استري ڌارڻي پرش جو سپرش نہ ڪري. ڪيڏانهن تہ اهي اوچ آد ڪيڏانهن اڄ ڪلهہ جون ڪي استريون جي انگريزي اثر جي اند ۾ =

پنهنجي لن پوري ۽ شان ۽ سامراجيه وڌائڻ لاءِ. هلندڙ زماني جا پونڪ وادي ۽ راوڻ والگر مها ودوان، ڏنو ودياءَ ۾ مها ٻلوان، جوتش ۽ رسائن آدي وديائن ۾ قابل هوندي به، ڌرماتما ناهن. هو به پنهنجي عيش آرام، شان ۽ مالڪي وڌائڻ ۾ محو آهن. ڏسو نه ڪوريا، ملايا، هند چائنا آدي ديسن ۾ ٻاٽيءَ لڙندي، انهن ديسواسي ٻارن، ٻڍن، استرين ۽ پرشن کي ڪيڏو نه دکي ۽ تباهه ڪيو اٿائون! اسانجا ڪي پاپيل ليتا، انهن پونڪ وادي ديسن جي ٻاهرين چلڪي تي پيلجي انهن کي پنهنجو آدرش مڃين ٿا ۽ انهنجو نقل ڪرڻ کي ئي پنهنجي ديس شيوا ٿا سمجهن. اهڙن پاپيل پائرن ڪي رامائڻ جو روشن مينار ئي آريه آدرش جي سچي راهه ڏيکاريندو جنهن مان ئي دنيا جو ڪلياڻ ٿيندو.

اسانجو آدرش شري رام به سڀني شاسترن ۽ وديائن جو ڄاڻو ۽ استرن شسترن ۾ مها پراڪرمي آهي. پر هن اها شڪتي ڪڏهن به پنهنجي سوارٿ لاءِ ڪم نه آندي، پر سداچاري رشين منين جي رکيا لاءِ سدائين تيار رهيو. والين ۽ راڪشسن جا راڄ جيتي به انهن کي پنهنجي هٿ هيٺ نه رکيائين. پنهنجي لن جي ڪشٽن ڪري ڪڏهن به ڏکي نه ٿيو. جا ڪيڪئي ۽ منٿرا سندس هيڏي ڏکه ۽ راڄ تياڳ جو سبب هيون انهن لاءِ به ڪڏهن من ۾ دوش يا ڪروڌ نه آيس. راوڻ پنهنجي پوڄه ولاس لاءِ ايڪ ديش ديشانترن جون استريون آڻي ڪنيون ڪيون، پر رام هڪ استريءَ سان سنجم ۾ رهيو ۽ پرجا کي پرسن ڪرڻ لاءِ ان ستيءَ جو به تياڳ ڪري ڇڏيائين! الريت وشئي لمپٽ، جڳ جيتيندر ۽ آزاريندر راوڻ کي ڌڪار جوڳ راڪشس چئي ۽ سنجمي پرمارٿي ۽ جڳ جي سيوڪ پرمارٿي رام کي پوڄنيه ديوتا بڻائي رامائڻ جو جيڪو اوچ آدرش رکيو آهي تنهن هن آريه جاتيءَ کي امر جاتي بڻايو آهي.

ائين ناهي ته راڪشسي ۽ آريه آدرشن يعني سيناتن جي لڙائي ڪا ختم ٿي چڪي آهي ۽ هن وقت اسانکي ان سکيا جي ڪا ضرورت ناهي. نه، نه! اها لڙائي ملڪن ۾، جاتين ۾ ۽ عام ماڻهن ۾ اڄ به هلي رهي آهي ۽ رامائڻي سکيا جي اڄ وڌيڪ ضرورت آهي. طاقت وارا ملڪ وڏي پئماني تي ڪمزور ملڪن کي لٽڻ ۽ ناهود ڪرڻ ۾ پنهنجي وڏائي سمجهي رهيا آهن ۽ سوارٿ ۽ پرمارٿ جي جنگ نه گهر گهر ۾ هلي رهي آهي. روز پيا ڏسون ته هڪڙا مسڪين داڻي داڻي لاءِ محتاج آهن ته پيا تن پرست پنهنجي موج شوق لاءِ ٻاٽيءَ والگر ناڻو وهائي رهيا آهن. هڪڙن کي انگ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو ڪونهي، پيا ريشمي ۽ ڪيمخاب خريد ڪري رهيا آهن. روز رستن تي پيا ڏسون ته ننڍڙا انهم ٻار روٽي ٽڪر لاءِ ٻاڪاري رهيا آهن ۽ پيا ڪلبن ۾ محفلون اڏائي رهيا آهن. اهڙو ڪو ڪلفت جو واءُ لڳو آهي جو سڀڪو پنهنجي سوارٿ ۾ محو آهي ۽ ٻين جي ڏکن ڏانهن نهاري به نٿو. اهڙي وقت ۾ رامائڻي سکيا جي خاص ضرورت آهي ۽ گهر گهر ۾ جيترو ان پرمارٿ جي سکيا جو پرچار ٿيندو، اوترو ئي هن ديش ۽ جڳت جو ڪلياڻ ٿيندو. اها هڪ وڏي ديش شيوا آهي ته ماڻهو هڪ ٻئي جي دکه کي پنهنجو سمجهي، ان دکه گهٽائڻ جو اپاءُ ڪن.

سنڌبس واقع ۾ چرالمرقع وڌو ته هو اهالڪ جيئرو ٿي پيو. ان ڏينهن ڪالهوءِ تلسيداس جهوپڙيءَ جي ٻاهران وهڻ تي ڇڏي ڏنو.

گسائينءَ جي هاڪ ٻڌي دهليءَ جي بادشاه آدمي موڪلي کيس دهليءَ گهرايو. تلسيداس جڏهن مغل دربار ۾ آيو ته بادشاه چيس ته، مون ٻڌو آهي ته توهان گهڻيئي عجيب وارتائون پڻ ٻڌايون آهن، الله موڪلي ته ڪو چمتڪار ڏيکار! گسائينءَ چيو مونکي ڪو چمتڪار ڪرڻ نه ايندو آهي. تڏهن بادشاه ڪاوڙجي کيس قيد ۾ وڌو. انهي جيل ۾ پوڻ تي لکين ٻاندرن اچي بادشاه جي محل کي گهيرو ڪيو ۽ ان ۾ گهڙي ڏاڍو اُتپات مچائڻ لڳا جو خود بادشاه به زخمي پيو. پوءِ ته بادشاهه گسائينءَ کي جيل مان ڪڍي، ڏاڍي نيزاري ڪري پنهنجي ڀل بخشائي ۽ ڏاڍي عزت سان کيس موڪل ڏنائين.

سنبت ١٦٦٩ ۾ ٽوڏرمل جو ديهانت ٿيو ۽ انهي جي پٽن ۾ ملڪيت تان اچي جهيڙو متو. تلسيداس ٻنهي ۾ ملڪيت جي ورهاست ڪري ڏني ۽ ٻنهي کي ناهي ڇڏيو. بيربل جي سياڻپ ۽ حاضر جوابيءَ جي ڳالهه ٻڌي تلسيداس چوندو هو ته افسوس جو اهڙي ٻڌيءَ هوندي به بيربل ڀڳوان جو ڀڄن نٿو ڪري. سنبت ١٦٧٠ ۾ جهانگير گسائينءَ وٽ آيو ۽ کيس گهڻي ئي زمين ۽ ڌن ڏيڻ چاهيائين جي تلسيداس نه ورتا.

هڪ ڏينهن ايوڌيا جو هڪ ٻنگي آيو، جنهنکي ڀڳوان جو سروپ سمجهي گسائينءَ هردي سان لڳايو. گرنار جا ڪي سڌ جوڳي آڪاش مارگ مان تلسيداس وٽ آيا ۽ اچي چيائون ته اسان جيڪا سڌي ڪيترن ورهين جي جوڳ ساڌنا سان پراپت ڪئي آهي، توهان کان ته وڌيڪ پهچ توهنجي آهي، سا ڪيئن ٿي آهي؟ تلسيداس ورائيو:- ”مونکي نه ڀڳتيءَ جو ٻل آهي ۽ نه گيان جو. مونکي ته هڪ نام جوئي آڌار آهي.“ اهو جواب ٻڌي اهي جوڳي سڌ پرسن ٿي گرنار موٽي ويا.

تلسيداس رامائڻ ڪالسواءِ ٻيا به ايڪ گرنٿ ناهيا جن ۾ ڀڳوان جي ڀڳتي ڀريل آهي. جيڪي به جيو هنجي لاڳاپي ۾ آيا تنجو اُڌار ٿيو. نيت ١٦٨٠ جي ساوڻ وڏيءَ ٽيج ڇنڇر ڏينهن ڪاشيءَ ۾ گنگا جي اسي گهاٽ تي تلسيداس ”رام- رام“ چوندي پراڻ تياڳيا. چيل آهي ته هنومان جي چوڻ تي مهرشي والميڪ ڪلجگ ۾ ڀڳوان رام جي ٻولر چرتر جو پرچار ڪرڻ لاءِ تلسيداس جي روپ ۾ جنم ورتو هو. رامائڻ جي روپ ۾ تلسيداس امر آهي ۽ الت سميا ئائين لوڪن جو ڪلياڻ ڪندو رهندو.

دیا ڌرم ڪا مول هئہ، نرڪ مول ابھمان،
تلسي ديا نه ڇوڙئي، جب لگ گهٽ ۾ پراڻ.
جهان ديا تهان ڌرم هئہ، جهان لوڀ تهان پاپ،
جهان ڪروڌ تهان ڪال هئہ، جهان ڪميا تهان آپ.

نہ تاھيل ڪوتا ئي وسريو وجيس ۽ ڪجھ لکي نہ سگھي. ڪجھ سمجھ ۾ نہ آيس. ليڪ انهن ڏينهن ڀڳوان شنڪر اچي سامهون پرگهٽ ٿيس ۽ چيائينس: پنهنجي مادري ڀاشا ۾ رام چريتر لکہ، تہ جيئن عام ماڻهو سمجهي سگهن ۽ انهن جو ڪلياڻ ٿئي. منهنجي آشيرواد سان تنهنجي ڪوتا سام ويد سمان پوتر ۽ سڦل ٿيندي.

ڀڳوان جي آگيا موجب تلسيداس پنهنجي ڳوٺاڻي ڀاشا ۾ راماڻ جي رچنا ڪرڻ لڳو. هو ڪڏهن هڪ وقت کير پي گذاريندو هو ۽ ڏاڍي سادگي سان رهي بن ورهين ۽ ستن مهينن ۾ هن رام چريتر مانس (جيڪو راماڻ جي نالي مشهور آهي) ناهي پورو ڪيو. انوقت هنومان پرگهٽ ٿي مدد ڪان آخر تائين اهو راماڻ ٻڌو ۽ سندس ساراهہ ڪري آشيرواد ڏنائينس. پوءِ تہ اُن راماڻ جو پرچار ويو وڌندو. ٿنهنکانپوءِ تلسيداس ايوڌيا ڇڏي ڪاشيءَ ۾ اچي رهڻ لڳو. جتي بہ سندس راماڻ جي امرت ڀري باڻي ٻڌي لوڪ پريم ۽ ڀڳتيءَ ۾ پرجهي جهہ جهنڪار ڪرڻ لڳا.

تلسيداس جي وڌندڙ مشهوري ڏسي، ڪاشيءَ جي پنڊتن کي اچي ڇورا ڪورا لڳي تہ اِن سندن مان ۽ مهاتم گهٽجي رهيو آهي. انلاءِ هو تلسيداس جي نندا ڪرڻ لڳا ۽ اُن پستڪ کي ناس ڪرڻ لاءِ پهہ پچائڻ لڳا. پستڪ چورائڻ لاءِ انهن هڪ رات جو چورن کي موڪليو. انهن چورن ڏٺو تہ تلسيداس جي جهوپڙيءَ ٻاهران هڪ سانورو ۽ ٻيو گورو وير پرش ڌنش هٿ کڻي پهرو ڏيئي رهيا آهن. اُن چوڙي کي ڏسي انهن چورن جي ٻڌي شڌ ٿي وئي ۽ صبوح ٿيندي انهن تلسيداس وٽ اچي سچي حقيقت ٻڌائي ۽ پڇيو تہ توهانجا اهي پهريدار ڪير آهن؟ اِهو ٻڌي تلسيداس جي اکين مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي ۽ هو انهن چورن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو تہ توهان ڌنيہ آهيو جو ڪرپا ساگر ڀڳوان جو درشن ٿيو اٿو.

انهن چورن کوٽا ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنا ۽ ڀڳوان جي ڀڳتي ڪرڻ لڳا. تلسيداس جو ڏنو تہ منهنجي ڪري پرڀوءَ کي ايڏو ڪشٽ سهڻو پيو سو جهوپڙيءَ ۾ رکيل سڀ سامان غريبن ۾ ورهائي ڇڏيائين ۽ اصل لکيل راماڻ پنهنجي متر راجا ٽوڊرمل وٽ سانڍي رکيائين. اِگسائينءَ: راماڻ جو هڪ ٻيو نقل ڪيو ۽ جنهنتان گهڻيئي ڪاپيون هٿ سان لکي تيار ڪيون ويون ۽ انهنجو ڏاڍو پرچار ٿيو. اِهو ڏسي پنڊتن جو دک وڌڻ لڳو ۽ انهن هڪ مشهور تانترڪ ٻٽيشور مشر کي تلسيداس جي مارڻ لاءِ تيار ڪيو. اُن تانترڪ پنهنجي منتر تنتر جي سڌيءَ سان هڪ ڀينڪر پڙو پيدا ڪري تلسيداس جي مارڻ لاءِ موڪليو. پر جڏهن پڙو تلسيداس وٽ آيو تہ ڏٺائين تہ بجرنگ بلي هنومان

...س ڪاڻ مدو ڪامنا پوري ڪندو. تڏهن تلسيداس چيس "مونکي شري ...جو درشن ڪراءِ." پريت جواب ڏنس "تنهنجي ڪٿا ٻڌڻ لاءِ هر روز ...ي هنومان هڪ ڪوڙهيءَ جو روپ ڌاري ايندو آهي. هو سڀ کان پهريائين ...يندو آهي ۽ سڀ کان پوءِ ويندو آهي. تون انهيءَ شرط ويهه ته هو توکي شري رام جو درشن ڪرائيندو."

پريت جي چوڻ موجب تلسيداس ائين ڪيو. هنومان هنکي سچو ڀڳت جاڻي چيو ته "توکي چترڪوٽ ۾ ڀڳوان جو درشن ٿيندو." اهو ٻڌي تلسيداس اماڪ چترڪوٽ لاءِ روانو ٿيو. اتي پهچي هو ڏاڍيءَ سڪ سان ڀڳوان جي درشن جو انتظار ڪرڻ لڳو ۽ انهيءَ ياد ۾ لڙڪ ڳاڙڻ لڳو. هڪ ڏينهن ڏٺائين ته ٻه سندر راجڪمار گهوڙن تي چڙهي شڪار لاءِ وڃي رهيا آهن. انهن جي روپ ماڌري ڏسي، تلسيداس ٻڏي ۽ اچرج ۾ ٻڏجي ويو، پر ڪين سڃاڻي نه سگهيو. پوءِ جڏهن هنومان اچي ٻڌايس ته اهي شري رام ۽ لڪشمڻ هوا، تڏهن تلسيداس وياڪل ٿي پڇتائڻ لڳو. هنومان ڌيرج ڏيندي چيس ته صبوح جو پيهر درشن ٿيندءِ.

ٻئي ڏينهن سنبت ١٦٠٧ جي مونی اماس هئي ڏينهن، پرڀوءَ جي درشن جو پياسو تلسيداس منداڪنيءَ جي ڪناري چندن ٿي گهٽي رهيو هو ته شري رام جي اچڻ جي وات نهاري رهيو هو. اوچتو ڀڳوان رامچندر پرگهٽ ٿي هنکان اچي چندن گهريو. تلسيداس شري رام جي من موهيندڙ ڇبي ڏسي، ديهه جي سڌ ٻڌ ڀلائي ويٺو ۽ هنجي اکين مان پريم جل جي ڌارا وهڻ لڳي. تڏهن ڀڳوان چيس "بابا! مان توکي تلڪ ڏيان؟" پر تلسيداس کي اهڙو لوڙ لڳي ويو هو جو ڪو جواب ڏيئي نه سگهيو. اوچتو شري رام چندن کڻي پنهنجي ۽ تلسيداس جي نلاٽ تي تلڪ لڳايو. اهو ڏسي هنومان سوچيو ته متان هن دفعي به تلسيداس ڀڳوان کي سڃاڻي نه سگهي، تڏهن هڪ طوطي جو روپ ڌاري پرسان وڻ تي ويهي چوڻ لڳو:-

چترڪوٽ ڪي گهاٽ پر، ڀئي سنتن ڪي ڀير،
تلسيداس چندن گسي، تلڪ ديت رگهوبير.

اهو ٻڌي تلسيداس جا ڪان کلي ويا ۽ هو ڀڳوان جو ساکيات درشن ڪري گد گد ٿيو. جڏهن ڀڳوان انترڌان ٿي ويو، تڏهن تلسيداس وري ٻئي ڀيرا جي درشن لاءِ تڙپڻ لڳو. اوچتو هنومان اچي کيس ڌيرج ڏنو ۽ چيو ته ايوڌيا ۾ وڃي شري رامائڻ جي رچنا ڪر.

... ايوڌيا آيو ته سنبت شعري اچي کلي ۽ هو سنسڪرت ... پر عجب اهو ته جيڪا ڪوتا آهي، جنهن وقت لکڻ ته

۾ سنان ڪرڻ آيو. نوجوان ۽ ودوان تلسيداس کي ڪٿا ڪندو ڏسي، اُن برهمڻ کيس پنهنجي ڪنيا ڏيڻ جو نشچو ڪيو. پهرئين ته تلسيداس آنا ڪانا ڪئي، پر جڏهن ڏٺن پنڊت وٽس بک ۾ ڌرڻو ماري ويٺو، تڏهن ليڪ قبول ڪيائين. سنبت ١٥٨٣ ۾ جيٺ سُدي ١٣ سندس وواهه ٿيو ۽ هو ڪنوار وٺي گهر آيو. تلسيداس جي استري رتناولي ڏاڍي سندر هئي، جنهن تي هو موهت ٿي پيو ۽ کيس پلڪ به پري ڪونه ڪندو هو. اِنريت ڇهه سال گذري ويا، پر تلسيداس جي پريت نه گهٽي. اِن عرصي ۾ سندس استري پنهنجن مائٽن سان ملڻ لاءِ گهڻيئي دفعا پيڪي وڃڻ چاهيو، پر تلسيداس موڪل نه ڏنس. هڪ دفعي رتناوليءَ جو ڀاءُ کيس ڪوٺڻ لاءِ آيو، ته به تلسيداس موڪل نه ڏنس، پر جڏهن تلسيداس ڪنهن ڪم سان ڪيڏانهن هليو ويو ته رتناولي پرپٺ ڀاءُ سان پيڪي هلي وئي.

جڏهن تلسيداس ٻاهران موٽي گهر آيو ۽ پنهنجي پراڻ پياريءَ کي نه ڏٺائين ته پٺيان پيرن ساهري روانو ٿيو. رات جي وقت ۾ هن ندي پار ڪئي ۽ اڌ رات جو اچي ساهري پهتو. تلسيداس جي دروازي کڙڪائڻ تي، سندس آواز سڃاڻي، رتناوليءَ در کوليو ۽ کيس ڏوراپو ڏيئي چوڻ لڳي: هاءِ! توهان پريم ۾ اهڙو انڌو ٿي ويو آهيو جو لوڪي اولاهي رات جي به سُڌ نه ٿي پوي! منهنجي هن هڏن ۽ ماس جي سرير ۾ جيترو موهه اٿيئي، اُنجي اڌ جيترو به جيڪي رام سان هجيئي ته اوس هن ڀيانڪر سنسار مان مڪت ٿي وڃين.*

رتناولي ڪا رواجي استري نه هئي. هوءَ سچي هردي سان پتيءَ جو اُڌار چاهيندڙ ستي هئي. هنجا وچن تلسيداس کي چڀي ويا ۽ هنکي سچو ويراڳ اچي لڳو. انوقت ئي هو پرياڳ روانو ٿيو، جتي گرهستيءَ جا ليڙ ڦاڙي سادو ويس ڌارڻ ڪيائين. هوڏانهن رتناوليءَ جو پتيءَ جي وڇوڙي ۾ ديهانت ٿيو. تلسيداس ايوڌيا، ڪاشي، جڳناٿ، راميشور، دوارڪا، بدري نارائڻ، ڪيلاس، مانسرووَر آدي تيرٿن جون ياترائون ١٥ سال ڪندو رهيو ۽ ليڪ ڪاشيءَ ۾ موٽي آيو. انهن ياترائن ۾ هنکي گهڻن ئي مهاتمائن جو درشن ٿيو. ڪاشيءَ ۾ اچي گسائين رامائڻ جي ڪٿا ڪرڻ لڳو ۽ هنجو شري رامچندر ۾ پريم وڌندو ويو ۽ ڀڳوان جي ساکيات درشن ڪرڻ جي اچي سڪ لڳس. هو هر روز هڪ ٻول جي وڻ تي پاڻي چاڙهيندو هو. اُن وڻ ۾ هڪ پريت رهندو هو، جو اُهو جل پي خوش ٿيندو هو. هڪ ڏينهن اُن پريت پرسن ٿي، تلسيداس کي چيو ته هو

---

* हाड़ मांस की देह मम, तापर जितनी प्रीति।
तासु आधी जो राम प्रीति, अवसि मिटिहि भवभीति॥

جي جڻ ته گنگا وهي رهي آهي. سچو رامائڻ ڀڳوان جي ڏيان، پرارٿنائن ۽ امولڪ ايڊيشن سان ڇپيو پيو آهي. پنهنجي جيوت سڦلي ڪرڻ لاءِ انهن ڳالهين جي وڌيڪ ضرورت سمجهي، هيءُ رامائڻ ۾ گهڻي ڀاڱي تلسيداس جي رامائڻ جي آڌار تي لکيو ويو آهي ۽ انکري هيجو نالو "شري تلسي رامائڻ" رکيو ائم. ۾ رام ڪٿا کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ انوقت جون حالتون ۽ انوقت جي قومن، گندرون، ديوتائون، آرين، وانرن ۽ راڪشسن وغيره جا پاٽم جيڪي سبند يا دشمنيءَ جا سبب هئا سي ڄاڻڻ ضروري آهن؛ خاص ڪري راوڻ جي جنم ۽ راڪشس ڪل جو سمورو اتهاس هن رامائڻ ۾ شري والميڪ رامائڻ تان آندل آهي. شري رام ۽ مهرشي وسشٽ جي گيان وارتالاپ جو ٿورو نڪر يوگ وسشٽ تان اللاءِ ڏنو ائم ته جيئن پڙهندڙن ۾ سڪ جاڳي ۽ هو اهو شاستر پڙهي لاڀ پرائين. لو ڪش جي ڪٿا والميڪ يا تلسي رامائڻ ۾ ناهي ۾ انکانسواءِ رامائڻ پورو نه ليکبو انکري اها ڪٿا ۾ ڏني ائم.

سنت تلسيداس جو رامائڻ ته ڀڳتي ۽ گيان جي امرت جو درياه آهي. هن وقت دنيا ۾ جيڪو پاپ، نڀي، پاکنڊ ۽ دکه جو گند ڦهليو پيو آهي سو شل اسين انهيءَ درياه ۾ وهائي ڇڏيون. ماڻهو پنهنجي سکه لاءِ اليڪ اپاءَ ڪندي پچي پچي مري وڃن ٿا، پر هڪ رام نام بنا انهيءَ اشانتي ۽ جلڻ لٿي وسامي. اللاءِ ستگورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا.

جو سکه کو چاهو سدا، شرڻ رام کي ليهه؛
کهه نانڪ سن ري منا، درلڀ مانش ديهه.

آن رام نام جي ڪاڻ هن رامائڻ جو جيترو گهڻو پرچار ٿيندو، اوترو سکه، شانتي ۽ سداچار وڌندو. اوم.

داس
**لوڪرام پيسومل ڏوڏيجا**
١-١-١٩٦٠ع

---

# ڀڳت شرومڻي گسائين تلسيداس جو جيون چريتر

---

، پرياگ جي پرسان جمنا جي ڪناري تي وسيل راجاپور نالي ڳوٺ ۾ آتمارام برهمڻ جي استريءَ هلسيءَ سنبت ١٥٥٤ ساوڻ سدي ستميءَ مهاتما تلسيداس کي جنم ڏنو. ان ٻالڪ کي ڄمندي ئي ٻٽيهه ڏند موجود هوا ۽ جيئن ته هو مولا

سيتا کي راوڻ جو چتر ٺاهڻ لاءِ چيو ۽ سيتا چيو ۽ مان ۽ رڳو راوڻ جي پير
جو آڱوٺو ڏٺو هو. سيتا راوڻ جي پير جي آڱوٺي جو چتر ٺاهي ڪڍيو ۽ پوءِ
ڪيڪئي ۽ اهو سمورو چتر ڪڍي پورو ڪيو. هن رام کي اهو چتر سيتا جو
ڪڍي ڏيکاريو ۽ چيو:-
ڏسو ته ڪيڏو نه نيچ آهي ۽ يدا منولاان सदा यत्र यत्र मनोलाग्न रमयंते हृदि तत्सदा
هردي ۾ سدا هي ياد ڪيو آهي. اهو ڏسي ۽ ٻڌي رامچندر سيتا کي گهر مان
ڪڍي ڇڏيو. ڪشميري رامائڻ ۾ لکيل آهي ته رامچندر جي ڀيڻ هنڪي اها
مورت ڏيکاري.
ٻيءَ تلسيداس پنهنجي اشٽ ديو رامچندر جو آدرش اوچو رکڻ لاءِ پنهنجي
گيتاوليءَ ۾ اها ڪٿا هن ريت لکي آهي. دشرٿ پنهنجي عمر پوري ڪرڻ کان
اڳ ئي مري ويو ۽ پنهنجي باقي عمر رامچندر کي ڏئي ويو. جڏهن رامچندر
جي پنهنجي اها پوري ٿي چڪي، تڏهن هن پنهنجي پتا جي عمر سان سيتا
سان گڏ رهڻ ليڪ نه سمجهيو ۽ لڇمڻ سان گڏ سيتا کي والميڪ وٽ رهڻ لاءِ
موڪلي ڏنائين.
لوڪش جي جنم جي ڪٿا ۾ ٻه فرق آهن. آنند رامائڻ ۽ ٻين ڪيترن
رامائڻن ۾ لکيل آهي ته والميڪ آشرم ۾ سيتا کي هڪ پٽ ڄائو جنهنجو نالو لو
رکيو ويو. هڪ ڏينهن سيتا پنهنجي پٽ کي والميڪ رشيءَ جي سنڀال هيٺ
رکي ندي تي اسنان ڪرڻ وئي. رستي تي هڪ ٻانڊري ڏٺائين جا پنهنجن ٻچن
ٻارن کي ڪڇ ۾ کڻي وئي ۽ جنهن ته سيتا کي چئي رهي هئي ته "تون پنهنجي
هڪ ٻار کي ڇڏي ٿي سگهين! تڏهن سيتا واپس آشرم ۾ آئي ۽ لو کي کڻي
ندي تي وئي. اڳ وقت والميڪ ڪوڙ هئو ۽ جڏهن هن اچي لو کي ڪونه ڏٺو
تڏهن اهو انديشو ٿيس ته ڪو جهنگلي جانور ٻالڪ کي کڻي ويو آهي. هن سيتا
جي ڏک ۽ ڏوراپي جو خيال ڪري پنهنجي تپو بل سان ڪش (ڏڀ) گاهه مان
ساڳئي قسم جو ٻار ٺاهي اُن جڳهه تي سمهاري ڇڏيو. پوءِ جڏهن سيتا نديءَ تان
اسنان ڪري، لو کي ڪڇ ۾ کڻي موٽي، تڏهن ٻه ٻالڪ ڏٺائين ۽ سموري ڳالهه
ٻڌائين. سيتا اُن ٻئي ٻالڪ کي به لو وانگر پالي وڏو ڪيو. اِن ٽوليءَ جي ڳالهه
تلسي رامائڻ ڪٿا سرت ساگر، ڪشميري رامائڻ وغيره ۾ به آهي.
ٻيءَ رامائڻ ته ادبهت رامائڻ ۽ رام ڪٿائون آهن. پر انهن سڀني
ٻارن جي وچ ۾ تلسي رامائڻ هڪ چنڊ مثل چمڪي رهيو آهي. انهن برابر آهي
... رامائڻ ۾ لوارٿي حيثيتون وڌيڪ ڏنل آهن، پر انڪان وڌيڪ آهي
ته ضروري آهن، جن سان سدا سنسڪار پون ۽ سادن جي پاسي
تلسيداس جي رامائڻ ۾ ڀڳتي، گيان ويراڳ جي جڻ گنگا وهي

ڪري اُنجي پوڄا ڪريو. تڏهن شري رام شو لنگ آڻڻ لاءِ هنومان کي ڪيلاش پربت ڏي موڪليو. اُتي شو لنگ پراپت ڪرڻ لاءِ هنومان کي تپسيا ڪرڻي پئي ۽ اُنهيءَ دير ٿي وئي. هوڏانهن مهورت گذري وڃڻ جي ڀپ کان، رشين جي چوڻ موجب، رامچندر واريءَ جو لنگ ٺاهي ۽ استاپت ڪري اُنجي وڌيءَ موجب پوڄا ڪئي. اُنڪانپوءِ هنومان جڏهن ڪيلاش مان لنگ کڻي موٽيو تڏهن پنهنجو ڪمالو ورٿ ڏسي ڏاڍو دکي ٿيو. اِهو ڏسي رامچندر چيس ته هو بلاشڪ استاپت ٿيل لنگ کي هٽائي اُنجي جاءِ تي پنهنجو آندل لنگ رکي. هنومان گهڻيئي زور لڳايا پر اُن واريءَ جي لنگ کي چوري نه سگهيو ۽ مورڇت ٿي ڪري پيو ۽ هنجو گهمنڊ لهي ويو. پوءِ هنومان ڪيلاش مان آندل لنگ جي راميشور لنگ جي اُتر پاسي استاپنا ڪئي. پر والميڪ ۽ تلسي ۽ ٻين گهڻن رامائڻن ۾ اِها ڪٿا ڪانهي ۽ لکيل آهي ته رامچندر لنڪا جي وڃڻ وقت راميشور جي استاپنا ڪئي هئي.

جڏهن لڇمڻ مورڇت ٿيو ته سشيڻ ويد جي ٻڌايل سنجيوڻي ٻوٽيءَ سان لوڌو ٿيو. والميڪ موجب سشيڻ ويد وانرن جو هڪ سيناپتي آهي جيڪو ويد به آهي. مهاناٽڪ ۾ سشيڻ ويد راوڻ جو ويد آهي ۽ تلسي رامائڻ ۽ ٻين موجب به سشيڻ لنڪا جو هڪ ويد آهي.

سيتا جو تياڳ رامچندر جي بدناميءَ ڪري ڪيو، اِها ڳالهه به گهڻن رامائڻن ۾ ناهي. تلسي رامائڻ، مهاڀارت ۽ ٻين پراچين پراڻن ۾، جهڙوڪ هري ونش، وايو پراڻ، نرسنگهه پراڻ، وشڻو پراڻ وغيره ۾ سيتا تياڳ جي ڪٿا بلڪل ڪانهي. اُتر پراڻ ۾ ڄاڻايل آهي ته ايوڌيا واپس اچڻ کانپوءِ سيتا کي اڌ پيٽ ڄاوا پر سيتا جي تياڳ جو ذڪر ڪونهي. والميڪ رامائڻ جي اُتر ڪانڊ ۾ اِها ڳالهه آهي پر والميڪ پنهنجو رامائڻ يڌ ڪانڊ ۾ ئي سماپت ڪيو آهي ۽ گهڻن ودوانن جو اِهو پڪو مت آهي ته والميڪ رامائڻ ۾ اُتر ڪانڊ پوءِ ڳنڍيو ويو آهي، ڇو جو اُن ڪانڊ جي لکڻي ۽ ٻيهڪ باقي ڪانڊن کان جدا نموني جي آهي.

ڀاڳوت پراڻ، پدم پراڻ ۽ ڪٿا سرت ساگر موجب هڪ ڌوٻيءَ جي بدنامي ڪرڻ ڪري گرڀوتيءَ سيتا جو تياڳ ڪيو ويو. بنگالي ڪرتواس رامائڻ، ڪشميري رامائڻ، جين رامائڻ ۽ آنند رامائڻ موجب سيتا راوڻ جو چتر ڪڍيو، انڪري هن جو تياڳ ڪيو ويو. اها ڪٿا هيريت آهي. هڪڙي ڏينهن سيتا جي ساهرين راوڻ جي مورت ڪڍڻ لاءِ هٺڪي گهڻو چيو. سيتا اُنوقت پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ ويٺي هئي ۽ اُتي فرش تي هن راوڻ جي شڪل ڪڍي ۽ ساهرين جي وڃڻ کانپوءِ ٿڪجي اُن مورت پرسان ئي ننڊ ۾ سمهي پئي. رامچندر کي اِهو درشيه ڏيکاريو ويو. آنند رامائڻ ۾ لکيل آهي ته ڪيڪئيءَ

वातभक्षा निराहारा तप्यन्ती भस्मशायिनी।
अदृश्या सर्वभूतानामाश्रमे ऽस्मिन्निवासिनी ॥३०॥ सर्ग ४८
शापस्यान्तमुपागम्य तेषां दर्शनमागता ॥१६॥
राघवौ तु तदा तस्याः पादौ जगृहतुर्मुदा।

هوءِ رکو هوا کائي، ان جل کانسواءِ، رک ۾ ٻئي لهسيا کندي هئي
۽ رهندي ۽ ڪنهنکي ڏسڻ ۾ نه ايندي هئي ۽ سراپ جي انت لڳ
ڏسڻ ۾ آئي ۽ مهمانن جو آدر ستڪار ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتي. اتر
لکمڻ هنکي ٻيرن نيا. ان ڳالهه کي ٻگس تلسيداس هئو پيس لکيو آهي:

गौतम नारि श्राप बस उपल देह् घीर घीर।
चरन कमल रज चाहति कृपा करहु रघुबीर॥

सत पद पावन सोक नसावन, प्रगट भई तप पूंज सही।
त रघुनायक जन सुखदायक सनमुख होइ कर जोरि रही॥

اهليا سراپ جي ڪري پٿر جي ديهه ڌارڻ ڪري لوهاڻي مرڪ
جي ڌور چاهيندي. هي رگهوويرا مون تي ڪرپا ڪريو!! شري رام جي
شوڪ کي ناس ڪندڙ چرڻن جي ڇهڻ سان برابر اها تپسوڻي اهليا
ٿي. ڀڳتن کي سک ڏيندڙ شري رگهوناٿ کي ڏسي، هوءِ هٿ جوڙي
بيٺي رهي. ڀرسنگهه پراڻ، سڪند پراڻ، پدم پراڻ ۽ آنند رامائڻ ۾
ٿيل اهليا جو اڌار رامچندر جي چرڻ ڇهڻ سان لکيو.

ٻاليءَ کي مارڻ جي ڪٿا ۽ جدا جدا نمونن ۾ لکيل آهي. رامچندر
پوکتان ٿي ٻاليءَ کي تير هڻي ماريو، اها دلسه هڪ آدرشي ڪري
نٿي سولهن. اُنهي سمجهاڻيءَ ۾ والميڪ ۽ تلسيداس لکيو آهي ته رام
جي عبرضي لور رامچندر هڪ ٻاليءَ کي سزا ڏني. ير الرگهه راگهو
بين ڪيترن رام ڪٿائن ۾ لکيل آهي ته رامچندر ٻاليءَ کي دوکو
ماريو. مهاوير چرت ۽ ڀوڙوما ڪويءَ جي لاهول رام اپيديه ۾ لکيل
ته راوڻ جي منتري مالوان جي هٿي ڏيڻ تي ٻاليءَ رام لکمڻ کي
وڍڻ کان روڪيو تڏهن رامچندر سامهون لڙائي ڪري هنکي ماريو.

راميشور استاپنا لاءِ سڪند پراڻ، ٻنگالي ڪرتواس رامائڻ ۽ آنند
لکيل آهي ته لڙائيءَ کانپوءِ رامچندر رشين منين کان پڇيو ته برهمڻ
۽ پراشچت ڪيئن ڪجي! انهن صلاح ڏني ته رامچندر لنڪ

ويو آهي.

انڊونيشيا ۾ ٻوگينيز ڪويءَ جو ٺاهيل رامائڻ ڪاڪاون واليڪ رامائڻ آڌار تي لکيل آهي ۽ هنتي ڪٿا جي پٽي رامائڻ جو به گهڻو اثر آهي. ۾ چرت رامائڻ ۽ رام ڪيلنگ ۾ به آهن ۽ سيرت رامائڻ جو وڏو ڪر آهي. وچين جاوا جي پرمبنم ٽالي استان تي هڪ شو مندر جي چوطرف جي پٿرن تي رام ڪٿا اُڪريل آهي. اوڀر جاوا جي پنترن ٽالي استان تي به شو مندر ۾ رامائڻ اُڪريل آهي. ملايا ۾ حڪايت سيري رام، حڪايت مهاراجا راوڻ، شري رام وغيره رام ڪٿائون ٿوري گهڻي فرق سان آهن.

انهن سڀني گرنٿن ڪانسواءِ بيشمار ناٽڪ ۽ ايڪ ٻولين ۾ ايڪ رامائڻن جا جيڪي آهن تن شري رام جي ڪٿا کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۽ گهر گهر پهچائڪ ڪري ڇڏيو آهي. دنيا ۾ ٻي ڪا اهڙي ڪٿا ڪانهي جنهنجو ايترو پرچار هجي. انهن سڀني گرنٿن ۾ جدا جدا شاعرائيون خوبيون آهن ۽ ڪٿا ۾ به وڏو گهڻو فرق آهي. انهن فرقن جي بيان سان ته پوٿا ڀرجي ويندا پر ڪي فرق پاٺڪن جي ڄاڻ لاءِ لکجن ٿا:

**سيتا جي جنم** بابت جدا جدا ڪٿائون آهن. راجا جنڪ کي سيتا ٻنيءَ ملي ۽ ٻنيءَ ۾ ڪٿان آئي؟ تبيت، کوٽان، انڊونيشا ۽ سيام جي رامائڻن ۾ هن سوال جو جواب ملي ٿو. اِهي رامائڻ ڀارت جي پراچين اُتر پراڻ جي آڌار لکيل ٿا ڏسجن. اُتر پراڻ ۾ ڳالهه هن ريت آهي. منڊودريءَ کي جنهن وقت ڄاڻ ته لنڪا ۾ ڌرتي ڌڏي ۽ وڏو زلزلو ٿيو ۽ ٻيا به ڪيئي اپسڳڻ ٿيا. جوتشين چيو ته هيءَ ڪنيا راوڻ جي ناس ٿيڻ جو سبب بڻبي. تڏهن ماريچ کي چيو ته هن ڪنيا کي ڪنهن ڏورانهين ملڪ ۾ ڇڏي اچ! ماريچ ڪنيا کي راجا جنڪ جي متلاپوريءَ جي هڪ ٻنيءَ ۾ رکي آيو. پوءِ هندن آهي ته اُن ڪنيا کي هڪ نوڪريءَ ۾ وجهي لڌيءَ ۾ لوڙهيو ويو ۽ ڪن کي اُها نوڪري ملي ته اُنهن وڃي راجا جنڪ کي ڏني. مها ڀاڳوت ديوي ۾ به اِهيءَ ڳالهه جي پشٽرائي ٿيل آهي جو لکيل آهي.

सीता मंदोदरी गर्भ संभूता चारु रूपणी

ٻهرين رامائڻ هٿو هڪ وير جي پراڪرم جو ڪاويه ۾ پوءِ رامچندر کي وشنوءَ جو اوتار مڃي اُنجي ڀڳتي وڌندي وئي ۽ هنجي چرترن ۾ الوڪ رنگيندا ويا. اڌيانم رامائڻ ۽ تلسي رامائڻ ۾ اهڙا چمتڪار گهڻا لکيل آهن. ته پٿرن تي "رام" لکڻ سان اُهي ترڻ لڳا يا مثال وٺو اهليا جي ڪٿا جو. رامائڻ ۾ لکيل آهي:-

۽ ٻين ڌرم جي ديکيا وٺي موکيه پراپت ڪن ٿا.

## ڀارت جي ٻين ٻولين ۾ رامائڻ:-

ڀارت جي ٻين ٻولين جا پراچين مکيه رامائڻ هيٺ ڄاڻايل آهن. تامل ٻوليءَ ۾ ڪوي ڪنبن جو رامايڻ ڏهين صديءَ ۾ لکيل آهي جنهن ۾ وڀيشڻ راوڻ کي رامچندر جي نرسنگهه اوتار جي ڪٿا ٻڌائي رامچندر جي شرڻ ۾ اچڻ جي صلاح ڏني هئي. مهودر جي آگيا تي مروچن نالي راڪشس جنڪ جو روپ ڌاري سيتا کي چوي ٿو ته هوءَ راوڻ کي پتي ڪري مڃي. پيو ته مندودريءَ جو موت به لڙائيءَ جي ميدان تي ٿئي ٿو. باقي ٻي ڪٿا والميڪ رامائڻ ۽ ڪمار داس جي جانڪي هرڻ تان ورتل آهي. چڪرورتي راجگوپالاچاريه جو انگريزي رامائڻ (جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل آهي) ڪنبن ڪويءَ ۽ والميڪ رامائڻن جي آڌار تي لکيل آهي.

تيلگو ٻوليءَ ۾ دوپاد رامائڻ ڪوي ٻڌراج جو ٺاهيل آهي. هن ۾ لکيل آهي ته سيتا سويمبر وقت راجا جنڪ چوي ٿو ته هن کي سيتا هڪ ٽوڪريءَ ۾ ٻيلي ۾ ملي هئي. بن وڃڻ وقت لکشمڻ ننڊ جي ديويءَ کان گهر ورتو ته بنواس جا ۱۴ ورهيه هن کي ننڊ نه اچي ۽ سندس استري ارملا ۱۴ ورهيه ننڊ ۾ پئي رهي. ميگهناد جي استريءَ سلوچنا جي ڪٿا به وستار سان ڏنل آهي. تيلگو ٻوليءَ ۾ رنگنات رامائڻ، اُتر رامائڻ، گوپينات رامائڻ، ڀاسڪر رامائڻ به سنا لکيل آهن پر عام ماڻهن ۾ مولا رامائڻ جو گهڻو پرچار آهي جيڪو مولا نالي هڪ ڪنيارڻ ڇوڪريءَ مٺن گيتن ۾ ٺاهيو آهي.

مليالم ٻوليءَ ۾ ارام چرت، ڪناس رامائڻ، ڪيرال ورما رامائڻ آهن پر سڀ کان وڌيڪ چالو اڌيالم رامائڻ آهي جو سنسڪرت جي اڌيالم رامائڻ جو ترجمو آهي. ڪناريءَ ٻوليءَ ۾ توراوي رامائڻ ۽ مئي راوڻ ڪالگم آهن جن ۾ به ڪي ڪٿائون ٿوري فرق سان ڏنل آهن. سيلان جي رام ڪٿا ۾ بالي رامچندر جو پيءُ آهي ۽ لنڪا کي آگ لڳائي سيتا کي رامچندر وٽ وٺي اچي ٿو. ڪشميري رامائڻ ۾ مندودريءَ کي ئي سيتا جي ماءُ لکيو ويو آهي ۽ ٻيون به ڪي ڳالهيون بدليل آهن.

بنگال ۾ ڪرت واس رامائڻ جو سڀ کان وڌيڪ پرچار آهي، جنهن ۾ رامچندر جي ڪالي پوڄا ۽ مهي راوڻ ۽ اهي راوڻ جون ڪٿائون وغيره آهن. ... ۾ چندراوتي جو رامائڻ، رامانند جي رام ليلا، جگترام جو رامائڻ ۽ ... گوسواميءَ جو رام رسايڻ به اصلي رامائڻ آهن. اوڙيسا ۾ بلرامداس رامائڻ

ڳالهه ٻيرالتي ڪري ٻڌائي. شري رام دلگير ٿـي چيو تـہ "ڇنتا
ڪرڻ جي وس ٿيل استريءَ جي ڪجھ به ڇوڙ ني توکي خيال ئي
نہ ڏيڻ کپندو هو ۽ هن کي اڪيلو ڇڏي تو عقل جي برخلاف ڪم
ڪيو آهي." اهين ڳالهائيندي ٻئي ڀائر ڊوڙندا ڊوڙندا اچي پنچوٽيءَ



۾ پهتا، جتي ڏٺائون تہ سيتا
نهي ڪي ڪانہ ۽ ڪٽيا جي
سڄي سوڀيائي گم ٿي ويئي
آهي. پوءِ تہ شري رام ورلاپ
ڪندو ڊوڙي ڊوڙي سيتا کي
چوطـرف ڳولهڻ لڳو. ٿلن
ٿولن واري ٻن ۾، تلاءُ ٿي،
پربت ٿي، گوداوريءَ ٿـي
۽ پيو بہ جتي ڪٿي رامچند.
پنهنجي پتنيءَ کي ڳولهيو ۽
جڏهن ڪٿي بہ پتو ڪين پيس
ڪڏهن وڻن ٽڻن ۽ پسن پکين
کـان سيتا بابت پڇڻ لڳو.
انـريت رامچندر گهڙوڪي
وقت روئندو ۽ پٽڪندو رهيو ۽ نيٺ زمين تي ڪري پيو ۽ سڏڪا
ڀري هاءِ سيتي! هاءِ سيتي! چوڻ لڳو.

رامچندر کي اهڙو بيحال ڏسي لڪشمڻ کي ڏاڍي چنتا ٿي ۽
هو رامچندر کي دلداري ڏيڻ لڳو. پر تہ بہ شري رام جي من کي
ڌيرج نہ آيو. هو چوڻ لڳو- هي لڪشمڻ! سيتا تہ ڪٿي بہ ڏسڻ ۾
نٿي اچي. راڪشس پڪ سان اسانکان بدلو چڪايو آهي جو هن
اڪيليءَ کي پڪڙي ٽڪر ٽڪر ڪري کائي ڇپائي ڇڏيو هوندائون.
هاءِ! هوءَ اُنوقت ڪيئن نہ ڪنبندي ۽ رڙندي هوندي! هاڻي مان
ڪهڙو منهن ڪٿي ايوڌيا ويندس؟ سڀ لوڪ مون تي ڇٺ...

پنهنجي راڪشسي داسين کي چيو، ”ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان سيتا جو ايمان ۽ هٺ ڀڃيو. هنڪي اشوڪ واٽڪا ۾ وچي اڪيلو بند رکو ۽ ڪنهنکي بہ هن سان ملڻ نہ ڏيو. جئن جهنگلي هاٿڻ کي هيرائبو ۽ وس ڪبو آهي، تئن ڪنهن نہ ڪنهن تجويز سان هنکي منهنجي وس ڪريو.

ائين چئي راوڻ خفي ٿي موٽي ويو ۽ راڪشسياڻيون سيتا کي اشوڪ واٽڪا ڏانهن وٺي ويئون. اشوڪ واٽڪا هڪ من موهيندڙ باغيچو هئو، جنهن ۾ ميون سان ڀريل انيڪ ڇايادار وڻ ۽ خوشبودار گلن وارا بوٽا هئا. انهي ڪيترائي ننڍا جدا جدا قسمن جا سنگمرمر جا تلاؤ هوا جنهن رنگين ۽ اڇا ڪملن جا گل ٽڙيل هئا. جتي ڪٿي مور پنهنجا پر پکيڙي پئي نچيا ۽ پالتو هرڻ پئي ٽپيا ۽ ڪڏيا. تہ بہ سيتا کي سکہ ڪو نہ هو. هوءَ بنديياڻي پنهنجي سواميءَ جي ڏيان ۽ پريم ۾ غلطان رهڻ لڳي. ڀيانڪ راڪشسياڻن سدائين هن کي پهرو ڏينديون رهنديون هيون.



سيتا جي ڳولها ۾ رامچندر جو جتايوءَ سان ملڻ.

رامچندر ماريچ کي ماري ٽڪڙو ٽڪڙو پنهنجي ڪٽيا ڏانهن موٽي رهيو هو تہ رستي ۾ لڪشمڻ گڏيس، جنهن کي ڏسي سندس من ۾ اچي اُڻ تڻ ٿي. هو کيس چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! راڪشسن سان ڀريل بن ۾ تون سيتا کي اڪيلو ڇڏي چڱو نہ ڪيو آهي. راڪشسن جانڪيءَ کي ماري کائي نہ ڇڏيو هجي. مونکي چرطرف اپسوڻ پيا ڏسڻ ۾ اچن جو منهنجي کٻي اک ۽ ٻانهن ڦرڪي رهي آهي. گدڙن ۽ پکين جون ڪيڪون ۽ ڀو ڀريل آواز ڪنهن ايندڙ آپدا جي سوچنا ڏيئي رهيا آهن. سيتا ضرور ڪٽيا ۾ نہ هوندي ۽ راڪشسن مونکان بدلو چڪايو هوندو.

تڏهن لڪشمڻ کيس پنهنجي ۽ سيتا جي وارتالاپ جي سڄي

آگياڪاري آهيان. پاڻڪي خوش رک ۽ مونتي ڪرپا ڪر.

ائين چئي مهاراجا راوڻ سيتا جي چرڻن ۾ پنهنجو مٿو نوايو پر سيتا هنجي خوشامد تي ڪو ڌيان نہ ڏنو. هوءَ پنهنجو منهن ساڙهيءَ جي پلوءَ سان ڍڪي کيس چوڻ لڳي:- تون پنهنجي پراڪرم جون ٻٽاڪون نہ ڏاڍيون ٿو هڻين، پر ڇا ڪو بہ بهادر هڪ اڪيلي وينل ابلا کي اُنوقت چورائي ڪڍندو جنهن وقت هنجو پتي موجود ڪونہ هوندو؟ تو ۾ ساهمون وڙهڻ جي سورهيائي نہ ڪانهي پر چوريءَ ڪرڻ ۾ سو چتر آهين. منهنجي اڳيان پنهنجي ٻل پراڪرم جي هام نہ هڻ. جي تون رامچندر جي سامهون ٿين ها تہ ڪرۓ دوشڻ وانگر تنهنجو بہ ناس ٿئي ها. تون شري رام سان ويرُ رکي گهڻو وقت جيئرو رهي نہ سگهندين. پنهنجي بچڻ جي اُميد نہ رک. تنهنجي هيءَ سوني جي لنڪا ۽ مها ٻلوان راڪشس، جن تي توکي هيڏو گهمنڊ آهي، سي بہ جلد رامچندر ۽ لڪشمڻ هٿان ناس ٿيندا. يڌ ۾ شري رام پنهنجن تکن تيرن سان تنهنجي شرير کي چيري تنهنجو اِهو سمورو گهمنڊ، ٻل ۽ پراڻ ڪڍندو. تنهنجي ۽ تنهنجي جاتيءَ جي انت گهڙي اچي پهتي آهي، انڪري ئي وڌاتا توکان هيءُ پاپ ڪرم ڪرايو آهي. اِهو خيال دل مان ڪڍي ڇڏ تہ مان تنهنجي لالچ وَس يا پنهنجي جان بچائڻ خاطر تنهنجي ڳالهہ مڃيندس. اڙي مها پاپي! جي تون مونکي ڇهندين تہ مان پنهنجو آپگهات ڪنديس

سورميءَ سيتا جا اهي وچن ٻڌي راوڻ ورائيو:- سيتا! جي تون منهنجي ڀلائي ۽ پريم جو اِهو بدلو ٿي ڏين تہ سمجهجي ٿو تنهنجي اڳلي جنم جي ڪيل پاپن ڪري اچا ڪجهہ وقت توکي دکہ ڀوڳڻو آهي. مان توکي ٻارهن مهينن جي مهلت ڏيان ٿو جيڪڏهن اِنهيءَ عرصي اندر تو مونکي قبول نہ ڪيو تہ منهنجا رسوئيا توکي ٽڪر ٽڪر ڪري، تنهنجو ماس رڌي منهنجي ڪاڏي

...ـتا کي ڪجهہ مٺا ۽ ڪجهہ ڏپ جا وچن چئي، راوڻ

۾ اڪيچار سون ۽ چاندي، اڪٿ جواهر ۽ رتن ۽ پٽ پٿيهر مخمل ۽ ڪيمخاب جا ڍير لڳا پيا هئا. سنسار جي انيڪ ملڪن کي جيتي، راوڻ سڄي دنيا جي ڌن دولت ۽ عجيب و غريب پدارٿ آڻي پاڻ وٽ ڪٺا ڪيا هئا. سيتا کي درليپ پشپڪ ومان به ڏيکاريو ويو، جيڪو من جهڙيءَ رفتار سان هلندو هو. مطلب ته سيتا کي شان شوڪت جو سارو سامان ۽ سمپتي ڏيکاري ويئي پر هنجي نظر ڪنهن به شئه تي ڪانه پيئي؛ هنجي من اندر ته رڳو هنجو پراڻ پتي ئي پئي وسيو.

راوڻ پوءِ هنکي سمجهائي چوڻ لڳو:- سيتي! تون هن سموري ڌن سمپتيءَ کي پنهنجو ڪري سمجهه. اُنجو سڪ ماڻ. منهنجي راڄ ۾ ٻٽيهه ڪروڙ ماڻهو رهن ٿا ۽ پين ديسن جا راجائون به منهنجي تابع ۾ آهن. تون منهنجي پٽ راڻي ٿيءُ ۽ اِن سڄي سامراجيه تي راڄ ڪر. تون مونکي پراڻن کان به وڌيڪ پياري آهين. مونکي گهڻيئي زالون آهن، پر تون سڀني جي راڻي ٿي رهندينءَ. هن ڪانپوءِ مان رڳو توکي پيار ڪندس. هن سوني جي لنڪا جي چوگرد سوين جوجن اٿاهه سمنڊ آهي. هزارين جوڌا هن پيٽ جي رکيا ڪري رهيا آهن. ترلوڪيءَ ۾ اهڙو ڪو ٻيو ڪونهي جو منهنجو مقابلو ڪري سگهي ۽ توکي مون وٽان وٺي وڃي سگهي. هڪ ديش نيڪالي ڏنل، ٻن ٻن پنڪندڙ نرڌن سان جهنگل جهاڳڻ ۾ توکي ڪهڙو سڪ ٿو ملي؟ تون پڪ ڄاڻ ته هن ڪانپوءِ تون رام کي ڏسي نه سگهندينءَ جو هو لنڪا جي ويجهو به پهچي نه سگهندو. تون رام سان ملڻ جي آس لاهي ڇڏ ۽ هن سموري راڄ کي پنهنجو ڪري سمجهه. منهنجا زيردست جيڪي وڏا وڏا ديوتائون، گنڌرو، ڪنر ۽ راجائون آهن، تنکي ۽ مونکي پنهنجو ٻانهو ڪري سمجهه. اڄ ته پشپڪ ومان تي چڙهي سڄيءَ دنيا جو سئر ڪري ۽ مؤج ڪريون. هي سندري! مان تنهنجي چرڻن تي ڪري توکان پريم جي ڀيک گهري رهيو آهيان. مان پنهنجي سڄيءَ حياتيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن اڳيان هٿ ٻڌي نميو ناهيان. مان تنهنجو داس ۽

هيءُ شري تلسيءَ رامائڻ ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان
پنهنجي پوڄيه ماتا ۽ پتا جي
يادگيريءَ ۾ ارپيم.

اسان جو پتا پوڄيه ڀيرومل تاراچند ڏوڏيجا، پنهنجي سموري جيوت رامائڻ جي آدرش موجب پرمارٿه ۾ گذاري. سنه ١٩٠٠ع کان پنهنجي ديهانت جي وقت ١٩٣٢ع تائين لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪندو رهيو. هو پنهنجي ڪمائيءَ جو وڏو حصو غريبن جي مدد ۽ وديا پرچار ۾ ڪم آڻيندو هو. پاڻ سنسڪرت جو وڏو وِدوان هو ۽ هن جي اُدم ڪري هندي ۽ سنسڪرت جا ڪيترا سڪول ۽ لائبريريون کليون. هو سدائين ماس مدرا پڪتي ڪرسمين جو وروڌ ۽ سداچار ۽ ڀڪتي ڀاو جو پرچار ڪندو رهيو. هن جي پنهنجن شاسترن ۾ ڏاڍي شرڌا ۽ آستا هوندي هئي، جو شڪارپور ۾ ٻالڪرام جي مڙهيءَ ۽ لت واري ڌرمسالا ۾ رامائڻ ۽ ڀاڳوت جي ڪٿا ڪندو هو. اسان جي ماتا لوناٻائي به سيل سنتوش ۽ ميلاپ واري هڪ آدرش ناري هئي ۽ ١٩٢١ع ۾ پرلوڪ پڌاري.

اهڙي آدرش ماءُ پيءُ جي چرڻن ۾ منهنجو وار وار پرڻام آهي. شل مولتي سدائين هنن جي آسيس رهي ۽ مان هنن جا ڏس لهي ۽ سيوا ڪريان.

لوڪرام
١-١٠ ١٩٥٩ع

اوم

# شري تلسي رامائڻ

رامائڻ پڙهي، جيڪو سک سڄيءَ سان ؛
سهجي لنهن ڄي ڄيءَ موڻ، سنسو ڀرم وڃي ؛
لنگهي پار پوي، اُوديا ڄي اوڙاه کان.

جون ١٩٥٩ ] چاپو پنجون قيمت ٧٥-٨





سنڌيڪار ۽ ڇپائيندڙ ؛
لوڪرام ڊيسومل ڏوڏيجا
١٣٠٦ شڪروار، ڀاجيراوَ روڊ، پونو-٢